

# سچل سرمست



مهتمم

آغا غلام نبي گل حسن خان (صوفي)

(حڪيم حاذق)

شڪارپور



دفع پهريون ڪاپيون ٥٠٠

١٩٣٣ع



قيمت ٠-٠-٥

سچانند ليونند رام تلريجا شيام سندر بجلي پريس
شڪارپور ۾ ڇپيو

کلجگ ۾ عشق جو اوتار



سخي سلطان شاه دراز



Printed by:— Sachanand Newandram Talreja,
at the Shyam Sunder Printing Press,
Lakhi-gate, Shikarpur.
and
Published by Hakim G. G. Agha Sufi
Municipal Road, Shikarpur Sind.

# درازن جي فاروقي فقيرن جو شجرو

- حضرت امير عمر بن خطاب فاروق رضي الله عنه
- عبدالله
- عبدالعزيز
- شيخ شهاب الدين
- محمد
- محمد باقر
- شيخ عبداللطيف
- شيخ اسحاق
- محمد
- يونس
- عبدالله
- احمد
- برهان الدين
- عبدالمطلب
- عبدالوهاب
- عبدالعزيز

- برهان الدين
- ابو سعيد احمد
- محمد
- سليمان
- محمد يوسف
- محمد اسماعيل
- مخدوم ابوالفتح
- مخدوم محمود
- مخدوم عبدالعزيز
- مخدوم رضي الدين
- مخدوم نور الدين
- مخدوم خواجه ابو سعيد
- مخدوم سليمان
- مخدوم شهاب الدين
- حافظ علم الدين
- مخدوم موسي

- مخدوم شرف الدين
- مخدوم عبدالوهاب
- مخدوم محمد حافظ
- مخدوم عبدالوهاب
- مولوي محمد حافظ عرف ميان صاحبڏنو
- پير عبدالحق
- فقير سخي قبول محمد
- ميان نظر محمد
- خواجه نجم الدين
- سلطان سخي مقبول محمد سال ١٩٢٤-٢٥ع
- ميان صلاح الدين
- حافظ عبدالوهاب عرف سهول سرمست

# فهرست



## صورتخطيءَ ۾ انقلاب

فاضل، ڪل، قاسم ۽ بين جهڙن شاعرن جو شعر ۽ پراڻن مصنفن جون تصنيفون ثابت ٿيون ڪرن ته سنڌي ٻوليءَ جي اصلوڪي جهوني صورتخطي جو ثاب، جهوني رواج موجب ان وقت جي ملن ۽ آخوندن جو تيار ڪيل آهي. انهيءَ صورتخطي جي سٽيندڙن صرف نحو تي ڏيهي لفظن جي تلفظ (اچار) طرف به ڪيڏو توجه ڪونه ڏنو آهي. جنهن ڪري ڪيترا لفظ قدرتي طرح زبان جي صحيح تلفظ جي دائري کان ٻاهر رهجي ويا آهن. گرچ ڪئپٽن اسٽئڪ جي هلندڙ سڌريل صورتخطي، جنهن کي رواج ۾ آئي اٽڪل ۷۰ سال ٿيا، انهيءَ اوائلي صورتخطي تان اهو پراڻو پوش پٽي ڇڏيو آهي. جنهن ڪري جهوني ۽ نئين صورتخطي جي وچ ۾ زمين ۽ آسمان جيڏو فرق نظر اچي ٿو. تڏهن به اڃا تائين ڪي اهڙيون نامعلوم ميٽ مٽايون منجهس رهجي ويون آهن جن کي ڪڍي ڇڏڻ گهرجي. البت گهڻو ويچار گهرجي. سڀ سچا ۽

سليس آهن ۽ انهن کي سليس ٿي سمجهي
چشم پوشي ڪئي وئي آهي. حقيقت ۾ اهڙا نقص
سنڌي لٽريچر تي هڙي سڌريل زمانئي ۾ بدنما
داغ آهن. اهڙي کي جدا ڪري، جيڪڏهن سنڌي
ٻوليءَ کي وڌيڪ پاڪ ۽ صاف ڪبو ته اهو نه رڳو
سنڌي ساهت تي احسان ٿيندو پر ويچارن شاگردن
کي ڪيتري قدر نه سهوليت پراپت ٿيندي،

**مثال**

(١) "۾" (٢) "۽"

پهرين لفظ "۾" جي عام هجي آهي م ۽ دوزيري
۾، يا م هيٺ ٢ اپيون ليڪان "۾" (ميں)
ٻي لفظ "۽" جي هجي آهي الدو زيري "ءِ"
يا ء هيٺان ٻه اپيون ليڪان (آنءِ) هاڻي ٿورو
ويچار ڪبو ته غلطي ظاهر ٿي پوندي. يعني ٻنهي
لفظن جو تلفظ مختلف معلوم ٿيندو. ڪڙي جو
ٿيندو "ميں" ٻي جو ٿيندو "آنءِ" جن صورت
۾ ٻنهي اکرن جي هجي ساڳي "دوزيرن"
(ٻن اپين ليڪن) سان آهي، تهن صورت ۾
انهن جو تلفظ (اچار) ۾ ساڳيو هئڻ گهرجي ۽
نه مختلف.



ساڳي طرح "ساءِ" "ٿاءِ" لفظن ۾ آيل "ءِ"
هيٺان ٻه زيريون (ٻه سنيون ليڪون) آهن.
جن جي هجي سنڌي هجي جي قاعده موجب
(سائين ۽ ٿائين) ٿيندي. اهڙي صورت خطي ها
لفظ درسي ڪتابن ۾ البت گهٽ آهن مگر ٻين
گهڻن معتبر ڪتابن ۾ عام جام نظر اچن ٿا. جن
جو اثر ڪتب نويسن، ايڊيٽرن ۽ خود ماسترن تي
پنهجو وجي. هن ڪتاب ۾ هر هنڌ آئينده جي
صفائي ٿائين اهڙي صورت: خطي ڪم آيل آهي.
جا ڪاط ته غلط العام صحيح آهي. شاگردن کي متين
لفظن جي رڳو صورت سمجهائي وجي ٿي، ته هي
"۾" جي صورت آهي، هي "۽" جي ۽ هي "ساءِ"
جيءِ ۾ انهن لفظن جي اها هجي سنڌي هجي جي
قاعدي موجب غلط آهي. هن سمجهاڻي بعد پڙهندڙ
جيڪڏهن مٿي ذڪر ڪيل ٽنهي لفظن (۾-۽-ساءِ)
جي آواز ۽ هجي تي البت غور ڪندا ته سمورو
فرق معلوم ٿي ويندن ۽ اسان جو اعتراض جائز
۽ برابر نظر ايندن. جيڪڏهن ڪو صاحب ڪهن
ڏاريءَ ٻوليءَ جو ڪو قاعدو ٻي فائدي جهڪي ٿاڪي
زورقي لڳائي "ڳاٽي ٻڳا ميندي لائط ڏيءِ وارو

ڪر ڪندو ته ان کي ملندڙ سنڌي ٻولي، جنهن
جو رخ اڄ ڪلهه آزادي ۽ سڌاري طرف آهي،
تسليم ڪرڻ لاءِ تيار ڪينهي. اسان جو مطلب
آهي ته اهڙن لفظن جا آواز سئين سڌي طرح ملندڙ
هجي جي قاعده موجب هڻڻ گهرجن.

جهڙي طرح اردو وارن وٽ اها ساڳي "مين"
(م - ي - ن) سان مروج آهي، اهڙي طرح
سنڌي ٻولي ۾ به اهڙا جملي اڻ گهڙيل لفظ سنڌي
هجي جي قاعدي هيٺ آڻي، سندن صورت صاف
ڪرڻ گهرجي.

(٢) جيڪڏهن ويچار ڪبو ته اهڙا سنڌي
صورت خطي ۾ ٻيا به گهڻا لفظ لڀندا. مثلا "آءُ" وغيره.
جيڪڏهن انهيءَ مٿين لفظ جو تلفظ هجي جي
قاعدي موجب "آنءُ" آهي ته چوڻ اهو به انهيءَ
مٿي ڄاڻايل ساڳي نون غنه ۽ الف لنڊي واري
هجي سان لکڻ گهرجي. اهو ٻن پيشن وارو قاعدو
ڪڍي ڇڏڻ گهرجي، جو سنڌي هجي جي قاعدي
اندر اچي نٿو سگهي. اهڙن آوازن جا لفظ سنڌي
صورت خطي ۾ صحيح هجي سان گهڻا موجود آهن
جيئن ته نانءُ - ڪانءُ - ڳانءُ وغيره.

# حق موجود




ناقصن جي پير ڪامل، ڪاملن جي رهنما،
حضرت سخي صابر شاه درازي جي الطاف
فقيرانه ۽ عنايت عارفانه جي يادگار ۾،
هي سچل سرمست ڪتاب سندن مبارڪ نام
نامي سان معنون ڪريان ٿو.

برگ سبز است تحفهء درويش
گر قبول افتد زهي عز و شرف

طالب
آغا صوفي

# هڪ نظر هيڏانهن

قلم ڪش ازل کان بي قرار ۽ بي چين رهندا. مان به قسمت جي هٿان لهو لڳائي شهيدن جي اسٽ ۾ داخل ٿي چڪو آهيان. سنساري لاڳاپا ساهه ڪڍڻ نٿا ڏين. مطلب ته مان نٿو چئي سگهان ته ڪهڙين مايوسين ۽ نااميدين بعد، آءٌ هن ڪتاب جي تيار ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيو آهيان. سچ پڇو ته اٽڪل ٥ سال کن فڪر ۽ غور جي درياءَ ۾ غرق رهيس ۽ اهو ارادو ڇاتيءَ سان لڳائي ٿي ڦريس، ته هن حقيقي رهبر سچي سرمست جا جملي تحريري ڪارناما (Works) جن کي گردوني گردش وقت جي مد نظر سبب، ڪجھ وقت فراموشيءَ جي طاق تي رکي ڇڏيو آهي، هيڪر قلم بند ڪريان.

انهن مان فقير صاحب جو مختصر رسالو ۽ فارسيءَ ۾ ديوان آشڪار، هز هائينس سر مير علي مراد خان ٽالپر والي رياست خيرپور پنهنجي طالبيءَ جي حق ادائي سمجهي، حضرت فقير



صاحب جن جي پرواز بعد ليٿو ۾ ڇپائي پڌرا ڪيا. ان کان پوءِ جناب مرزا علي قلي بيگ، سچل سرمست جي سنڌي رسالي ۽ ڪن بيتن جي پهرين ڇپائڻ ۾ پهرو ورتو. مگر هينئر ڏسجي پيو ته اهي دلڪش ديپڪ آهستي آهستي دنيا جي پردي تان وڃي پيا گم ٿيندا ۽ وري خاص اهڙي زماني ۾ جهن ۾ حسد ۽ نفاق جي سخت طوفان کان انسانن جي دلين جا چراغ گل ۽ گهر بي رونق ٿي رهيا آهن. حق شناسي (تصوف) جي سچي ۽ پاڪ فرقي جي بي حرمتيءَ لاءِ مذهبي مستانا ۽ ڏرمي ديوانا ڇڪ پائيندا ٿا وتن.

تهنڪري مٿين مقصد کي پوري ڪرڻ واسطي مان آخر سندرو ساهي بڌو. "همت مردان مدد خدا" موجب الاهي توفيق ۽ مهنجي رهبري ڪرڻ لڳي. ٿورن ڏينهن جي سرتوڙ محنت ۽ مشقت بعد، مونکي پنهنجي مطلب ۾ ڪاميابي نصيب ٿي؛ يعني پنهنجي محب دوست ۽ درازي ياءِ ديوان ولبداس ڊپٽي ڪليڪٽر جي مالي مدد سان سچل سرمست جو فارسي "ديوان آشڪار" ٻيو دفع ليٿو ۾ جدا ڇپائي پڌرو ڪيم. انهيءَ کانپوءِ جيڪي سنڌي بيت وقت بوقت سچي سائينءَ جي زبان مبارڪ

مان نڪتل هوا ۽ ڪٺو ڪري عام طرح وارايل ڪين هوا، تن جو ڪجهہ حصو رياست خيرپور جي مير صاحبن جي دفترن مان هٿ ڪري، باقي جناب ميرزا علي قلي بيگ جي ڇپايل رسالي مان چونڊي ۽ ڪي فقيرن ۽ راڳيندڙن جي يادگيري تان وٺي، هٿ ڇپائي پڌرا ڪريان ٿو.

پيٽ جي غلامي ۽ علم جي ڪمي سبب مان ڇپي ٿو سگهان، تہ ممڪن آهي جو هي ڪتاب لکندي، خيالات جي اڪت ميدان ۾ مان البت ٿوڪرون بہ کاڌيون هونديون؛ مگر سخن دان، سخن چين ۽ معرفت جي صاحبن کان خطاپوشي ۽ اصلاح جي اميد رکڻ بعد، مان هي عرض ضرور ڪندس، تہ مهنجي هي ناچيز محنت، سچن صوفين جي خدمت جي بجاآوري جو ڪپورو ثبوت آهي.

مان انهيءَ ۾ ئي خوش آهيان، جو گهٽ ۾ گهٽ ودياوانن ۽ صفائي جي صاحبن جون نظرون تہ مون تي بہ پيون پونديون.

الا اي خردمند فرخنده خوءِ
هنرمند نہ شنيده ام عيب جوءِ

قلم الفقرا
**آغا صوفي**



رواجي طرح ناڻو، ڪي (ڌاڙو) ڪري لکندا آهن؛ پر حقيقت ۾ اهائي جي غلط آهي. ڇاڪاڻ تہ "ن" غنہ نہ ڪري وچڙ ڪري قدرتي واتان نڪتل آواز ڦري ٿو وڃي.

(۳) سنڌي صورت خطي جي اوائلي سيکيندڙن جيڪي "نون" غنا لفظن ۾ ڪم آندا آهن سي ان وقت جي رواج موجب يا پين بولين تان ورتل آهن يا پنهنجي دماغ جو دماغ ڪڍي درج ڪيا اٿن. جلندڙ وقت ۾ ڏسجي ٿو تہ انهن جا آواز زبان تان صفا خارج ٿي ويا آهن. پوءِ جهڙي صورت ۾ صحيح لکڻ صحيح ڳالهائڻ جي ماتحت آهي، يعني ڳالهائڻ مان ئي لکڻ پيدا ٿيو آهي اهڙي صورت ۾ ڪ تہ مروج طور تي واتان نڪرندڙ آواز موجب لفظ لکڻ گهرجي. پيو تہ اهڙن زائد نونن کي صورت خطي ۾ جاءِ ڏيڻ ئي بي سود سمجهڻ گهرجي. اهڙن لفظن جي اصلوڪي صورت جا مثال جن کي قيرائي هن ڪتاب ۾ صحيح صورت ۾ آندو ويو آهي، هيٺ درج ڪجن ٿا.

| نمبر | اصلوڪي صورت | هن ڪتاب جي صحيح صورت | ڦير ڦير وارا حرف |
| --- | --- | --- | --- |
| | ڪنهن | ڪهن | پهريون نون آواز ٿو ڏي |
| | جنهن | جهن | " " " |
| | منهن | مينهه - مينه | ٻيون نون آواز ٿو ڏي |
| | مينهن | مينهه - مينه | " " " |
| | شينهن | شينهه - شينه | " " " |
| | ڏالهن | ڏالهه - ڏاله | " " " |
| | ٻالهن | ٻالهه - ٻالهه | " " " |
| | جتين | جيئن ء | صحيح آواز وارن لکڻ وقت "ء" پويان ٿو آواز ڏي. |
| | تئن | تيئن ء | " " " |

جيڪڏهن اهڙا ڌايد غنا ’نون‘، زور سان تنبا ته اهڙا ڪيترا لفظ نڪرندا جن جي پويان اهي ’نون‘ پئجي سگهندا. مگر اهي حقيقت ۾ غير ضروري بلڪ غير موزون آهن. مثلاً - پاٽي = پاٽين، ڪاٽي = ڪاٽين، ڌاڃي = ڌاڃين، ڇاڃي = ڇاڃين وغيره.

(٤) ڻ ۽ ڃ جي آوازن ۾ "ن" اڳتي



موجود آهي پر تڏهن ٻه ڪيترن معتبر ڪتابن ۾ انهن لفظن جي پويان ’نون‘ زايد آندل آهن. مثلاً - سهڻا = سهڻان، مهڻا = مهڻان ماڻا = ماڻان، اڃا = اڃان، سڃا = سڃان.

باقي وڃان جو پويون ’نون‘ صحيح آهي ڇاڪاڻ ته اهو "آن" زمان مضارع جي نشاني آهي. (وڃڻ - وڃ - وڃان) اهڙي ساڳي طرح "ڻ" اکر (ڙ ۽ ن) جو اڳتي مرڪب آهي. تنهن ڪري ان جي پويان ’ن‘ آڻڻ اجايو ٿيندو. اهڙا ٻيا ٻه مرڪب (ڳنڍيل) حرف سنڌي (الف ٻي) ۾ موجود آهن، جهڙي طرح ج ۽ ڄ (جھ) گ ۽ ڳ (گھ) وغيره.

هن ڪتاب جي صورت خطي جو ايڏو وڏو ڦات ڦيرائي، سموري ٻولي ۾ پاڙ ڪڍو وجهڻ، اسان بلفعل موزون ۽ واجب ڪين ٿا سمجهون. ڇاڪاڻ ته اها ڦير گهير رڳو اسان جي خيال تي منحصر نه ٿي رکي. مگر ڪٿ ۾ ڪٿ جيڪي زايد ’نون‘، ۽ ٻيا حرف صورت خطي ۾ ڪم اچي ويا آهن ۽ انهن جو آواز قدرتي تلفظ سان نٿو ملي، نه ڪي انهن جي ڪا ضرورت

نظر اچي ٿي ۽ ضروري انهن جي ڪڍڻ ڪري
لفظ جي معنيٰ ۾ ڪو ڦيرو پوي ٿو، اهڙن زايد
لوڻن ۽ اکرن کي هن ڪتاب جي صورت خطي ۾
جاءِ ڪانه ڏني وئي آهي. اهڙن زايد حرفن جا
مثال نموني طور مٿي ڏنل آهن ۽ پر جيڪڏهن
هن ڪتاب ۾ ڪهن هنڌ اهڙا زايد حرف اسان جي
مٿي ذڪر ڪيل اصول جي خلاف نظر اچن ته
اها پريس جي چڪ ڄاڻڻ گهرجي.




## شڪريه

آخر ۾ فقير ولهداس دارازي (ڊپٽي ڪليڪٽر)
جي حق ۾ سواءِ دعا جي ٻيو ڪجهه به چئي نٿو
سگهان. جنهن شريف دوست هر طرح سان منهنجي
مثل شوق کي زنده ڪرڻ ۾ مسيحائي جو
ڪم ڏنو آهي. مان مبالغي سان نٿو چوان ته
جيڪڏهن منهنجو هي عمر رفيق شفيق دوست مون
کي هن ڪم ۾ پنهنجي مصلحت ۽ مشوره جي خزاني
مان دمت جي جواهرن سان مالامال نه ڪري
ها، پڻ مالي ۽ خيالي امداد نه پهچائي ها، ته هي
عشق ۽ عرفان جي عطرداني، اهل ذوق شوق
جي دماغن کي، هوند ايترو جلد معطر ڪين ڪري ها.

رسالي جي بيٺڪ کي وقتن جي لحاظ تي
باقاعده ورهائڻ، ۽ هر ڪا راڳ بنسبت سنگيتن
موجب مشوره ڏيڻ ۾، منهنجي معزز دوست
سيٺ قيمترام صاحب رهيجي (شڪارپوري) جيڪو

پنهنجو قيمتي وقت خرچيو آهي، ان لاءِ هن صاحب
بيشڪ ڪوڙين ڪيرون لهڻيون.

موصوف سيٺ صاحب، في زمانہ سنڌ ۾
علم موسوقي (راڳ وديا) جي فن جو هڪ مُسند
ماهر ليکيو وڃي ٿو. تنهڪري اسانکي يقين
آهي، تہ اها تقسيم ۽ تحرير کهڙو ڪري نقص
مان نڪتل آهي.

مسٽر نارائڻداس شنڪراڻي اير- اي پرنسپال
ڌرم سڀا هاءِ سڪول شڪارپور جي هن باري ۾
ڏيکاريل همدردي پڻ وسارڻ جوڳي ڪين آهي.
هن آزاد خيال انسان جي مشوره جي مشڪوري
کان مهنجي قلم کي قاصر رهڻ نہ کهرجي.

مشڪور احباب
آغا صوفي





## سنڌ ملڪ ۾ علم جي بي قدري

سنڌ جا جهونا ڪتب خانا جيڪڏهن ڪڍي
جاچبا، تہ سنڌ جي هزارن عالي دماغ شاعرن،
فيلسوفن ۽ مصنفن جي محنتن جا بي بها ذخيرا
منجهن موجود ڏسبا؛ پر افسوس جو انهن عالمن
جي دماغ جو دفن ٿيل خون بند رهڻ سبب،
اهڙو تہ خشڪ ٿي ويو ٿو ڏسجي، جو منجهس اها
رنگت ئي ڪانہ رهي آهي. اهڙا ڪيئي ڪتب
خانا اسانجي نظر مان نڪتل آهن، جي اڌهي
جي ٻوري ٻوري خوراڪ ٿي رهيا آهن؛ مگر
افسوس جو جيڪي آهن سخي، تنجو هٿ هيو
نٿو ڪري ۽ جن وٽ وري آهي ڪا موجودات
تن وٽ سخا جو نالو بہ لهہ پوءِ چٿو تہ اهي
ٻاهہ رفتگان نروار ڪري، سو ڪري ڪير، عالم

آشڪار ٿين سو ٿين ڪين. سياڻن سچ چيو آهي ته....

"چڱا سي جن جا پويان چڱا"

مغربي قومن جي ترقي جو هڪڙو سبب اهو به آهي جو هو پنهنجن عالمن کي مرڻ کان پوءِ به مرڻ ڪين ڏين.

سچ پچ جيڪڏهن اسان جي سچل سرمست جهڙا معرفت جي باغ جا مالهي مغربي دنيا ۾ پيدا ٿين ها، ته سندن ڪارنامن جي ڇپائي ۽ شرحن لکڻ تي، هزارها رپيا خرچ ته ڪير نه قربان ڪري ها. "پر گهر جو پير چلهه جو مارنگ" وارو مثال شايد رڳو اسان جي سنڌڙي سان ئي لاڳو آهي ۽ آهي به واقع ائين.

گل پھینکے ہو اوروں کی طرف اور ثمر بھی
اے خانہ بر انداز چمن کچھ تو ادھر بھی

## سچل سرمست جو فارسي شعر

سنڌي ڪافين ۽ بيتن کان سواءِ، سچل سرمست جو پارسي زبان ۾ چيل شعر، ديوان آشڪار ۾ درج ٿيل آهي، جو واقع حقيقت جي حال جو هڪ بي نظير ڪتاب آهي، مگر اڄ ڪلهه ڏسجي پيو ته پارسي زبان کان محروم سنڌ جا عالم، سنڌ مان پارسي جهڙي مٺڙي ۽ رسيلي زبان جي ڏاڍي ڪٽائڻ ۾ ڪيتري نه قدر سرگرم آهن. نه رڳو ايترو پر هو ڪهڙن قدر منزل مقصود کي وڃي اوڏو به ٿيا آهن. تهڪري اهڙن هيرن جو قدر، جاڻڻ وارن ريءِ جاڻي، سو جاڏي ڪيرو پوءِ چئو ته ڪين ته اهڙا ڪيماوي نسخا، دنيا جي هستيءَ جي صفحي تان معدوم ٿيندا رهندا.

انهن سڀني ڳالهين تي مدنظر رکي، اسان اهو نتيجو ڪڍيو، ته اهڙي قدرتي شاعر ۽ سچي سالڪ جي نازڪ خيالي کي به طريقي ضرور ظاهر ڪجي، ته پڻ هرڪ انسان اهڙي عاشق جي خوب ۽ خاص خيالن مان واقف ٿئي، ۽ فيضور ٿيڻ کان محروم نه رهي.

انهي ڪري اسان سچل سرمست جا آهي فارسي ڪلام، جي ديوان آشڪار ۾ درج آهن، ڪثرت سان تصديق طور هن ڪتاب ۾ هر منزل تي سنڌ سنڌي بيتن سان گڏ پيش ڪيا آهن.

# فقيري ۽ شاعري

وڃي ڇڏ وڻ ته وڏائي جا

شعر ڇوڙ ۾ نامي فقيري (سرمست)

جناب ديوان ڪوڙيمل چندنمل کلناڻي (نظر ثاني) ... ڪربخشاڻي صاحب واري شاهه صاحب جي رسالي جي شرح نظر مان ڪڍندي، اسان کي ڏک سان ظاهر ڪرڻو ٿو پوي، ته ديوان موصوف جو قلم الاجي ڪين ڦ قبضي مان نڪري ويو آهي، جو سچل سرمست جهڙي عالم فاضل ۽ ثاني منصور جي باري ۾ لکيو اٿس ته........ "سچل وغيره شاهه صاحب جي درجي به رسي ڪين سگهيا آهن." انهيءَ مان معلوم ٿو ٿئي ته سرمست صاحب جي تحريري ڪارنامن مان، جناب ديوان صاحب جي نظر کي، هڪ نقطو به نصيب ڪين ٿيو آهي.

لطف مستي تو ڪيا جاني واعظ
اري صاحب تو ني تو پي هي نهين



جيڪڏهن هن لاهوتي لعل جو ڪو نظم يا نثر نظر مان نڪتو هجي ها ته اهو سندس خيال جي آغوش ۾ شايد اچي ڪين سگهيو آهي، بلڪ سندس سليم سمجهه جي دائري کان ٻاهر رهجي ويو ٿو ڏسجي.

جيڪڏهن هو صاحب سچي سرمست جا رکيو ڇاپي هيٺ آيل ڪتاب جهڙي طرح ديوان آشڪار، رازنامو، قتل نامو، ڏاٽارنامو، رهبرنامو ۽ ٻيا ڇيدي سنڌي ٻوليءَ ۾ جدا جدا بيت ۽ ڪلام، جي هزارن جي مٿي ٿيندا، مطالع فرمائي ها، (جن مان ڪي هن ڪتاب ۾ پڻ ڏنل آهن) ته هوند اهڙي اڻ سهائيندي پيٽ پل ۾ انهن ٻن ماڻهن جي وچ ڪريتي ڪين ها. درحقيقت حضرت شاهه لطيف جي شعر ۾ جيڪي فقيرانه خوبيون ۽ روحاني راز آهن، تن تي اسانجو صاحب قلم جناب ديوان صاحب ويو آهي ڪک وجهندو، باقي رکيو ظاهري شاعرانه ڇٽ پٽ ۾ سو ڪيس امت اچاريو اٿس.

انهيءَ ۾ ڪو شڪ ڪونهي، ته عام عشقي آڪاڻين کي هڪ عجيب غريب پوش ڏيڻ جي طرز، حضرت شاهه پنهنجي پوري پوري عمل ۾ آيل هئي؟

پڙهي قدرتي سيني سينتري کي شاعراڻي رنگ ڏيڻ ۾ سچ پچ ڪين کٽايو اٿس ۽ مولانا رومي جي مثنوي جو ترجمان به ڪئي هيو ۽ پر جڏهن شعر جي شاهي ميدان تي نظر پوي ٿي، تڏهن منصف مزاج من اين ضرور چوندو ته شاهه صاحب جو شعر علم عروض جي قاعدي کان آزاد آهي.

علم عروض جي معنيٰ رڳو بحر جي بندش نه آهي، بلڪ جهن جا جملا پهلو پورا هجن.
مثلاً سر ڪلياڻ ۾ شاهه صاحب فرمائي ٿو ........

"ڪري پاڻ ڪريم جوڙون جوڙ جهان جون"

هاڻي ڪيڏانهه ڪريم جي صفت (بخشش) ۽ ڪيڏانهه جهان جي خلقڻ جو ڪم، جو هتي ڪريم کان ورتو ويو آهي. شعر جو قاعدو آهي، ته جا فاعل ۾ صفت هجي، ان جو فعل به انهيءَ صفت وارو هئڻ گهرجي. تهڪري خالق جو ڪم ڪريم کان وٺڻ شعر جي داد کان دور آهي.
ڏسو مولانا سعدي جي ڏايتي. ڪريما ۾ ٿو فرمائي.

"ڪريما ببخشاي بر حال ما"

شعر ۾ جيڪڏهن شاعر ڪريما جي بدران رحيما آڻي ها ته به شعر جي قاعدي موجب بحر غلط ڪين ٿئي ها، پر

بسمجهائي (سٽ ١٨)



جهن صورت ۾ پوئان بخشش جو لفظ بيٺو آهي، تهن صورت ۾ هنڪي فاعل به اهو آڻڻو پيو، جهن ۾ بخشش جي صفت موجود هجي، يعني 'ڪريم' ۽ نه 'رحيم'. هي هنڌ سر سامونڊيءَ ۾ شاهه صاحب ٿو فرمائي.

"اڃ گس غواصن، جهن ۽ سمنڊ موجهاڳون
پيهي منجهه پاتار جي، ماڻڪ ميڙياڳون
آڻي ڏنائون هيرا لعل هٿن سين."

شعر جي قاعدي موجب جهن چيز جو نالو شعر ۾ آندل هجي، خوبيون به انهي چيز جون اُهي بيان ڪرڻيون آهن، جي منجهس موجود هجن ۽ نه هيون. هاڻي مٿين بيت ۾ شاهه صاحب هڪ طرف سمنڊ ڏيکاريو آهي ۽ ٻي طرف ان جي خوبي ۾ هيرا ۽ لعل ظاهر ڪيا اٿس ۽ جي سمنڊ جي بنهه پيداش ڪين آهن ۽ بلڪ جبلن ۽ ٽڪرن جي پيدائش آهن. خبر نه آهي ته الاجي ڪهڙي سمنڊ ۾ حضرت شاهه ڀٽائيءَ اهي هيرا ۽ لعل ڪٿا ٿيل ڏٺا هوا. هان جيڪڏهن اين چئبو ته هن وحدت جي وادي جي غواص وحدانيت جي اونهي اوڙاهه ۾ سڀ ڪجهه خلط ملط ڏٺو هجي، ته اسين بيشڪ مجبور لاءِ تيار آهيون.

هي صورت ۾ علم عروض جي ظاهري فن موجب ته اهي شعر
جي قاعدي موجب ڳاتي پکيون غلطيون آهن؛
جي جيڪڏهن ڪهن مجازي ماهر شاعر کان صادر
ٿين، ته پيو نه ته به ڪيس انهيءَ هيرن ۽ لعلن
واري سمنڊ جي ڪٺي حوالي ڪجي.

مٿي ڪيل ذڪر موجب توڙي مڃي شاهه صاحب
جو شعر، توڙي مڃي سچل سرمست صاحب جو، اهي
سڀ علم عروض جي ظاهري فن جي نقطچيني کان
آجا ٿي نه ٿا سگهن. ڇاڪاڻ ته سندن ڪلام
۾ ان وقت جي حال هستي ۽ موج مستيءَ شعر
جي قاعدي جا زنجير ڪهڙو ڪري توڙي ڇڏيا
آهن؛ مگر ڪي خاص شاعرانه نقطا، جيئن ته هم
سرحرفي (Alliteration) تجنيس، مضمون نگاري،
شعر جيءَ جدت ۽ سلاست وغيره خوبيون، جيڪي
هنن ٻنهي بزرگن جي شعر ۾ نظر اچن ٿيون،
سي پڻ سچ پچ سندن لدني علم جا ثبوت آهن
۽ نه شاعرانه فن جا.

جيڪڏهن اهڙن بزرگن جو ڪلام محض
مجازي شاعرانه ڪٿ جو ڪلام ليکيو ته اسان
سندن خاص ڪلام کي حقاني يا وجد جو
ڪلام ڪري ڪوڙ لاءِ تيار ڪين آهيون.



جيڪڏهن ائين به چوڻ ۾ ايندو ته
اهي محبت جا ماڻ آنهن مستن مدهوشيءَ ۾
ڪين ميا آهن، ته پوءِ سندن ڪلام ايتري عزت
جي نظر سان ڏٺو وڃي سو وڃي ڇو؟

مگر جهن صورت ۾ اسانجو انهن بزرگن جي فقيرانه
هستيءَ ۾ پورو پورو وشواس آهي، تهن صورت ۾ سندن
شاعرانه هستي کي فقيرانه هستي تي ترجيح ڏيڻ
کان اسانجو قلم قاصر آهي.

جيڪڏهن سچل سرمست ڪاهي ڪاهي پنهنجي
فارسي ديوان ۾ مجازاً شعر گوئي ڪئي به آهي،
جهڙي طرح مرشد جي تعريف، حضرت عطار جي
۽ پيغمبر سڳوري جي واکاڻ وغيره، ته اها البت
شعر جي قاعدي ۾ پوري پرپوتل نظر اچي ٿي.

انهيءَ مان ثابت آهي ته سرمست صاحب نه رڳو
قرآن شريف جو حافظ هو ۽ فارسي زبان جو ماهر پر شعر
جي علم مان به واقف هو. مگر اهي قاعدا موج
مستيءَ واري حال ۾ چيل شعر سان لاڳو ٿي نٿا سگهن.

اسان جي هنن سٽن جي اها ست نه آهي
ته ڪو پٽ ڏٺي کي معمولي هستي ثابت
ڪريون؛ ڇاڪاڻ ته سج ڪو ٿري
ٻيٽ لڪي، پر اسانجو مطلب اڏو آهي

ماهر هو (سمت ١٥)

تہ رڳو ظاهري شعر جي فن ۾ جو حضرت شاھ سائين کي امت اچاريو ويو آھي، سو اھڙي ڪامل فقير جي فقيري شان وٽان ڪين آھي ۽ نہ وري اھو طريقو اھڙي بزرگ هستي ۽ لاڪطي لعل سان درحقيقت لاڳو ٿي سگهي ٿو.

اسان جو دراصل هي مطلب آهي تہ توڙي هجي شاھ ڀٽائي، توڙي هجي شاھ ڪريم، توڙي هجي سچل سرمست، توڙي هجي سامي ۽ اهي الڪ جا لکيندڙ لعل، ظاهري علم جي قاعدي جي قيد ۾ اچي نٿا سگهن ۽ ٻطن جو ڪجھ زيب زينت سندن قول يا فعل ۾ نظر اچي ٿو سو سندن حقيقي عشق ۽ لدني علم جي سچائي جو ثبوت آهي.

اين سخن عشق ست ني از شاعريست
كي خسان دانند ايں اشعار ها (سرمست)

هي عشق جا آلاپ آهن ۽ نہ ظاهري شعر جي فن جا پيلا هن ڪلامن جي جٽن کي ڪهڙي چاڻ.

ديوان آشڪار ۾ "ري" جي رديف ۾ سرمست صاحب انهيءَ ڳالھ تي زور ڏئي ٿو ظاهر ڪري.

در حال همين كتاب گفتم
از خيال بدان مدان تو اشعار

## شاھ ڀٽائي ۽ سرمست درازي

شاھ ڀٽائي، مذهبي رنگ جو صوفي هيو. انهيءَ ڪري متس ڪفر جي فتوي ڪانہ آئي آهي.

ثابتي

"تان مڃ محمد ڪارڻي نرتون منجهان نہ
تان تون وڃيو ڪين ۽ نائين ڪنڌ ٻين کي" (شاھ)

سرمست درازي، لامذهب صوفي هيو. انهيءَ ڪري متس انيڪ ڪفر جون فتوائون آيون آهن.

ثابتي

مذهبن ملڪ ۾ ماڻھو منجهايا
شيخي پيري بزرگي بيحد ڀلايا
ڪي نمازون نوڙي پڙهن ڪن مندر وسايا
اوڏو ڪين آيا - عقل وارا عشق کي (سرمست)

---

هند و مومن ناهيان - آءٌ جوئي آهيان سوئي آهيان (سرمست)

انهيءَ هوندي به شريعت کي ڪو جاهل صوفين
وانگر ننديو ڪونه اٿس.

**ثابتي**

از شرع رو متاب گر مردي
غوث و قطب کنند سلام شرع
آن موحد که درد عشق گرفت
سر تصدق کند بنام شرع
گفت ملحد که حد شرع گذاشت
چون بحد رسم کدام شرع (سرمست)

انهيءَ مان معلوم ٿو ٿئي ته سرمست صاحب کي
سچ پچ شريعت جي به عزت ضرور هوئي.
پر سندس آخرين مصرع مان معلوم ٿو ٿئي ته عشق
واري منزل مذهبي اصولن کان آجي آهي؛
خاص موج ۽ مستي جي وقت.
شاه ڀٽائي نهائي ۽ نياز جي درياهه ۾ هميشه غرق
رهيو آهي.

**ثابتي**

جيڪي مڏجهه جهان سو تاريءَ تڪي ڏهنجي
لطف جي لطيف چئي تو رت ڪمي ڪانه
مدل ڇتان آءُ نه ڪو ڦرو ڪجهه فضل جوء



آڏو ڇڪڻ چاڙ - موج نه سهي مڪڙي
مڪڙي مٿاين هو، بيحد چاڙهم ٻار
چوڻ چارو ناهه ڪو، بدهون بي شمار
ڪپر ڪارو نيار - اڪارين احسان ٿمن (شاهه)

سرمست درازي موج ۽ مستي جي مهراڻ جو ڏونهو هيو.

**ثابتي**

مست رهي ميخاني اندر، مڪه ولي سي مستي
مستي مان نا سرسجا ٿي، ٿون جو ڪم ڪمبختي
بهون سڀ ڪوڙ بون ڳالهون سچا سچو عشق السعي (سرمست)

شاهه ڀٽائي پنهنجن ڪلامن ۾ معرفت جي مامرڪي
ڪنهن ڪري پوشيده رکيو آهي ۽ جي وري ڪٿي
انا الحق جو آواز آلاپيو به اٿس ته به اهو
پردي اندر.

**ثابتي**

جان جو ڪهي ٻاڻ ۾، ڪيم روج رهاڻ
نڪو ڏونگر ڏيهه ۾ نڪا ڪيچن ڪاڻ
پنهون ٿمس پاڻ، مستي تا سور هوا، (سرمست)

مٿين بيت ۾ گرچ شاهه صاحب انا الحق آکي
رکو آهي، مگر پنهون جي پردي ۾ ۽ نه ظاهر.

---

اول بيت شاهه جو آهي ۽ ٻيو سرمست جو

**سرمست درازي** حقيقت جا حال پٽ پڌر ڪري ڏيکاريا آهن ۽ هر دم قدم تي ظاهر ظهور انا الحق پيو آکيندو ويو آهي.

### ثابتي

عاشق انا الحق - آکيو پيو آکيج
هادي عبدالحق - حرف هدايت هي چيو (سرمست)

ادب الي اوٽ - اوٽ نه اڳاهون ٿئين
مار نناري چوٽ - عاشق انا الحق جي (سرمست)

**شاهه ۽ سرمست** ٻئي عالم فاضل هوا

**شاهه ڀٽائي** مولانا رومي ۽ جامي جو مقلد ٿي رهيو آهي ۽ مولانا رومي جي مثنوي جو ترجمو پنهنجي شعر ۾ گهڻو ڪيو اٿس.

### ثابتي

"مثنوي و مولوي و معنوي
هست قرآن درزبان پهلوي" (رومي)

### ترجمو

"جي تون ٻيٺ ٻانڌين، سي آهيون آهين
نيو من لائين - پريان سندي پار ڏي" (شاهه)



"چشم بند و گوش بند و لب ببند
گر نه بيني نور حق، بر من بخند (رومي)

### ترجمو

"طالب ٿصو سنڌ سر، رومي چيو آهي
تاڙي جي لاهي، ته منجهين مشاهد ٿئي" (شاهه)

**سرمست درازي** معرفت جي ميدان ۾ حضرت عطار کي تسليم ڪيو آهي. نه رڳو ايترو پر مولانا جلال الدين رومي ۽ مولانا جامي کي حضرت عطار جو غاشيه بردار ڪري ڪوٺيو اٿس.

"عطار نبود آنکه خدا بود خدا بود
او پاي وجود آنکه خدا بود خدا بود
در نام فريد آمد آن يار يگانه
پس عشق فزود آنکه خدا بود خدا بود

"اي دلا خوشبوز شه عطار در جانم رسيد
آن زمان يکبارگي از کفر و دين مارا کشيد
چه جلال الدين چه جامي غاشيه بردار او
اين چنين تعريف من از پير عبدالحق شنيد" (سرمست)

**شاهه ڀٽائي** پنهنجي حياتي جو ڪجهه وقت سيلاني ٿي رهيو آهي، جنهن ڪري سندس سمورو ڪلام سندس ٻيروني تجربن سان ڀرپور پيو ڏسجي.

ان کان سواءِ نیچر جي نظارن کي نظر ۾ آڻڻ واسطي ته، استاد ڪامل هيو بلڪ لاثاني چئجيس ته غلط ڪين آهي.

ثابتي

سڄڻ لسي سهيائون، ٻندر جن ٽڙن تي
سڄڻ سڀي ساڃ ڪري، ڪوهه ڪديائون
ٻڙڪون ٻحرن ۾، چوڙي چڏيائون
لهريون لنگهيائون، لطف سان لطف چئي (شاهه)

لڪا لنڪا ڪن، لهه لڪا جي ارهيا
سڄي سوني لڪا جو، سڪ نه سانوڻ ڏين
پره پڇڻه چوڙيا، ڪاري ڪهڙائن
وڏي ڀاڳ پٽن، جي ڪهيا ڪارو نيار ڏي (شاهه)

سرمست درازي کهٽو ڪري پهنجي جيءَ سان جهيڙو ئي جوتيو آهي. هنجو سير سرير کان ٻاهر ڪين هيو. قدرت جي ڪلني ڪارنامن جا سيني اندر سير ڪيا اٿس.

ثابتي

"جان پرورتم پاڻ کي، تا پاڻ پهون آهيان
ڪيهي طرف ڪاهيان- جو طرف مڙيئي تهڙتيا" (سرمست)



"غوطو مارج اوچتو، منجهه قلزم ڪارونيار
زمين زمن آسمان، اندر آب وسار
دانه دم گذار- طالب تي تاريڪ ۾ (سرمست)

"در ولايت جسم وجان من بادشاهي مي ڪنم
بادشاهي چيست ليڪن خود خدائي مي ڪنم" (سرمست)

"شام ز عرب چه ايران پرسي تو راه توران
هرگز مشو تو حيران باشي تو گنج خانه
ڪردي بسي زيارت ديدي همه عمارت
ڪردي بگو چه کارت باشي تو گنج خانه" (سرمست)

شاهه لطائي سالڪ هيو
سرمست درازي سالڪ مجذوب هيو

ثابتي

مست ٿئين ته مريد نه رکجان، وه جا راهه ديواني
آمدرفت نه چاڙن ڪڏهين، بيخود ڪن نه ٻهائي
بي سڌ، سڌ انهن کي ناهي، رهندا لامڪاني (سرمست)

همي رقصم همي رقصم همي رقصم برسوائي
همه مردم هميگويند بود اين شخص سودائي (سرمست)

شاهه لطائي پهنجي سموري حياتي بزرگانه نموني ۾ عبادت ۽ بندگي ۾ مذهبي اصولن جي پابندي سان گذاري آهي.

**سرمست درازي** پيري ۽ بزرگي کان بلڪل بيزار رهيو آهي سندس حياتي عاشقانہ طريقي جي حياتي نظر اچي ٿي ۽ نہ زاهدانہ.

### ڏــابڙي

بزرگ شيخ مشائخ يارو، نا مخدوم اِماميِ
نڪي قاضي نڪي ملا، معلم پير بڻايا سي
نڪي شاہ ذڪي جا ذاهي رنگہ رساہ رکيا مي
**سچا** ياجهون عشق الاه جي- ڪوڪي هنر نہ سکيامي

مرشد آکيو عاشق ٿين تان، مڪر ڪج مشاخي
شيخي پيري سڀ بزرگي، اٿي سڀ ملاخي
**سچا** سوز گداز سو اسچ، بيا سڀ چورطباخي

عاشقان با شند در سوز و گداز
زاهدان هستند در روزہ نماز سرمست

**شاہ ڀٽائي** هميشہ جمالي هيو.
**سرمست درازي** کهڙ ڪري جلالي هيو.
مطلب تہ ــ شاہ ڀٽائي جي ڪٽي هڪ لعل هيو تہ سرمست درازي هڪ روشن چراغ هيو.



حاشي ( سٽ ٢ ۽ ٣ )

( باب پهريون )

## تصوف ۽ ويدانت

# تفصيل



# صوفي

## تصوف ۽ ويدانت

### (معنيٰ ۽ تاريخ)

اهل قلم مدتن کان صوفي لفظ جي اصليت ۽ معنيٰ ثابت ڪرڻ ۾ غلطان ۽ پيچان رهيا آهن. ڪي چون ٿا ته صوفي لفظ صوف (پشم) مان نڪتل آهي جو انهيءَ جماعت پوشاڪ جو رنگ آهي. ڪن جو قياس آهي ته صوفي لفظ جو اشتقاق صف آهي ڇاڪاڻ ته اها جماعت هميشه عبادت ۽ بندگي ۾ سڀ کان پهرين صف (قطار) ۾ رهندي آئي آهي. گهڻو ڪري اهل قلم، صوفي لفظ جو بنياد صفا مان ثابت ڪن ٿا. جي، صوفي سرمست سدائين سيني جي صفائي جا صاحب آهن. ڪن ته وري فلاسوفي ۽ ٿيا سوفي لفظ جي خيال تي صوفي لفظ يوناني زبان جو لفظ مقرر ڪيو آهي. ڪن راوين جي روايت آهي ته حضرت محمد مصطفيٰ (صلم) جي زماني ۾ مسجد

جماعت جي پوشاڪ (سٽ ٤)

نبوي جي ڀتيءَ ۾ هڪ چبوترو هيو، جهن ۾ مسڪين ۽ عاجز اصحاب جناب حضرت محمد مصطفيٰ (صلعم) جي پاڇي هيٺ پرورش پائيندا هيا. انهيءَ چبوتري کي عربي ۾ صفه سڏيندا هيا ۽ انهن اصحابن کي اصحاب الصفه ڪري ڪوٺيندا هوا. تنهنڪري چون ٿا ته اهو صوفي لفظ صفه مان نڪتل آهي. علامه عبدالڪريم بن هوازن قشيري پنهنجي رسالي قشيري ۾ انهن معنائن کي رد ڪيو آهي، پر سڀ کان زياده قابل قياس راءِ جيڪا ڏني آهي ته علامه ابن جوزي جي آهي جو تصوف جي تصنيفات جو هڪ معتبر مصنف ڄاتو ويو آهي. هو وليد بن قاسم جي روايت موجب بيان ڪري ٿو ته عرب جي جاهليت واري زماني ۾ صوفي نالي هڪ گروهه هيو جو ان وقت جي ظاهر پرستيءَ کان منهن موڙي دنيا تياڳي ڪعبي شريف ۾ گوشه نشيني اختيار ڪري حقيقي عشق ۾ مشغول هوندو هيو. اهو فرقو غوث بن مرين جي خاندان مان هيو، جو تميم بن مره جو قبيلو هيو. اڄ ڪلهه عام فهم اهو آهي ته صوفي لفظ جي اصليت صاف يا صفا آهي.

نبوي ( سنت [illegible] )



مگر سچ پچ صوفي لفظ جي اخلاقي معنيٰ اها آهي، جا علامه جوزي جي مٿي ڄاڻايل تاريخي ۽ معتبر روايت مان ثابت ٿي چڪي آهي. انڪانپوءِ جڏهن عرب اسلامي نور سان منور ٿيو، تڏهن مسلمانن انهيءَ فرقي جي ماڻهن جي هلت چلت، عجز ۽ اخلاق ڏسي، ساڻن دل مان تيڙ لڳا. آخرڪار صديءَ اندر انهنجو رنگ ڍنگ اسلام ۾ پورو پورو جذب ٿي ويو. انهن طرفين جو توصل ايتري ته قدر ٿيو جو انهيءَ فرقي وارن کي عابد ۽ متقي سمجهي مسجد نبوي ۾ رهڻ جي اجازت ڏني وئي، جن کي پوءِ اصحاب صوفيه ڪري سڏيندا هوا، جهن لفظ کي اڄ ڪلهه خواه مخواه اصحاب صفه جي صورت ڏني وئي آهي، جا غلط آهي. ڇاڪاڻ ته صوفيه يا صوفي لفظ ظاهر پرستن لاءِ الٽ اُکرو آهي.

صوفي لاڪوفي ڪون پائنس ڪير
جني ماڻس وير، لڳي تني جو واهرو (شاهه)

مسلمان ۽ الهه ( سنت ۳ ۽ ۱۴ )

# صوفين جو عروج

زماني جي بدلجڻ سان گڏ انهن صوفي سڳورن جي پشميني پوشاڪ به بدلجي جدا ٿي وئي. سماع (آواز ڪلام) ۽ حال قال جون صحبتون گرم ٿينديون ويون. سندن صدري علم (معرفت جو علم) سندن سيني جي قيد مان نڪري، قلم جي قيد ۾ اچڻ لڳو.

ابو نعيم اصفهاني تصوف جي اصولن تي پهريون ڪتاب لکيو، جنهن ۾ جناب حضرت محمد مصطفيٰ (صلعم) ۽ سندن چئن خليفن سڳورن کي صوفي ثابت ڪيائين. علامه قشيري رسالو قشيري لکيو؛ جنهن ۾ فنا، بقا، قبض، بسط، وجد، وجود، صحو سڪر، نفي اثبات وغيره بنسبت زبردست ليکا لکيائين.

اهي ليکا ظاهر پرست عالمن کي بلڪل نوان، حيرت انگيز، بلڪ چڙ ڏياريندڙ نظر آيا. هيڏانهن هي ظاهر پرست بزرگ هٿ ڌوئي ڪم آزار فرقي جي اچي پويان پيا، هوڏانهن



وري وقتي سلطنت به انهن عالمن سڳورن جي پٺ ڀرائي شروع ڪئي؛ ۽ پوري پوري ڪلهي ڪانڌي ٿي پيئي رهي. هيڏانهن هي ويچارا صوفي سڳورا وڃن سو وڃن ڪيڏانهن. آخر مسڪين مٿان جهنڊا جهلي آيا.

ڪنس ڪويچن – تن طبيب نه گڏيا
ڏيئي ڏنڀ ڏڏن – پاٿا ڏيل ڏکويو (شاهه)

ذوالنون مصري ٨٦٠ع ۾ مقامات ولايت تي تقرير ڪئي ته ويچاري کي زنجيرن سان جڪڙي مصر کان بغداد روانو ڪيائون.

احمد بن ابحواري "الانبيا خادم الفقرا" (نبي فقيرن جا خادم آهن) زبان تي آندو ته مٺ پرستن اهڙو ته سوڙهو ڪيس، جو لاچار دمشق کان نڪري مڪي شريف منهن ڪري ٿو پيس.

بايزيد بسطامي معراج جي دعويٰ ڪئي ۽ سبحاني اعظم شاني زبان مان ڪڍيو ته ويچاري کي بسطام جي وطن کان ڪڍي سڪايائون، جو آخر وڃي جرجان جائگير ٿيو.

---

سبحاني ما اعظم شاني ۽ بسطام (سنه ١٦ ۽ ١٧)

۱۱ صدي ۾ ٿاري ابو سعيد حزز صوفي پنهنجي هڪڙي ڪتاب ۾ لکيو ته جيڪڏهن اوهان مون کان پڇندا ته ڪتان ٿو اچين ۽ ڪيڏانهن ٿو وڃين، ته منهنجو جواب اهو آهي ته خدا وٽان ۽ خدا ڏانهن. تهن تي ٻي سمجهه بزرگن ڪفر جو طوق ڪٺي ڳلي ۾ وڌس. انهن مخالفتن جو اهو نتيجو نڪتو جو ويچارا صوفي، ماڻهن کان منهن موڙي، گوشه نشيني اختيار ڪري، پنهنجي اصلڪي صوفي ٽولي وانگر ايڪانت ۾ ڪهارڻ ۽ گذارڻ لڳا ۽ پنهنجا خيال پنهنجن هم صحبتن ۽ اهل معرفت ريءَ ٻين سان ظاهر ڪرڻ کٽي بند ڪيائون.

الغرض مٿين ذڪر مان معلوم ٿي چڪو ته صوفي لفظ هرحال ۾ عرب جي سرزمين جي پيدائش آهي.

انهيءَ کانسواءِ فنا، بقا، نفي، اثبات، صحو، سڪر، وجد وجود، قبض، بسط، وحدت ڪثرت وغيره اهي جملہ عربي لفظ آهن. انهيءَ کان سواءِ صوفي لفظ کڻڻ ڪري اهل اسلام جي نئي زبان ۾ آيل آهي.



(تصوف جي تاريخ)

انهيءَ ۾ شڪ ڪونهي ته تصوف جي علم کي عرب نئون عملي جامو پهرائي، انجا جسم مس ساري دنيا ۾ صوفي جي ناني سان پکيڙي ڇڏيا.

مگر درحقيقت اين ء چوڻ جو اهو مطلب نه آهي ته ڪو تصوف جو علم ۽ صوفي لفظ وانگر عرب جي علمي دنيا جو ظهور آهي. نه نه هرگز نه جهن زماني ۾ عرب جي صوفين مس پرڙا ٿي سا هيا تهن سمي بلڪ ان کان گهڻو اڳ هند جي نگريءَ ۾ ڀوڳين ۽ صوفين پرواز ٿي ڪيا. من موهن هند جي رهبر ڪرشن جي گيتا يوگ ودیا ۽ تصوف جي پوري پوري شاهدي ڏئي رهي آهي. سندس مڙي من موهيندڙ مرلي صوفين جي موسيقي علم جي ثابتي ڏيئي رهي آهي. ڇاڪو ته اهنسا تصوف نه آهي ته ڇا آهي؟ جن جو ويدن سان واهپو هوندو يا جن کي گيتا جو گيان حاصل هوندو، انهن کي معلوم هوندو ته هنن پاڪ شاسترن جو هڪ هڪ لفظ واقعہ تصوف (يوگ) جي خوشبوءِ سان معطر آهي. مطلب ته تصوف دنيا جي ڪا ڪنڊ ڪين ڇڏي آهي.

ڪولم ھھ (سٽ ۱۴)

مغربي دنيا جي تاريخ تي نظر اچلائجي ته حضرت عيسيٰ (Crist) جي پياري صوفياڻي زندگي تي اکين اڳيان ڦري. "جيڪڏهن ڪو ڪٽي هڪ ڳٽي تي چماٽ هڻيو، ته اڳي صبر سان ٻيو ڳٽو ڦيرائي ڏيو" (قول عيسيٰ)

واقع اها هن نماڻي پيغمبر جي صوفيانه خيالن جي هڪ زبردست ثابتي آهي. عيسائي مذهب جا ناستڪ فرقي وارا صوفي نه هوا ته ڇا هوا. انهيءَ فرقي جو اصولي روحاني طاقت (آتمڪ بل) و ڌائڻ جو هيو. آخر اهو فرقو آهستي آهستي ويو آهي ٻيو رنگ ۽ پائنست ۾ بدل سدل ٿيندو.

مغربي ايشيا جي موسيقي علم جي مست مهراڻ جي موج، برهه جي بي پايان بحر مان، تصوف جي علم جا موچارا موتي، جي زماني تي ظاهر ڪيا ته حضرت موسيٰ پيغمبر (Prophet Moses) جي زماني ۾ ظاهر ڪيا. سو وري ڪيئن، جو هڪ ڏينهن حضرت موسيٰ جهنگ ۾ اڪيلو سير لاءِ ويو، جتي هوا جا صاف ۽ سڳند جهوٽا، نهرن جي شفاف ۽ پاڪ پاڻيءَ جا پريم ڀريا پرلاءِ، سرسبز شاخن تي پکين جون لطف ڀريون لاتيون، روح لامراحت



بخش هيون. پر حضرت موسيٰ جو ڌيان ڪنهن ٻي ڏانهن هيو. اتي الهام (آڪاسواڻي) ٿيس. جي "يا موسيٰ قي" (اي موسيٰ پڙ)[۳].

حضرت موسيٰ جو ڌيان هڪدم انهن عجيب آوازن ڏانهن ڇڪجي ويو ۽ اهي پريم سان پڙ پرلاءِ سندس زبان تي رهوار رهيا، جن مان طرحين طرحين سر نڪرندا ويا، جي سندس ماڻهن ۾ پڙ مروج ٿي باقاعده راڳ جو رنگ وٺندا ويا.

نه رڳو ايترو پر انهيءَ 'موسيٰ قي' مان موسيقي نالو انهيءَ علم تي پئجي ويو. جنهن کي انگريزيءَ ۾ ميوزڪ (Music) ۽ فرانچ ۾ ميوزيڪي جي نالي سان سڏين ٿا.

حضرت موسيٰ جي جن امتين (Followers) علم موسيقي سان واهپو رکيو، تن کي ايسيجي فرقو ڪري ڪوٺيندا هوا. مٿين ذڪر مان صاف معلوم آهي ته تصوف جو صوفي لفظ وانگر ڪنهن خاص زمين جي ٽڪري کي شرف مليل ڪونهي بلڪ ساري زماني جي رسيت وارن جي باطن جو علمي خزانو آهي.

---

Christ (سنت ٢)

[۳] اي موسيٰ پڙ (ست ٣)

پڻ دنيا جي هر چيز جي ابتدا آهي، جنهن جي انتها ڪانهي.

درحقيقت تصوف جي چاڻ ڪنهن بر حد اندر بند ڪين آهي، نڪي رهندي. اهڙي چاڻ جي چاڻندڙ کي سڏين ٿا صوفي.

جز گم شدن آشڪارا
آن صوفي با صفا نـر باشد (سرمست)

مطلب

اي آشڪار، اهو صفائي وارو صوفي نٿو ٿئي جو گم نٿو ٿئي.

---

سرمست صاحب جو هڪ زبردست طالب (چيلو) نانڪ يوسف ٿو پهنجي سنگر جي مٿين فارسي بيت کي سنڌيءَ ۾ هين دورائي.

"جي" گم هو ڪي ويڪه نظارا، آپ سارا
محبوب ڪي صورت ۾

## صوفي ۽ ٻيا مذهب

اهل هنود، جي تصوف کي ٻهرو ديا جي نالي سان ياد ڪرن ٿا، انهن وٽ تہ انهيءَ لهر کي روڪڻ هڪ مهاپاپ ليکيو ويو ٿو. باقي دنيا جي استيج تي جيڪڏهن تصوف جي تيز لهر کي ڪو روڪڻ وارو بند آهي تہ اهو آهي اسلام جو شرعي پهلو، جو انهن مان هڪ ظاهر پرست جماعت انهيءَ حقيقت کي کولڻ گناه سمجهي ٿي.

چاڪاڻ تہ انهيءَ تنگ دل جماعت جون اکيون اصل کان انهن عاشقن ۽ فقيرن تي ت چڙهيون آيون آهن. جيڪي ظالمانيون ڪي تڪليفون انهن حاسدن ۽ اڪري عالمن ڪر آزار مولا جي محبن کي ناجائز طريقي ... پهچايون آهن، تن جو بدنما داغ قيامت انهن جي دامن کير رهندو.

... امن کان تو ڏوتو و ليڪن حشر تڪ قاتل
... گردن ۾ منهجو خون اي جلاد باقي آ

نه رڳو ايترو بلڪ اهي خوفناڪ گناهه اهي مهاپاپ فرشتن جي ڳوڙهن سان به صاف ڪين ٿيندا.

درحقيقت اسلام جي تاريخ تي اهو ڪلنڪ ڪين آهي ۽ نڪا ڪا اسلام جي اهڙي انهن مذهبي ديوانن کي تلقين ملي آهي. جيڪڏهن آهي ته اهو لعنت جو طوق انهن نيم خواندن ملن جي ڳردن ۾ آهي؛ جن منصور جهڙي سچي سالڪ جو سرڙو سنگدليءَ سان سوريءَ تي سوار ڪرائي پنهنجي بغض جو بياض زماني تي ظاهر ڪيو؛ جن شاهه بلاول جهڙي گهوٽ کي گهاڻي ۾ پتر دل تي پيڙائي پنهنجي حسد جي حد ڪري ڏيکاري؛ جن شمس جهڙي شاهه جي ٻڪري وانگر کلڙي ڪلائي پنهنجي وحشانيت جي ثابتي دنيا جي پردي تي هميشه لاءِ ڇڏي. ڇا؟ گهاڻن ۾ پيڙائڻ، ٻڪري جيئن کل ڪلائڻ، اهي طريقا انساني اخلاق جا طريقا آهن. ڇا؟ انسان کي پنهنجي انسان ڀاءُ سان اهو انس ۽ سلوڪ رکڻو آهي. جيڪڏهن ڪو ڪٿي ائين چوندو ته ڪافر جي لاءِ اسلام ۾ قتل جو حڪم آهي ته ان صاحب کي ايسان جو نياز سان هي عرض ٿيندو ته قتل جو حڪم آهي،



يا عذاب ڏئي مارڻ جو حڪم آهي. مان نٿو ڀانيان ته ڪو اسلام جهڙو اخلاقي ۽ اخوت پسند مذهب ايترو ظلم روا رکندو.

ان کان سواءِ ٻيو جواب هي آهي ته اهو قتل جو حڪم ڪٿي مڃيو به وڃي ته به ڪافر لاءِ آهي يا انهن بزرگ هستين لاءِ جن کي وقت وقت جي وڏن عالمن ۽ مجتهدن وقت بوقت پنهنجن تحريرن ۽ لکيتن ۾ ولي الله، صاحب ولايت ۽ نيڪ ڪري لکيو آهي. پر هن وقت سوڏو به ڏسجي ٿو ته ڪو به عالم يا ڪو به عام يا خاص انسان، انهن عشق جي اوتارن کي برو نه ٿو چوي. پوءِ ڇو ته جن ماڻهن کي بدي ۾ به ياد نه ٿو ڪيو وڃي، انهن تي ڪفر جي فتوي ۽ ان سان گڏ عذاب وارو موت ڪيئن ٿو جائز ٿي سگهي.

ڇٽي سگهندو ڪو ته اسلام وارن سان هندن يا عيسائين يا يهودن ڪو اهڙو ويءُ وهايو آهي يا اهڙو وحشيانه برتاءُ ڪڏهن به ڪيو آهي؛ جهڙو هنن هاڏيءَ جي هنين پنهنجن مسلم ڀائرن سان ٿورو قدم کنيو آهي ۽ اهو به حق چوڻ تي.

البت جيڪڏهن هو اڄ ڪله جي ڏنڊي

ڪوندي ها ۽ ڦڪوڙي صوفين وانگر جاهل محض
ها ته چئجي ها ته ٺيڪ هو. پر هي عقل ٻڌون انهن معرفت
جي مردن سان ٿيون آهن، جن جهڙا فيلسوف،
جن جهڙا عالم فاضل، جن جهڙا عارف ۽ عاشق،
زماني جي پردي تي ڪي ٿورا پيدا ٿيا هوندا.
شاهه منصور، اهو عارف، اهو عالم ۽ اهو
عاشق هيو، جو جهن جي قافلي سان هندستان ۽
چين جي سفر وقت ٥٠٠ جيد عالم همرڪاب هوا.
شمس الحق جي ظاهري توڙي باطني علم جي هستي
ڪهن کان ڳجهي ڪين آهي. سچ پڇو ته رڳو
ان وقت جا حاڪم انهن خشڪ مزاج ۽ تنگ
دل ملن جي چست چئن ۾ بلڪل بند هوا، جن
ڪري انهن جي دلاء سبب اهي هاڃ ٿيندا
رهيا آهن.

ڇا ''انا احمد بلا ميم'' وارو احمدي اعلان انهن
وائون کان وسري ويو هيو؟ ڇا محبوب سبحاني
شيخ عبدالقادر جيلاني جا لفظ ''مريدي لاتخف الله
ربي'' حق سمجهي تسليم نٿا ڪيا وڃن؟ اسلام جا
حڪم سيني لاءِ ساڳيا آهن يا مختلف؟ اسان
جي دل ڪڏهن قبول نه ڪندي ته جيڪڏهن
اهڙن قهري قتلن جا قيل قال جناب پيغمبر (صلم)



جي وقت ۾ پيش ٿين ها، ته ڪو محبوب
خدا جن ڪڏهن به اهڙن ناجائز ظالمانه ۽ وحشيانه
طريقي سان اهڙن عارفن جي موت جو حڪم
فرمائين ها؟

عرب جي هنده عورت جي وحشاڻي هلت ۽
جناب پيغمبر صاحب (صلم) جي اخلاق جو مثال
اسان جي اکين آڏو موجود آهي. حضرت جن
جو چاچو حضرت امير حمزه صاحب حق جي طرفان
لڙندي شهيد ٿو ٿئي، هنده بدمزاج عورت ميدان
جنگ ۾ پهچي ڪيل وچن موجب لاش مبارڪ
جو سينو چاڪ ڪري دل کي ڪچي خون ٿي
ٿي، اها ساڳي عورت مڪي شريف جي فتح
وقت قيد ٿي حضرت جن جي پيش ڪئي وڃي
ٿي، حضرت جن رڳو ايترو ٿا فرمائين ته هنده
کي اسان جي پويان بيهاريو وڃي، جيئن
سندس منهن ڏسڻ سان اسان جي دل ۾ ڪروڌ
پيدا نه ٿئي. ڇا عجيب اخلاق جو مثال اسان جي
اکيان موجود آهي. هڙو دشمن، هڙو شترو،
جنهن ڪ اصحاب جي لاش مبارڪ سان هي
بي حرمتي ڪئي، ان لاءِ هي رحمت جو دريا
کي منهن نه ڏسڻ جو حڪم ٿو فرمائي.

سچ پچ جيڪڏهن انهن منصور يا شمس الحق وارن مڪارن ملن کي اها هنده هت چڙهي ها ته هوند بغير مصالح جي هن جو ماس ڪپهڙي رڙڪي وجن ها. اسان جو مطلب آهي ته انهن ملن کي پنهنجي سچي پيغمبر جي پيروي تي قدم بقدم هلڻ گهرجي ۽ انهيءَ وصف عاليه جي خلاف نه هلڻ گهرجي جا هن محبوب خدا ﷺ خاص وصف ٿي ليکي وڃي. جنهن کي سڏين ٿا ''اخلاق محمدي'' جنهن جي مچائڻ وارو نه رڳو عرب يا عجم آهي پر سارو يورپ آهي، يورپ ڇا بلڪ ساري دنيا آهي.

خير گذشته را صلواة ڇا ڪاڻ ته جيڪڏهن انهيءَ تي مفصل روشني اڇلائجي ته هوند هڪ جدا ڪتاب لکبي پوي. تنهنڪري انهيءَ گفتگو کي هت طول طويل ڪرڻ موزون نٿو سمجهيو وڃي. هت رڳو تصديق طور مختصر طرح تصوف ۽ اهل تصوف (صوفين) بنسبت شريعت جي پيروي ڪندڙ سچن صاحبن جا ڪجهه خيال قلم مان ڪيون، منصف مزاج پڙهندڙن اڳيان پيش ڪجن ٿا. انهيءَ لاءِ ته سچ ۽ حق جي شاهدي ڪهڙن جي صحيح ۽ سچي آهي. آيا هنن شريعت



جي شاهن جي يا هنن گول دماغ ۽ حاسد ملن جي، جيڪي انهن عارفن ۽ عاشقن جي حالات کان صاف غافل آهن.

در ميان خلق مي جويند ونيست
طالب حق را يكانى ديگر ست

امام شافعي، شيبان راعي صوفي کي ۽ امام احمد حنبل، ابو حمزه بغدادي صوفي کي ۽ ابو عباس بن شريح، جنيد بغدادي صوفي کي، هرجا تسليم ڪيو آهي.

ابو عمران، شبلي عليه رحمت صوفي کي پرپٺ پنهنجو رهنما ڪري مڃيو آهي.

امام احمد حنبل صاحب هميشه پنهنجي فرزند کي صوفين جي صحبت جي ترڪيب ڏيندو هيو فرمائيندو هيو ته سچي صوفي جا اخلاص انهيءَ [illegible] تي پهچن ٿا، جتي اسان کي رسائي ڪانهي. [illegible] سرمست جو فرمودو آهي ته هر صوفي فقير مگر هر فقير صوفي ناهي. (فقير = صاحب فقر)

[illegible] } اسلام جا جيڪي مستند ٤ امام (ليڊر)

وحدت و ڪثرت يکي دانند سرداران عشق
قائم اندر وحدت اند سيار اندر ڪثرت اند
خاکسار اند ظاهر آن گرچ در اهل نظر
باطن آئين که در درگاهِ عالي حضرت اند
آشڪارا اين مقامي نيست حاصل غير را
تا نداند عين را آن غين اندر حسرت اند

مطلب

هيڪڙائي ۽ گهڻائي رڳو عاشق ئي ڄاڻين. هو وحدت يعني هيڪڙائي ۾ قائم آهن ۽ ڪثرت يعني گهڻائي ۾ سير ٿا ڪن (يعني ظاهري هن سنسار ۾ هو گهمندا ڦرندا نظر اچن ٿا. مگر درحقيقت پرماتما ۾ لٽي آهن)

ماڻهن جي نظرن ۾ گرچ خاڪسار آهن پر سچ پچ هو محبوب سان مليل آهن. اي آشڪار (تخلص سرمست جو) هي مقام (آستان) ٻيو ڪي پراپت ٿي نٿو سگهي، جيسين ڪو غين مان عين ثابت نه ڪري. يعني جيسين هي ان ميءَ ڪوش جو صفاتي پردو (غين جو نقطو) دور نه ڪيو ويندو، تيسين اها حقيقي منزل ماڻڻ مشڪل آهي.

آن (ست ۴ فارسي بيت)

## صوفي

## متصوف ۽ مستصوف

مٿي صوفي جي معنيٰ تي ڪافي روشني اڇلائي وئي آهي، مگر هتي صوفي جي خصلت تي البت بحث ڪرڻ ضروري ڄاتو ويو. اها خصلتن جي خبر عام خاص ماڻهن کي صوفين جي سڃاڻپ ۾ ڪي قدر رهنمائي جو ڪم ضرور ڏيندي. صوفي جي تعريف هرهڪ اهل تصوف (ويدانتي) پنهنجي پنهنجي خيال ۽ منزل موافق ڪئي آهي، پر هي متفق راءِ آهي ته صوفي اهو آهي جو پنهنجي صفات ۾ فاني، ذات ۾ باقي، طمع کان آزاد، دمن (سوانسن) جي رعايت ڪندڙ هجي، ۽ ڀلي پن مايا جي مهراڻ ۾ رهي به، پر ان جي پليد پاڻي ۾ پاند ڪين پسائي.

ڏني ڏکو يار، اڻ ڏنو راضي ٿيا
صوفي سي ٿيا جي ڪين کڻي ويا پاڻ سان (شاهه)

شنڪر آچاريه جي مٿي موجب، پرماتما ۽ جيو آتما
[illegible] سنڌ سڃاڻڻ واري کي صوفي

سڌجي ٿو. يعني من، پراڻ اندريون، ۽ آپو وغيره نفس جي اپاڌين کان جيو کي آزاد ڪري پرماتما (برهم) سان ان جي سبنڌ رکڻ واري کي، اهو لقب ڏئي سگهجي ٿو، جهن بنسبت هو سمجهاڻي ڏئي چوي ٿو ته جيو، برهم جو جزو نه آهي مگر جدا به نه آهي. جهڙي طرح سج ۽ ان جا ڪرڻا، يا سج ۽ ان جو اولڙو. ٻاڪاڻ ته هو چوي ٿو ته برهم (حق) هڪ آهي جنهن ۾ ڪا به بدل سدل ٿي نٿي سگهي.

جنيد بغدادي صوفين جي سردار جو قول آهي ته صوفي اهو آهي جو الله کان سواءِ ٻئي کي ڪين سڃاڻي ۽ ڪيس الله کان سواءِ ٻيو نه سڃاڻي.

شوڪاني ٿو لکي ته صوفي هرصافي مصافي جو نالو آهي.

صافي اهو آهي جنهن جي دل گناهن ۽ عيبن جي ڪدورت کان بلڪل صاف ۽ پاڪ هجي. مصافي اهو جو محبت جي رتبي کي پهتل هجي.

سچل سرمست درازي جو خيال آهي ته صوفي اهو آهي جنهن کي هرزبان ۾ چڱو چاهيندا هجن ۽ ان جو ضد هرزبان ۾ ناپسند هجي.



ٻي هنڌ ٿا فرمائين ته صوفي اهو جو پنهنجي اختيار کي ترڪ ڪري ڇڏي يعني پنهنجو اختيار نه هلائي.

ڪبير صاحب، صوفي انهيءَ کي ٿو سڏي جو اندرين جي سنڀال ۽ سواسن جي رعايت ڪري

سخي سلطان قبول محمد درازي پنهنجي طالبن سان انهيءَ باري ۾ پنهنجا خيال هين ظاهر ڪندو هيو، ته صوفي کي گهرجي ته ڌرتي مثل ٿي رهي. يعني صوفي اهو آهي جنهن ۾ ڌرتي جون خوبيون هجن.

شاهه ڀٽائي ٿو وري فرمائي ته.

صوفي لاڪوفي ڪرنه ڀائنس ڪير
جنهن سانئس ويڙهي تنهن جو واهرو

متصوف

متصوف اهو انسان آهي جو انهيءَ درجي جي طالب ۾ آهي، مگر اڃا پڌري کي پهتو ڪين آهي.

مستصوف

مستصوف اهو آدمي آهي، جو ظاهري طرح سان پاڻ کي صوفين جي طرح ٻڌائي رکي ٿو، پر حقيقت ۾ مطلب دنيا جي طلب جو اٿس يعني من ۾ مايا جي منشا رکندڙ آهي.

# برهم = حق

كُنْتُ كَنزاً مَخْفِياً فَاَحْبَبْتُ اَنْ اُعْرَفَ (اَنْ اُظهِر)
فَخَلَقْتُ الْخَلْقَ لِاُعْرَفَ

مان هڪ پوشيده خزانو هيس، خواهش ٿيم ته پاڻکي سڃاڻپ ۾ آڻيان (ظاهر ڪريان) انهيءَ ڪري مان خلق کي پيدا ڪيو ته آءٌ سڃاڻپ ۾ اچان.

واقع جيڪڏهن خيال وارو طالب رکيو انهيءَ مخفي ماڳ کي پروڙي وٺي، ته هوند انهيءَ طالب کي انهيءَ بيان جي ڪا پڙهڻ جي ۽ نه ٻڌڻ جي ئي ضرورت ٿئي. حقيقت جي سڃاڻڻ جا جيڪي به بيان آهن، سي سڀ انهيءَ پيرولي ۾ پيوند آهن.

ڇاڪاڻ ته هن ڪائنات (برهمانڊ) جي وجود ۾ اچڻ جو سوال انهيءَ ڪنت ڪنزاً واري مسئلي کان ئي شروع ٿئي ٿو. هتڙ سوال هي آهي ته اهو پوشيده خزانو هيو ڪهڙو؟



انهيءَ خزاني کي جدا جدا طريقن جي فقيرن، جدا جدا مذهبن ۽ ڌرمن جي رشين منين، مختلف نالا ڏنا آهن. ڪن انهيءَ نور جي اڪل خزاني کي مطلق يعني آزاد هستي ۽ اسم اعظم ڪري بي ڪوٺيو آهي. ڪن برهم، يعني حق، ته ڪن وري پرماتما ڪري بي پڪاريو آهي. الغرض ته اها چيز مختلف اسمن سان موسوم ٿيل آهي. اسان جي چوطرف جن چيزن جو وجود موجود آهي، ان مان صاحب فهم ۽ فراست کي ثابتي ملي ٿي سگهي ته انهيءَ مطلق هستي ۾ عالم قديم وقت ٣ ڳالهيون موجود هيون.

١- جمال ٢- آواز ٣- تاثير.

جن صورت ۾ اهي ٽئي انهيءَ مطلق هستي مان آهن ۽ مطلق هستي ۾ آهن، انهيءَ صورت ۾ اهي پڻ ازلي ابدي يعني قديم آهن.

طبعي عادت مطابق جمال تيستين جمال ناهي جيستين پاڻ پڌرو نه ڪري ۽ پڌرائي بعد ئي تعريف لازمي اٿس.

انهيءَ اعظم هستي (برهم) ۾ سندس حسن جمال جي اهڙي ظهوري جي خيال پيدا ٿيڻ جنبش پيدا ٿي. جنبش جو نتيجو آواز آهي،

تهن ڪري منجهانس "ڪن فيڪون" (ٿي ۽ ٿي پيو) جو آواز نڪتو. انهيءَ جنبش ۽ آواز مان نڪتل لفظن جو نتيجو نڪتو مِن صفات يعني مايا جو ظهور ۾ اچڻ. جنهن کي انهيءَ هست جي مقابلي ۾ نيست ڪوٺجي ٿو. انهيءَ مايا (نيستي) ۾ انهيءَ سچي هستي جي ابتڙ وصفون موجود نظر اچڻ لڳيون.

### العالم حادث

هي جهان نئون پيدا ٿيل آهي، ۽ انهيءَ حدوث ۾ خير ۽ شر ٻئي موجود آهن.

ز ناچيزي شده يڪ چيز پيدا - ڪه او در هر دو عالم شده هويدا
(سرمست)

ناچيز مان هڪ چيز پيدا ٿي. جا ٻنهي جهانن ۾ ظهور ۾ آئي.

انهيءَ جمال جڏهن پنهنجي صورت انهيءَ صفا تي آئيني ۾ ڏٺي، تڏهن منجهس جو تاثير موجود هيو، انهيءَ جو ڪشش وارو فعل حرڪت ۾ آيو، يعني 'عشق' پيدا ٿي پيو. انهيءَ آئيني جي ڳالهه سرمست هن ريت ڏيکاري ٿو:



تو آئينه او آئينه آرا
از آئينه باشد روئي بنما" (سرمست)

تون آئينو آهين ۽ (خدا) آئيني کي سينگاريندڙ آهي ۽ آئيني منجهان ئي منهن ڏيکاري ٿو.

جنهن وقت انهيءَ مطلق هستيءَ جي اڪيلائي کي ڪو به ضد موجود ڪونه هيو، انهيءَ وقت نيڪي ۽ خير کان سواءِ منجهس ٻي ڪا به صفت موجود ڪانه هئي، يعني انهيءَ آزاد ۽ قديم هستي ۾ جيڪڏهن ڪو به خيال موجود هيو ته اهو هيو نج خير جو خيال. جنهن ڪري کيس مطلق خير ڪري ڪوٺجي ٿو. مگر جڏهن ان جي ضد ۾ انهيءَ جوئي ناچو جنهن کي مايا سڏجي ٿو، ڪن فيڪون جي قبل سان پيدا ٿي پيو، تڏهن انهيءَ مايا ۾ (جنهن کي حدوث ڪري ڪوٺجي) انهيءَ مطلق هستيءَ جي وصفن جي برخلاف وصفون اڀرڻ لڳيون.

مثلاً انهيءَ سچي هستي (ست نام) ۾ عالم اطلاق وقت نج خير جو خيال موجود هيو ته مگر ان جي مقابلي واري چيز (مايا) ۾ ان

جي ابتڙ شر جو خيال به ظاهر ٿيو، جنهن کي مطلق شر ڪونيو ويو. هن ۾ نه حق هيو نه هن ۾ باطل به ظهور ۾ آيو وغيره. انهيءَ مان ثابت ٿي چڪو ته نيڪ خيال انهيءَ سچي ۽ قديم هستي جي طرفان آهي، جنهن کي مطلق خير چئجي ٿو ۽ ان جي ابتڙ يعني بديءَ جو خيال ان جي ضد واري چيز يعني مايا طرفان آهي، جنهن کي مٿي مايا يا انهيءَ سچي هستي جو پاڇو سڏي آيا آهيون. انهيءَ پيرولي کي پوري پر پروڙڻ لاءِ ساڳيو هي سنسار جو سلسلو، جنهن کي هڪ وهمي وجود يعني 'جڳت مٿيا' ثابت ڪيو ويو آهي، ڪافي ڪين ڏيندو. ڇاڪاڻ ته ويدانت جي انهن 'جڳت مٿيا' (نفي) جي لفظن جو ڪو اهو مطلب ڪين آهي ته اسين ويدانت جي پهرين تڪ 'برهم ستيم' برهم ڇا آهي؟ برهم ست آهي، نام ڇا آهي؟ نام ست آهي، (اثبات) وساري ويهون.

در حقيقت غور سان ڏسبو ته سمورو مطلب 'جڳت مٿيا' (نفي) ۽ 'برهم ستيم' (اثبات) انهن ٻنهي تڪن جي ڪڏ جڙ سان سڪ تي سگهندو ۽ نه جدا جدا اچارڻ سان.



ساڳيو خيال اسلام جي ڪلمي جي نفي ۽ اثبات لا الله الا الله ۾ رکيل آهي. 'جڳت مٿيا' (مايا) جي مقابلي ۾ لا الله (نفي) آهي ۽ "برهم ستيم" (سچ) جي مقابلي ۾ الا الله (اثبات) آهي.

لا الله = جڳت مٿيا. الا الله = برهم ستيم

صوفين جي حق موجود، جو برابر اهو ئي مطلب آهي ته حق (ست) رڳو هيو ڪجهه به موجود ڪين آهي. ساڳي طرح ويدانت به، جيڪڏهن ثابت ڪيو آهي ته هڪ برهم ثابت ڪيو آهي. باقي سمورو سنسار انهيءَ جو پاڇو ڪري پڪاريو اٿس.

مٿي ڄاڻايل حقيقت موجب حضرت انسان به انهيءَ هست ۽ نيست جي حدوث واري حالت ڪان، جنهن ۾ نيڪي ۽ بدي ٻئي موجود آهن، ٻاهر ڪين آهي.

سچ پچ جيڪڏهن انسان انهيءَ سوچ تي ثابت قدم رهي، ته سندس هستي جو مثال اچ ڪلهه هڪ عجيب نموني ۾ سندس اکين اڳيان

موجود آهي. اهو آهي هڪ انجڻ جو مثال. جهڙيءَ طرح هڪ انجڻ ۾ چار چيزون (باهه - هوا پاڻي - مٽي) رلي ملي ٻاڦ پيدا ڪن ٿيون؛ انهيءَ ٻاڦ جي موجودگي انجڻ جي هلڻ جو هڪ ذريعو پيدا ڪري ٿي، پر ڊرائيور جي ڪل ڦيرائڻ رئي انجڻ ڪا به حرڪت ڪري ڪين ٿي سگهي؛ اهڙيءَ ساڳي طرح حضرت انسان جي قدرتي مشين جي به جڏهن سڌس ڊرائيور (خيال Thought) اول ڪل ٿو ڦيرائي، تڏهن منجهس موجوده ٻاڦ جو مادو، جنهن کي روح (Soul) چون ٿا، حرڪت ۾ اچي، هن صفاتي انجڻ (جسم Matter) کي چوطرف چڪر ڏياريندو وتي ٿو.

مٺن پيي ڪوئي خيال آهيان ملسان پيي ناليِ خيال دي
(سرمست)

ماڻهو هي بي سمجهه خلق ظاهري هن پنج تتي پتلي (جسم) کي ڪم ڪندو ڏسي، اهڙو پڪي سمجهي ته کهندڙ، کهندڙ، ڳائيندڙ، ڳالهائيندڙ اهو عنصري بت آهي. پر سرمست صاحب ٿو چوي......



پسي پٽ پليوس - تا آءُ آدمي آهيان
وڃان جان ويوس - تا سا ڳيو سچو آهيان

انهيءَ مٿين مسئلي کي صوفي ابتدائي اصول موجب جيئن ٽا ڪولين. هو چون ٿا ته اصل ۾ چيز هڪ آهي؛ مگر ثلاثه جي مسئلي موجب انهيءَ هڪڙي چيز ٽي صورتون اختيار ڪيون آهن؛ يعني پاڻ کي ٽن نمونن ۾ ظاهر ڪيو اٿس.

١- صفات = ان مئہ ڪوش = **Matter**
٢- روح = من مئہ ڪوش = **Soul**
٣- ذات = گيان مئہ ڪوش = **Thought**.

(١) صفات (ان مئي ڪوش) جنهن ۾ جيو آتما جي واسي سبب خواهشون پيدا ٿين ٿيون، انکي اهڙي صورت ۾ نفس ڪوٺيو وڃي ٿو. جنهن کي شڪل آهي، مگر اها فاني (Changeable) آهي. ڇاڪاڻ ته اها عناصر (تتن) جي بناوت آهي.

(٢) روح لافنا (امر) آهي، جو نفس ۽ ذات جي وچ ۾ هڪ محجوب آهي.

(٣) ذات (Thought) يعني خدا (خود آئنده = پاڻ آيل) مطلق هستي

(برهم) جو هڪ جزو آهي، جو هر هڪ وجود ۾ ڄڻ ته ڳجهو سمايو آهي. اها ذات جا ڪل (حق) جو هڪ جزو آهي سا جڏهن ڪل ۾ سمايل هوئي، تڏهن بي صورت هوئي، پر جڏهن هت اچي هن پنهنجي محبوب روح سان رهاڻ لاءِ هن صفات ۾ واسو ورتو، تڏهن با صورت (صورت واري) ٿي.

"بي صورت آمده در بين صورت
خويش را از شکوکهائي برار" (سرمست)

بي صورت اشارو ذات جي طرف ٿيل آهي، جنهن کي صوفي خدا (خود آيل) ڪري سڏين ٿا، جو پاڻ هن صفاتي صورت ۾ اچي سمايو آهي.

سرمست صاحب هي هند ديوان آشڪار ۾ اسان کي ذات ۽ صفات هيئين طرح سمجهائي ٿو:

"ذات پاکش مثل آتش اي پسر
چونکه هيزم سوخته آتش بماند
عالم اين مانند هيزم خشک تر
پس صفات از عشق سوزد ذات ماند"



"اي پيارا هن جي ذات پاڪ باه جي مثل آهي. جڏهن ڪاٺي سڙي وڃي ٿي تڏهن رڳو وڃي باه ٿي بچي. هي عالم (صفات - برهماند) خشڪ تر ڪاٺي مثل آهي، پوءِ جڏهن صفات کي عشق ساڙي ٿو ڇڏي تڏهن باقي وڃي ذات ٿي بچي"

مٿي ڄاڻايل آهي ته ذات کي ڪا به صورت ڪا نه آهي، جيڪڏهن ڪا صورت آهي ته هن صفاتي بوتي کي آهي. ذات هڪ اهو نور اعظم (جوت) جو جزو آهي، جو جهن بوتي ۾ داخل ٿيندو يا جهن صورت ۾ سمائبو ته اوتري ۽ اهڙي شڪل وٺي بيهندو.

مثلاً - جيڪڏهن ڪنهن سبز رنگ جي ڏکي گلاس ۾ پاڻي وجهو ته اها ساڳي ڏکي ماپ وٺندو ۽ ٻاهريون روپ سبز نظر ايندو. پر جيڪڏهن اهو پاڻي ڪنهن ڳاڙهي لعل شيشي جي برتن ۾ وجهو ته هو ڳاڙهي شڪل وٺي بيهندو. پڻ ٻاهرين صورت لعل پٽي نظر ايندي. اهو ساڳيو نمونو ذات جو آهي. يعني اها ذات جهڙي به صفاتي صورت ۾ نفوذ ڪندي ته ان اهڙي شڪل وٺي بيهندي جهڙي انهيءَ صفاتي

ٻوٽي جي هوندي. ڇاڪاڻ ته سندس صورت
ساڳي نوراني آهي، رڳو ظاهرين مختلف ٻوٽن
جون مختلف صورتون نظر پيون اچن.

نقاش درنهان شد نقش ست آشکار
خود صانع ست صورت گرنيک و بد صنع (سرمست)

'نقش ظاهر آهي جهن ۾ نقاش اڪيل آهي،
اتي پڻ نقاش انهيءَ ڪل (برهم) طرف اشارو
ڏنل آهي، جهن هي نقش (صفاتي ٻوتو) ٺاهي
پهنجو جزو (ذات) منجهس لڪائي. جهن ذات
کي هت خدا (خود آيل) ڪري سڏجي ٿو.

آخر انهيءَ مام جو نتيجو اهو نڪتو جو انهيءَ
مطلق هستيءَ فرشتن کي حڪم ڪيو ته هن نقش
(آدم) کي سجدو ڪريو. فرشتن حڪم بر چشم
ڪري سجدو ڪيو. مگر عزازيل جو انهيءَ مام
کان ناواقف هيو تهن انڪار ڪيو. اهڙيءَ
حڪم جي انحرافي ۾ بظاهر لعنت جو طوق سندس
ڪلي پيو. انهيءَ تي هڪ فارسي شاعر ٿو چوي.

"گر نه بودي ذات حق اندر وجود
آب گل را کئي کند ملکي سجود"

'جيڪڏهن حق (برهم) جي ذات (جزو)
هن صفاتي سرير اندر نه هجي ها ته پاڻي ۽ مٽي



جي ٻوٽي کي ملائڪ ڪيئن نمن ها.
پر حضرت شاه ڀٽائي جڏهن عشق جي وفاداريءَ واري
ميدان ۾ وچي پهتو آهي ته ڏهين اتي انهيءَ
مٿين مثال کي ٻيئي تو ابتو ڦيرائي ڇڏي.

جيئن- "عاشق عزازيل پيا عزتي سڏ ٿيا
منجهان سڪ سجيل لعنتي لعل ٿيو" (شاه)

هاڻي مٿي ڄاڻايل نفس، روح ۽ ذات
واري ٿلاٿ جي مسئلي کي سالڪ هيٺين ريت
سمجهائين ٿا. روح، جو نفس ۽ ذات جي وچ
واقع هڪ محبوب آهي، ان جو لاڙو ۽ رجوع
جيڪڏهن هن جال ۾ نفس جي طرف ٿيو ۽
نفسانيت جي خيالات ۾ وابسته ٿي رهيو ته پوءِ
هن بشري ٻوٽي جي تنزل (موت) بعد ذات جا
منجهس سمايل آهي، سا "کل شيع يرجع الا اصله"
موجب پهنجي اصل برهم (ڪل) ۾ وڃيو سمائجي
۽ هي صفاتي ان ميءَ ڪوش جو ٻوتو جو فاني
(Changeable) آهي، جهن سان هي روح
مت رليو ويئو آهي ۽ همخيال ٿي هليو چليو ٿي،
پڻ مٽيءَ مٽي موجب وڃي مٽي سان مليو،
ٿيو رهيو پاڻ روح، سو پهنجن ڪيل ڪرمن

ڪل شيع يرجع الي اصله (ست ١٤)

جي پوئين پورهئي لاءِ رهجي ويو. پر جيڪڏهن اهو روح هلندڙ حال ۾ سڙيءَ سمايل ذات (خدا) سان همخيال ٿي مليو ۽ نفس جي خيالن سان ميلاپ ڪين ڪيائين، ته پوءِ هن سڙيءَ جي ٽٽڻ بعد "ذات" جنهن سان هو هت خلط ملط ٿي رهيو آهي، ڪيس پنهنجي اصلوڪي مڪان طرف نئين ٿيون ڪري، مڪتي ماڻڻ جو موقع ڏئي ٿي. باقي هي ان مٽي ڪوش جو فاني صفاتي بوتو، جو نفساني خواهش جو گهر هيو، ۽ جي پنهنجي صفات يعني مٽي سان ملي، پنهنجي اصلوڪي صورت بدلائي خاڪ سان خاڪ ٿيو پوي.

اهڙي نجات يعني مڪتي حاصل ڪيل روح، پنهنجي مرضي موجب هت اچي وڃي سگهي ٿو. اهو آهي ٽالڙجي مسئلي موجب ٽنهي چيزن جو ميل ۽ ٽنهي چيزن جي جدا ٿيڻ جو طرقو، جنهن جي ماڻڻ ۽ لاهڻ ۾ مجذوب صوفي رات ڏينهن غلطان ۽ پيچان رهن ٿا. پر انهيءَ نڪتي جي مسئلي کي عشق وارا همه اوست واري منزل تي هيئن ڏاڍو رد ڪري ڇڏين يعني عشق جي ڏوارن ٽنهي چيزن کي ملائي هڪ ڪيو ڇڏين.

جي- "تيڏي هسي تي موت مهنجو مکو" (شاهه)



(٢٩)

ڏيه ڏکي جو ڏونر، رهبر رس رچ ۾
مون ويچاريءَ موڙ، هي ته ٿيلهو نه ٿئي.

(٣٠)

پاڇهه پاروچا ڪر، مون ته ٿيليو نه ٿئي
ويچاريءَ جي ور، ڪر بلوچا ٻئان ۾.

(٣١)

ساٿيان ويل ويام، ڪاڪيون هاڻي ڪينءَ ڪريان
ٿيلڻ ته ٿيام، هاڻي هو ٿيا ڏن لءِ.

(٣٢)

راتو ڏينهان رت، او قطآ آيرآن روئي
آيل عشق عليل ۾، شال نه پوي قط
جهل سپ جهاڪي وڃي، جيڏيون ڏسان جت
هن مٽي سندءِ مت، پوي شل پريننءَ ۾.

(٣٣)

جبل جالون جال، سو مون ڏورڻ نه ڏئي
وڏا وڻ وڏڪار جا، ڪافن ڪوهه ڪشال
هي مون ڏسي حال، من پاروچل پاڇهه ڪري.

(٣٤)

ڪوڙيسن قرباني، ٿيان هوت پنهون ڏان
سري صدقي ڪريان، سندن مهماني
جوڀن جواني، آيل اجائي ڳذري.

(٣٥)

هيءَ هيءَ ڪارڻ هوت، ڏونگر ڏورڻ آيا
مٺان تاءِ موت، ووءِ ووءِ تون وساريئين.

(٣٦)

ووءِ ووءِ ڏام وسارئي، مٺان مٿي ماٺ ڪرين
ٻلٻل ٻٽي ٻچار، ٻچڙ ڦن ٻرين جي.

(٣٧)

ڪيم وساري ويا، ووءِ ووءِ ڪر ولدار
ٻچڙڪارڻ ٻرين جي، ٻاڙي ٻاڙي پيا
ڏيا ڏٺين جو ڏيا، حاصل ٿئي حب سين.

(٣٨)

مٺان ويهين ماٺ ۾، چلهي چلندي چال
هيئن ويندا هل، ڏان ڪي ٻچين پنڌ ڪي.

(٣٩)

ويندا وساريج، مٺان ماٺ ڪري ويهين
قول اُهو ٻاڙيج، هو جو ڪيڙيءَ هوت سان.

(٤٠)

مٺان وساريين، ووءِ ووءِ ڪر ولدار
جي ڪوندر گذارين، سي تو چڱا ڏينهڙا.

(٤١)

آرئي جي اچڻ جو، روز نهاريان راهه
آڻيندس الله، سچل سر صدقي ڪري.



(٤٢)

آري اهين شال، نماڻيءَ جي نجهري
هي مون ڏسي حال، ڪرين غور غريب جو.

(٤٣)

کهڻا ڏينهن ٿيا، مون ڏوريندي ڏونگرين
جي مون سڌ ڪيا، سي ٻڌي ٻاروچا ورين.

(٤٤)

ٻڌي ٻاروچا ورين، هن عاجز جون آهون
درد پريون دانهون، ڪري ٿي ڪافن ۾.

(٤٥)

ٻاد ويچاريءَ وس، جو واڪا واڪن اُچن
ڪهين چن ڇڏيان، سند و گورن گس،
ڏونگر منجهان ڏس، پوندم هوت پنهل جو.

(٤٦)

ير اللن لسوءَ، هٿي اڪاسي نند ۾
ي هين ٿ پاليو، پيو پرورڻ پوءِ
ت وتم جي هوءِ، تا سک گذاريان ڏينهڙا.

(٤٧)

ڏني آيام، جبل جاڳڻ ڪيچ جا
لڪا لوڪ جا، سڀ چڱا چايام
ت پانيام، سهرا سور سڄڻ جا.

( ٤٨ )

ويم نڪري قافلو، آءُ متي راهه رهي
پاروچا ڀـــي، هت ٿي ورهه وسايان.

( ٤٩ )

ويٺي ورهه وسايان، ڪانڌ اچي اهه ڪل
جانـــي تهنجي جل، مهنجو اندر اڌ ڪيو.

( ٥٠ )

مهنجو اندر اڌ ڪيو فنا هن فـــراق
مري ٿـــي مشتاق، ڪاڪرور ولهيءَ جي.

( ٥١ )

ويم نڪري قافلو، ڏاڍو ڏئي ڏڪ
ويٺي ساريان سڪ، جو هيڪند هيس دوت سان.

( ٥٢ )

ويم نڪري قافلو، ڪائي نه پيئي ڪل
سيني اندر سال، سائي ويم سپرين.

( ٥٣ )

ويم نڪري قافلو، اديون آڏيءَ رات
جتن سندي ذات، ڏسان شال اکين سان.

( ٥٤ )

ويم نڪري قافلو، ڪل نه مون پيئي
حال سندم هيئي، پڏي پاروچو وري.

## آتما - روح

متي ذڪر ڪيل پنج تت پتلي (عنصري بوتي) جي ترڪيب ۾ جڏهن روح واسو ٿو وٺي تڏهن انجي تاثير سبب حواسن (اندرين) وغيره ۾ لذات ۽ معلومات پيدا ٿيو پون. جن ۾ روح پورو پورو محو ۽ مشغول رهي ٿو. سلوڪ جي صاحبن انهن کي روح جون حدون يعني بند شون ڪري ٺهرايو آهي. سالڪن جون ساڀيون آهن ته اهي (روح) کي هت روڪي ويٺيون آهن ۽ نه ته روح "ڪل شيي يرجع الا اصله" (سڀ شئي پهنجي اصل طرف رجوع ڪري ٿي) موجب هت رهڻ بدران ٻولد پهنجي اصل (برهم = حق) ۾ لٽي ٿي وڃي.

حديــن وڃي هرڪو لاحد وڃي پير
سچو سو فقير جو حد لاحد لنگهي وڃي (سرمست)

انهن حقيقتن جي پروڙ لاءِ ڪرحقيقت خاص ۽ خاص دماغ کهرجن. چاڪاڻ ته اهو لاءِ ڪين آهي.

حضرت محمد مصطفيٰ (صلعم) کان ڪي اڳا روح
جي حقيقت پڇي وئي. الله جي طرفان وحي
(آڪاس واڻي) نازل ٿيو.

"يسئلونڪ عن الروح قل الروح من امر ربي"

يا محمد (صلعم) اوهان کان روح بنسبت سوال ٿا ڪن.
چئو ته روح منهنجي پروردگار جي ڪمن مان هڪڙو
ڪم آهي. وري عرض ڪيو ويو ته "ياحضرت" روح جي
اصليت جي سمجهاڻي جي نوازش ٿئي. پاڻ فرمايائون.

'وما اوتيتم من العلم الا قليلا'

معنيٰ- نه ڏنا ويا آهيو توهان علم منجهان، بجز ٿورو
يعني اوهان جي سمجهه کان هي حقيقت باهر آهي.
ساڳي طرح هندو مهاتمائن کان جڏهن جڏهن وقت پهنجن
چيلن آتما بنسبت پڇي دريافت ڪيو آهي، تڏهن وقت
انهن صاحبن به-

"شانتو يم آتما" = آتما شانت آهي.

پيو واتان ڪيو آهي ته ڪٿين به حق جي
حقيقت پروڙڻ وارا اشارن ۾ هي عشق ۽
محبت جا مسئلا حل ڪري ويا آهن. جن جو



## آتما - روح

ذڪر نفس، روح ۽ ذات واري بيان ۾ مٿي
آيل آهي. جنهن کي 'همه از وست' ٿو چئجي.
انهي همه ازوست واري مسئلي کي سرمست
درازي ۽ شاه ڀٽائي 'همه اوست' ۾ آڻڻ سان
ڪافي طرح سمجهائي ويا آهن، ۽ جا سانجهه وارن
لاءِ ڪافي سانجهه آهي.

گشت پيدا ليکه نا پيدا شده
از يکي داني که صد اشيا شده
تو چرا در بند من ما مانده
هرکه از خود رفت او آغا شده (سرمست)

معنيٰ- هي جهان عدم منجهان موجود ٿيل آهي جو
در حقيقت هڪ وهمي وجود آهي ۽ هي سڀ شيون
جيڪي تون ڏسين ٿو سي انهي هڪ مان ظاهر ٿيون
آهن. تون ڇو اجايو مان ۽ اسان جي قيد ۾ ڪڙيل
آهين. جهن اها خودي وڃائي ڇڪ ڇاڻ ته آغا (خدا)
اهو ٿي ٿيو.

---

"وحدت مان ڪثرت ٿي ڪثرت وحدت ڪل
هو هالاڇو هل با السلسه سندو سڄڻين" (شاه)

# همہ ازوست ۽ همہ اوست

(جزء ۽ ڪل)

'همہ ازوست' مبتدي طالبن جي منزل آهي جنهن جو مطلب آهي ته سڀ ڪجهه هن (برهم = حق) منجهان آهي.

'همہ اوست' جي موج ماڻيندڙ وارا مهمير؟ آکن ته سڀ ڪجهه هو يعني برهم = حق پاڻ آهي.

"ايڪم ايو ادوتيم"

هي 'همہ اوست' جو اهو اصول آهي، جنهن موجب برهم = حق بدل سدل ڪان فارغ آهي. يعني پرماتما ۽ جيو آتما ساڳي چيز آهي. برهم (حق) سج جي مثال آهي، جيو آتما سج جو گويا هڪ پاچو آهي، جو پاڻي جي برتن ۾ نظر اچي ٿو. پوءِ توڙي هزارها پاڻي جا برتن ڇو نه پيا ڪٽي رکجن، ته به ساڳيو پاچو هرهڪ برتن ۾ نظر پيو ايندو. پر پري ڇوٽا وچوءِ برف، ڪڪر،





گهڙا ۽ ٻاٽ اهي سڀ پاڻيءَ جون مختلف صورتون آهن، مگر در حقيقت انهن سڀني جي اصليت ڏسجي ته آهي اهوئي پاڻي. ساڳي طرح سون ساڳيو آهي پر منجهانس جيڪي گهڻا تيار ٿين ٿا، انهن جون صورتون ۽ نالا مختلف آهن.

ساڳي صورت عين ڪي ساڳي صورت غين!
سمن نقطا دور ڪرو تو وه عين ڪي عين

سمن جي سونهن به ساڳي آهي، جيڪا سرمست جي آهي، ته جڏهن اهو مٿيون نقطو ان ميءَ ڪوش يعني صفات جو پردو دور ٿئي ٿو تڏهن ذات ظاهر ٿئي ٿي جا انهيءَ برهم (حق) جو جزو آهي ۽ انهيءَ ۾ ملي عين جو عين يعني هڪ ٿيو پوي.

سرمست صاحب ديوان آشڪار ۾ انهيءَ جز ڪل بنسبت هيئن اشارو ڪيو آهي.

بيت- آشڪارا و نهان باشد خدا در جز و ڪل
اين سخن را از خواجه عطار شد نامش فريد
(سرمست)

اِي آشڪار ٿو (خدا) جزءِ ڪل ٻنهي ۾ اڪل آهي. اها ڳالهه هونئن خواجه عطار سڳائي، جنهن جو نالو فريد آهي.

سرمد صوفي جز (خدا) ۽ ڪل (برهم - حق) بنسبت صفائي پنهنجي هيٺين رباعي ۾ ڪا عجيب پيرائي ۾ ڪري ڏيکاري آهي.

سرمد اگرش وفاست خود مي آيد
ور آمدنش رواست خود مي آيد
بيهوده چرا در طلبش مي گردي
اگر او خداست خود مي آيد (سرمست)

اي سرمد جيڪڏهن هن ۾ وفا آهي ته هو خود (پاڻ) ايندو ۽ جيڪڏهن هن جو اچڻ روا آهي ته خود ايندو. بيهوده ڇو هن (خدا) جي طلب ۾ ڦرين. جيڪڏهن هو خدا (خود آئيندو = پاڻ آئيل) آهي ته خود ايندو.

انهيءَ منزل تي وري سرمست صاحب ٿو ڏيکاري ته هي جزو جڏهن نفس جي حدن (اپاڌين) ۾ قيد آهي تڏهن ڪيئن ٿو پنهنجي اصول (برهم = ڪل) کي ياد ڪري -



يا جامع المتفرقين چون دور مارا کرده
باشي پهر با هر همه مهجور مارا کرده (سرمست)

اي جزن جا گڏيندڙ مونکي دور ڇو ڪيو اٿئي، تون سڀ سان ۽ هر هنڌ موجود آهين، مونکي جدا ڇو رکيو اٿئي.

سچل سرمست جي انهيءَ مٿين شلوڪ کي شاهه ڀٽائي وري سنڌي ۾ هيئن سولو ڪري ڏيکاريو آهي.

ايڪ قصر در لک ڪوڙين مهيسين گهڙيون
جيڏانهن ڪريان پرک تيڏانهن صاحب سامهون (سرمست)

درحقيقت انهن ٻنهي ٻيڪڙن جو اهو ساڳيو ٻولي ٻولي قرآن شريف جو ترجمو آهي.

"عين ما تولوا فثم وجه الله"

جيڏانهن منهن ڪريو اوڏانهن الله جو رخ يعني ذات آهي يعني "جيڏانهن ڪريان پرک تيڏانهن صاحب سامهون".

شاهه ڀٽائي سرڪليان ۾ انهيءَ جزءِ ڪل کي هيءُ بر دورايو آهي.

چي- "عاشق چوم ان کي، مکي چؤ معشوق
خالق چؤم خام تون، مکي چؤ مخلوق
ملچ تهن ملوڪ - جو نا قصائي نگهو" (شاه)

مٿين شلوڪ ۾ اهي سمورا اشارا جز ۽ ڪل بنسبت ڏنل آهن. شاه صاحب ٿو چوي تہ انهيءَ ڪل (برهم) جي جزي جو هتي اچي واسو ورتو آهي، سو نڪي آهي خالق ۽ نڪي وري آهي خلقيل. ڇاڪاڻ تہ جهان جو خالق جيڪڏهن آهي تہ آهي اهو برهم (حق). جنهن کي 'ڪل' ڪري ڪوٺجي ٿو، جنهن جو هي جز آهي ۽ جنهن صورت ۾ هي ان جو جزو آهي، تنهن صورت ۾ هنکي خلقيل بہ چئي نٿو سگهجي. تنهن ڪري هي جزو نڪي خالق آهي ۽ نڪي آهي مخلوق. پر انهيءَ برهم يعني ڪل جو جزو آهي ۽ جنهن کي حق جي نور جو حصو يا قطرو چئجي.

اها معنيٰ 'همہ ازوست' وارن مبتدي خيال جي صوفين جي آهي. پر انهيءَ ساڳي شلوڪ جي معني 'همہ اوست' وارا هيئن ٿا بيهارين ۽ هو ٿا چون تہ هڪ اها منزل (Stage) آهي



جن تي جڏهن طالب پهچي ٿو، تڏهن هنکي هي ساري ڪائنات (برهمانڊ) نوريءَ نور نظر ٿو اچي.

"ليس في الدارين الاهو"

ٻنهي جهانن ۾ سواءِ "هو" جي ٻيو ڪونهي.

انهيءَ منزل تي هن کي يقين ٿو ٿئي تہ جڏهن سڀ نوري نور آهي ٻي ڪابہ وٿ جدا نظر ڪانہ ٿي اچي، تڏهن مخلوق ڪهن کي چئجي. اهڙي صورت ۾ جڏهن مخلوق ڪانہ رهي تڏهن وري خالق ڪهن جو چئبس. تنهن ڪري هو خالق ۽ مخلوق ٻنهي کان اڳو آهي. اهو آهي هيڪڙائي وارو هنڌ جتي ٻہ جدا نالا خالق ۽ مخلوق مٿس عايد ٿي نٿا سگهن، رڳو حق آهي ۽ هڪ آهي.

"الصوفي غير مخلوق"

صوفي خلق مان نہ آهي.

"صوفي خدا نہ داره - کو نيست آفريده"

صوفي خدا نہ ٿو رکي، ڇو جو هو مخلوق نہ آهي.

انهيءَ همه اوست ۽ انا الحق کي ويدانت "اهم برهم" (مان حق آهيان) ڪري پڻ اچاريو آهي.

همه اوست ۾ وري گرو نانڪ صاحب جي خيال کان اونهو ويل ٿو ڏسجي. هن بزرگ هستي وري ان جي ضد (مقابل) واري چيز جي تاثير کي به پيو نه ٻاڪ ادو ساڳيو ڪري سڏيو آهي. جنهن ۾ مايا جي خود هستي مٽيو حق ٿي ٿئي

جي- "آپ ست ڪيتا سپ ست"

هو پاڻ به ست (سچ = حق) آهي ۽ جو ڪجهه هن ڪيو آهي سو به سچ آهي. يعني جڏهن اوهان کي يقين آهي ته هو ست آهي ته هن جو ڪم به ست (سچ) آهي ۽ نه ڪوڙ. يعني جو ڪجهه هن پيدا ڪيو آهي سو ٺيڪ سچ آهي. انهيءَ منزل تي مايا به ڪوڙي ثابت ٿي نٿي سگهي. يعني ڪوڙ آهي ئي ڪو نه جو ڪجهه آهي سو سچ آهي.

**ست نام**
حق موجود
همه اوست

## پاڻ سڃاڻڻ

"من عرف نفسه فقد عرف ربه" (علي)

جنهن پنهنجي نفس کي سڃاتو بيشڪ تنهن پنهنجي رب کي ڄاتو.

مٿي ڪذريل ذڪر جو تات پرت اهوئي نڪتو ته هي سارو برهمانڊ (عالم وغيره هن انسان جي وجود ۾ هڪ ننڍڙي فوٽي مثل جيئن ماڻڪي ۾ صورت موافق سمايل آهي.

پاڻ پنهنجو پاڻهي، صورت ملجهه سڃاڻ
الله، الله جو چوڻ، پاڻ ئي الله ڄاڻ
توکي پڌندڙ، توکي ڏسندڙ، شاهد آهه قرآن
ناهي شڪ گمان سچو سائين هيڪڙو (سرمست)

جنهن صورت ۾ هي انسان سڀ چيز جو سينٽر (مرڪز) آهي، تنهن صورت ۾ سندس پهريون فرض آهي، پاڻ سڃاڻڻ. هي صورت ۾ ڏٺو ۽ حيوان

جي وچ فرق ئي ڪونہ رهيو، بلڪ ڪيس انسان سڏائڻ جو حق ئي نہ رهيو. ڇاڪاڻ تہ جھڙو ساهدار هو ٿهڙوئي هيو، جھڙو هو ٿو ڪائي ٿهڙو هيو، جھڙو هو ٿو پاءخانہ پيشاب ڪري ٿهڙوئي هيو، جھڙو هو ٿو سارو ڏينهن هڻ هڻ ڪري ٿهڙو هيو وغيره. باقي ڇڏو تہ هنن ٻنهي هستين جي وچ ڪهڙو فرق رهيو، جو انسان ٻاڻ کي اشرف (اتم) مخلوقات ٿو سڏائي.

فرق رڳو اهو آهي جو انسان پاڻ سڃاڻي سگهي ٿو، جا شڪتي حيوانن ۾ ڪانهي. اهوئي سبب آهي جو انسان پنهنجي اصليت جي سڃاڻپ ذريع ترقي جي بام تي پهچي سگهي ٿو، جا حيوانن کي پهچي پڙ ڪين آهي؛ اهوئي سبب آهي جو انسان کي ساري مخلوقات ۾ اتم ڪيو ويو آهي.

آهيان مان اسرار اديون موڪي ڪير ٿيون پانيو
نوري ناري ناهيان آهيان رب جبار
مرشد پانهو نا ڇهو سچل ٿيون سردار

سچل سرمست انهيءَ خيال جي چڪر ۾ اچي ديوان آشڪار ۾ ڪري هنڌ هين بہ ٿو چوي.



چيستم من نيستم پنهان عيان باشد خدا
غرق در دريای حيرت ما شمائي ميکنم
(سرمست)

ڇا آهيان، مان ڪجهہ نہ آهيان، ظاهر باطن خدا آهي، حيرت جي درياه ۾ غرق آهيان. توهان ۾ اسان ٿو ويٺو ڪريان.

در حقيقت اهي جملي پاڻ کي سڃاڻڻ جا سوال آدم جا اولين سوال آهن، جي منجهس سندس ابتدائي پيدائش بعد پيدا ٿيل آهن؛ پر جيئن جيئن زمانو ڪثرت ۾ ويو آهي ڪاهيندو، تيئن تيئن انسان جي اهڙن خيالن تي ويو آهي پردو پوندو. صوفي دنيا اهڙن سوالن جي حل ڪرڻ واري کي ئي صوفي سڏي ٿي.

هرانکو اصل خود رامي شناسد
شود آگاه او ازين معما (سرمست)

اهڙن انسانن بنسبت جنکي پاڻ سڃاڻڻ جي بلڪل ڪل ڪانهي، سرمست سائين هين فرمايو آهي.

(ست ١٣ ؛ ١٤) معني - جيڪو پنهنجو اصل سڃاڻي ٿو [illegible]

"آب مي جويم غرق باشم در آب"

پاڻيءَ ۾ غرق به آهيان ۽ وري به پاڻي ٿو ڳولهيان. سنڌيءَ ۾ وري شاهه ڀٽائي اهي پاسو ورتو اٿس.

هي- پاڻيءَ ۾ مڇي جهوڙا موڪلي اچ مرن
دم نه سڃاڻن ڏاڏوڻ ڪن منهن جيئڻ (شاهه)

واقع جيڪي انسان انهيءَ رمز کان واقف ڪين آهن، يا انهيءَ طرف رجوع ڪين آهن، سي مورڳو ڄڻ بلڪ حيوان آهن. سنڌيءَ ۾ چوڻي آهي ته سچ ڪو ٽريءَ هيٺ لڪي، پر جڏهن ڪو اندو سچ نه ڏسندو ته اهو سچ جو قصور ڪين چئبو پر انهيءَ انڌي جو چئبو.

"سورج سارو ابر ۾ لوڪن کان لڪو
انڌي سارو انڌو ڀيٽي پيا کڏ ۾."

جيڪڏهن هند اڃا پري آهي ته به 'جوينده يابنده' ۾ ته داخل ٿيڻ پنهنجي وس آهي. خود شناسي جي باري ۾ سرمست صاحب جهڙا اشارا ڪهن ورلي ڏنا هوندا.

هي- خويش را به شناس در گل گوهر است
ماه پنهان کي شود زير غلاف (سرمست)

---

جيڪڏهن ڪواڻدو (ست ١١)



# پاڻ سڃاڻڻ



پاڻ سڃاڻ، جو مٿي ۾ گوهر گڏيل اٿئي. پردي ۾ ڪو چنڊ لڪي سگهي ٿو؟

سرمست (آشڪار) جو خود شناسي جي نسبت هي ڪلام ڏم ڏم ڏوراڻڻ جهڙو آهي.

اي دلا هرگز مشو تو بي خبر خود را شناس
بگذري زين غافلي هر سربسر خود را شناس
بيقدر خود را نمودي خويشتن را فهم کن
غير حق تو نيستي عاليقدر خود را شناس

اي دل تون هرگز بي خبر نه رهه، پاڻ سڃاڻ هن غفلت کان آزاد ٿي پوري طرح سان پاڻ سڃاڻ پاڻ کي بي قدر ڪيو اٿئي، پنهنجي حق ۾ غور ڪر تون حق کان ٻاهر ناهين، اي اعليٰ انسان پاڻ سڃاڻ

سنڌ جو سامي سڪورو به پنهنجن حق ٿن سٽن صورت جي سڃاڻڻ جي واهه جو صفائي ٿو ڪري.

هي- سامي سڀ ديدار اٿي ڪيجن جو
ڏسي ڏي پاڻ ٿو ٻولي ٻولڻ هار
نراڪار آڪار ڌاري آيو جڳ ۾.

اهو نراڪار آڪار جو ساکيو مطلب آهي، جهن کي سبب درازي بي صورت ۾ باصورت ڪري لکيو آهي.

مطلب ته پاڻ سچل لاءِ هن صفاتي صورت جو وهم دل ۾ آڻي پاڻ کي ٻانهو نه ڀان. اهو عارضي سمجهه ۽ پاڻ کي اهڙي سمجهه جو اندر ويٺو ٻولي ٻڌلي.

تون ئي مالڪ ملڪ جو، ٻانهو ڀانءِ ۾ پاڻ
لاخير في عبيدي، اهو اٿي اهڃاڻ
صورت منجهه سڃاڻ - پاڻ پنهنجو پاڻهي
(سرمست)

"لاخير في عبيدي" = ٻانهي مان خير ڪونهي (حديث)

'خير' انهي قديم مطلق هستي جي طرفان آهي ۽ انجي ابتڙ شر آهي جو هن صفات يعني مايا جي طرفان آهي جهن ۾ هي عبد (ٻانهو) ۾ اچي ويو. ٻيو ته جڏهن هي صفات (مايا) آهي ئي شر سان ڏنيل، تڏهن ان ۾ خير جو خيال رکڻ آهي واريءَ مان تيل ڪڍڻ. اهڙي علم اليقين بعد عين اليقين (انياءِ) ۾ ديرلي ڪانه ٿيندي. پاڻ سچل جي آخرين استيج حضرت جي حديث موجب سچل سرمست ڏاڍي سهڻي نو سمجهائي.

"تخلقو با خلاق الله"

عادتون وٺو، عادتون الله جون.

"اوڏي ڪم ڪريجي - جهن وچ الله آپ ٻڌيجي"
(سرمست)

# انسان جي دل ۽ خطرا

"عبادت الفقير نفي الخواطر"

فقير جي عبادت اها آهي جا خطرن کان خالي آهي.

جهن صوفي کي خطرن جي خبر نه آهي، اهو صوفي اڃا صوفي نه آهي. خطرن کي سمجهڻ ۽ انهن کي روڪڻ جو پهريون ئي سبق آهي جو ستگرو پنهنجي چيلي کي سمجهائي ٿو. تهن ڪري اهل تصوف لاءِ انهن جو ذڪر هت تمام ضروري آهي.

انسان جي دل خطرن جو محل آهي. تهن ڪري ان ۾ طرح طرح جا خيال قوت ارادي ۾ جوش ماريندا رهن ٿا. انهيءَ ڪري قسمين قسمين خواهشون دل ۾ پيدا ٿين ٿيون. جڏهن [illegible] خيال دل ۾ وڪڙ وڃن ٿا، تڏهن [illegible] کي پريشان ڪريو ڇڏين ۽ غفلت جي [illegible]ن گرداب ۾ گم ڪريو ڇڏين. اهڙي انسان کي [illegible] وسيلو هرگز دست نٿو لڳي. تهن ڪري انسان

کي ڪهڙي ته جيڪي اهڙا خيال منجهس پيدا ٿين ٿا، تن بابت غور ڪري ته اهي خيال ڪٿان اڀريا ۽ انهن جو ڪارڻ ڪهڙو آهي. انهن خيالن جو نتيجو خير آهي يا شر. ڇاڪاڻ ته هرڪ ڳالهه ۾ من کي وس رکجي. من کي وس رکڻ مان هي فائدو آهي، جو هي من خواهش جي مٿان آهي ۽ من جي مٿان قوت ارادي آهي. جيسيتائين من خواهش سان ويڙهيل هوندو، تيسيتائين قوت ارادي ڪم ڪري نه سگهندي. جو ته هي من جو هن جو آواز آهي، سو ئي هنڌ رڌل آهي. جڏهن من خواهش کان پاسي ٿيندو، تڏهن قوت ارادي من جي وسيلي پنهنجو ڪم ڪري سگهندي. اهي قلبي ذڪر ڪندڙ دل مان دور هٽائيندا ٿين. ڇو (سوانس) جي ذڪر ڪندڙن اهي خطرا دل مان دور ڇو ٿا ٿين؟ ان جو هي سبب آهي ته دم جي ذڪر سان وجود ۾ حرارت غريزي پيدا ٿئي ٿي جا خون کي لطيف ڪري ٿي. خون جي لطافت سبب انسان ۾ لطيف خيال اٿن ٿين ٿا ۽ خطرن ۽ خراب خيالن جي اڀرڻ جو امڪان نٿو ٿئي.



## انسان جي دل ۾ خطرا



پر ياد رکڻ کپي ته صوفين جي دل هروڀرو اها دل نه آهي جهڙي عام ماڻهو دل چون ٿا.

"همان دل ست که پراز خزينه عشق است
دگر فناست مگر آن فنا نميگردد ني گردد"
(سرمست)

جهڙي دل کي عام خلق دل ٿي سڏي، سا فنا آهي آهي مگر فقيرن واري مقرر ڪيل دل سچل سرمست لو جهڙي نه فنا ڪڏهن ٿي لڳي.

اهو نه رڳو صوفين جو خيال آهي، مگر ڪڏهن ڏينهن جناب حضرت عمر فاروق (رضه) جناب پيغمبر (صلعم) جي خدمت ۾ عرض ڪيو ته "يا رسول الله" خداوند پاڪ جو بندن سان ناطو رهي، سو ڪهڙي جاءِ تي؟ حضرت جن فرمايو ته الله پنهنجن بندن جي دلين ۾ ٿو رهي. حضرت امير عمر عرض ڪيو ته بندي جي دل ڪهڙي آهي. پاڻ فرمايائون ته انسان جو قلب انسان جي قالب ۾ آهي. مگر قلب ٻه قسم آهن، هڪ مجازي قلب ۽ ٻيو حقيقي قلب. مجازي.

قلب هڪ گوشت جو ٽڪر آهي، جنهن کي عام محاوري ۾ دل سڏين ٿا. پيو قلب حقيقي آهي. اي عمر حقيقي دل اها دل نه آهي جنهن کي تون دل ٿو سمجهين. حقيقي دل اها دل آهي جا نه کبي آهي نه سڄي، نه هيٺ آهي نه مٿي، نه پري آهي ۽ نه نزديڪ. مگر..........

"قلوب المومنين عرش الله تعالیٰ"

يعني مومن جي دل الله جو تخت آهي. انهيءَ تي سچل سرمست ٿو چوي ته جهڙيءَ طرح قلب جي چاڻ، چاڻ واري ريءَ ٻي کي نٿي ٿي سگهي اهڙيءَ طرح خطرن ۾ به تميز ڪرڻ نهايت مشڪل آهي. مگر اهو شخص تميز ڪري سگهي ٿو، جنهنجي حقيقي قلب يعني خيال ۾ پوري پوري صفائي موجود آهي، پڻ حقيقي نور سان منور آهي. اسانجي سرمست صاحب خطرن کي چئن قسمن ۾ ورهايو آهي.

١- شيطاني خطرو ٢- نفساني خطرو
٣- ملڪي خطرو ٤- رحماني خطرو

(١) شيطاني خطرو- يعني گناهن ۽ خطائن جو انديشو.



(٢) نفساني خطرو- يعني قسم قسم جي نعمتن، لذتن ۽ شهوتن جي آرزو ۽ دنيا جي حرص ۽ هوس جا خراب خيال.

(٣) ملڪي خطرو- عبادت ۽ طاقت جو خيال.

(٤) رحماني خطرو- محبت جي طلب ۽ عرفان جو شوق.

انهن مٿين خطرن کي جيڪڏهن ڪٺي پهنجن انهن پنهنجن دشمنن سان ڀيٽ ڪجي ته ڏکيو ٿو لڳي جو فرق ٿو ٿئي ۽ نه ته ڪر سندن ساڳيا آهن. انهن جا نالا مشهور آهن ۽ ٻر سندن نشانين مان ڪي ٿورا واقف آهن.

انهن دشمنن بابت ٻڌو به آهي، ڏٺو به آهيون ۽ چاڻ به آهي، پر اڻڄاڻ آهيون. انهن جي فوج الڳ آهي. هو حاڪمن جا به حاڪم آهن انهن کي وس ڪرڻ لاءِ ڪيترا پيغمبر رشي، ولي ۽ اوتار آيا، تڏهن به هو انسان جا قوي شترو رهيا. اهي انسان جي هردي ۾ لڪا ري ويٺل هيٺيان پنج دشمن آهن.

۱- ڪام ۲- ڪروڌ ۳- موهہ ۴- لوڀ ۵- اهنڪار ظاهر ۾ آهن پنج، پر هرڪ جي هٿ ۾ ڪيئي ڪٽڪ آهن، جي جدا جدا خيالن جي شڪلن ۾ اسان جي آڏو اچي اسان کي گمراهہ ڪري رهيا آهن. انهن پوڙن جو بچاءُ سَت سنگ ۽ سچي ستگر جي صحبت ئي آهي. رند صوفي وري خطرو انهيءَ خواهش کي سڏين ٿا، جا بندي کي رب جي طرف ڇڪي ۽ بندو انهيءَ دفع ڪرڻ ۾ قادر نہ هجي.

"بندهٔ حق بسوئي حق خوانند
دفع آن خطره نہ تواند"

---

## معرفت ۽ عشق

مٿي جيڪو ذڪر برهم وديا يعني تصوف بنسبت ٿي ڪذريو آهي، ان جي پروڙ ڪرڻ معرفت (وديا) جي رستي پهچجي سگهي ٿي ۽ ٻيو عشق جي رستي؛ يعني انهيءَ مايا جي وهمي وسواس کي، جنهن جو ڪارڻ اوديا آهي، يا وديا ٽوري سگهندي يا عشق.

ان باري ۾ سرمست ٿو چوي —

"عارفي و عاشقي شد هردو شان يار ما
هر جلوه حسن مي آيد بچين دلدار ما" (سرمست)

"عارفي يعني معرفت (وديا) ۽ عاشقي اهي ٻئي منهنجي يار (پرماتما) جو شان آهن. حسن جي هر جلوه ۾ ڏس تہ منهنجو دلدار ٿو نظر اچي."

جيڪو مطلق نور جو جزو هن انسان ۾ موجود آهي، سو "ڪل شيئٍ يرجع الا اصله" جي اصول موجب هميشہ پنهنجي اصل طرف پيو پهچڻ

جي ڪوشش ڪري ۽ وصال جا ورق واريندو
وٺي. هن منزل تي سوال آهي ته انسان ۾
جيڪو جهل (اوديا) ۽ شر جو مادو آهي سو
ڪيئن ٽٽي، جو باقي ذات پنهنجي اصل حق
طرف پرواز ڪري وڃي ديدار پسي. انهيءَ
حدوث جي حد يعني اوديا کي ٽوڙڻ جو رستو
آهي معرفت (وديا). جڏهن اها اوديا (مايا)
معرفت (وديا) جي زبردست تلوار سان ٽڪرا
ٽڪرا ٿئي ٿي تڏهن انسان نجات (مڪتي)
حاصل ڪري، هرجا پاڻ کي ئي پيو پسي

"وديا وڃائي اوديا سڀ اندر جي
سورج آيو سر تي ٿي سڀ صفائي
سا ڪي سمائي بوند وڃي سر سير ۾" (سامي)

پنهنجي ڪايا جي ڪچي آئيني جي ٽوڙڻ
بعد تو پاڻ کي ئي پاڻ پيو پسي.

"آئينه برائي ديدني ساخت
نام آئينه هست آدم وحوا" (سرمست)



"آئينو ڏسڻ واسطي جوڙيائين ۽ انهيءَ آئيني تي نالو
آدم ۽ حوا رکيائين".

اها اُها منزل آهي جتي هو پنهنجو پاڻ، پاڻ
۾ پسي، پاڻ تي مستان ٿيو پوي ۽ هن سنسار
کي صاف وساريو ڇڏي. اهڙي غازي کي ڇڪڻ
جي جٺ ڦٽ جي ڪا غرض نٿي رهي.

"عشق لڳو ولي رهجي والله، يار عزيزي خوبي
پنهنجو پاڻ قبول ڪيائون سارو دم درويشي
لوڪ سارو پيو ماري طعنا، برا پروبد ڪشي
سچا يار هميشه آهن، درد وارا دلريشي"

اهو عشق جو اُهو ازلي ابدي تاثير آهي
جو عالم اطلاق وقت برهم ۾ موجود هيو. جنهن جو
ذڪر برهم (حق) جي باب ۾ آيل آهي. اهو تاثير
هن عالم حادث ۾ موجود آهي ۽ جنهن جو نتيجو
پاڻ کي پاڻ ۾ پسڻ بعد ظاهر ٿيو آهي. انهيءَ
نور جي تاثير جو پيو نالو آهي "عشق"

"عشق محبت باجهون چاڙهن، بي سڀ راهه خلافي
بزرگ ڪاڻ دنيا جي ڪن ٿا طلسم سڀ تلافي
سچا هرگز سي نه لهندا، سچا صوفي صافي"

انهيءَ عشق جي تجلي جو تاثير سچ پچ اهڙو آهي جو حدوث جي صفاتي حدن کي، جي مايا جو تاثير آهن جلائي خاڪ ڪيو ڇڏي ۽ انهن اپاڌين ۾ جڪڙيل جيو آتما کي آجو ۽ آزاد ڪري پنهنجي حقيقي محبت سان ملايو ڇڏي. اگرچ صوفي دنيا جو هي عام آواز آهي ته......

"المجاز قنطرة الحقيقت"

(مجاز حقيقت جي پل آهي)

"نبايد بر سر پل ايستادن" = پل تي بيهڻ نه گهرجي (جنيد)

پر سچن عاشقن جو چوڻ آهي ته اهي ٽي رستا ڪين آهن. جي آهن ته علم اليقين وارن لاءِ آهن ۽ نه عين اليقين (انياو) ۽ نه حق اليقين (اهم برهم) وارن لاءِ. ڇاڪاڻ ته حدوث جي حد ۾ هوئڻ سبب حق ٻه هن ۾ ئي موجود آهي ۽ هن مان ئي حاصل ٿي سگهي ٿو. تنهن ڪري سچ ته اهو آهي ته عاشق، معشوق ۽ عشق ٽئي هڪ پاڻ آهي.



"ميان عاشق و معشوق هيچ فرقي نيست
ز شخصي ساية هرگز جدا نمي گردد" (سرمست)

عاشق ۽ معشوق جي وچ ڪجهه به فرق ناهي
وجود کان پاڇو جدا ٿي نٿو سگهي.

پر انهيءَ معرفت ۽ عشق جي رستي ۾ دين ۽ ڌرم جو ظاهري پردو آخر ۾ بندش وجهيو ڇڏي. بلڪ باطن پرستن جي عشق جو اولو ٿيو پوي. ڇاڪاڻ ته مذهب جو ظاهري پهلو انسان لاءِ ادڻ آهي، جيئن آن کي نڪ ۾ ناڪيلي. اسلام ۽ ڪفر جو لفظ انهيءَ وات ويندڙن جي راهه ۾ ڪ سنگين ديوار جو ڪم ڏئي رهيو آهي. مگر ويدانت اهڙي ڪفر جي ڪلمي کي حق ۽ ست ڪري ڪوٺيو آهي. در حقيقت اسلام ۾ به رڳو جهل (اوديا) کي روڪڻ لاءِ اها وڌ وڌي وئي آهي. ڇاڪاڻ ته بدي ۽ شر جو جزو به ته الهي انسان جي پيدائش ۾ موجود آهي.
هي صورت ۾ ادڻ ڇٽي نه سگهبو ته ڪو اسلام جي رهنمائن کي حق جي حقيقت جي ڪا کٿ پرور

هوئي، هرگز نه، بيشڪ هوئي ۽ اها ڪمال هوئي مگر رڳو ڪن خشڪ ظاهر پرستن کي نصيب نه ٿيڻ واري حالت ۾، ملڪ ۾ رام رولو پڇجي ويو ته ڏسجي، نه ته هر ڪ مذهب جو اصول، هر ڪ ڌرم جو مت، معنوي پهلو تي منحصر ڪري ٿو، جنهن کي مذهب جو بنياد چئجي.

"روزو ۽ نماز اِهي پڻ چڱو ڪم
پر اهو ٻيو فهم جنهن سان پسجي پرڪي" (سچو)

انهيءَ اوديا کي تورڻ جو اپاءُ، سامي پنهنجن شلوڪن ۾ ڪ آتم گيان ۽ ٻيو پرتيت (يقين) ظاهر ڪري ٿو.

"اوديا جو اپاءُ، ڪونهي آتم گيان ري
پڇي ڪري پرتيت ٻان، سامي سڏ سماءُ
اهڙو دلبر داءُ، موٽي ايندءِ ڪونه ڪو (سامي)

---

نوٽ - عشق ۽ معرفت جي وڌيڪ پروڙ لاءِ ڏسو پويان

# يقين - ويساهه

"اول آڻ ويساهُ پڇج پوءِ پريتم" (سچو)

برهم وديا يعني معرفت جي علم جي بنسبت مٿي جيڪو ذڪر آيل آهي، يا عشق جي رهبري ڪندڙ روشنائي جا اوديا جي اونده مان آزاد ڪري ٿي، اهي سڀ انسان لاءِ تڏهن مفيد ٿيندا جڏهن منجهس يقين يعني ويساهه جي وير وڌيل هوندي. يقين ۽ ويساهه ڌاران هن معرفت جي ميدان ۾ قدم ڌرڻ، ڄڻ ڳاڻ کي ٻنهي جهانن کان تير ڪرڻو آهي. انهيءَ کان بهتر آهي ته انسان شريعت ۽ ڪرمن جي ڪمن ۾ مشغول رهي، پنهنجي ايندڙ حياتي سڦلي ڪري.

سچل سرمست ديوان آشڪار ۽ ضميرن موجب يقين جون ٽي منزلون بيان ڪيون آهن. پهريون ضمير غائب يعني "هو حق موجود" جن مان ضمير غائب جي موجودگي ثابت آهي.

يعني ڪا اهڙي چيز آهي، جا ڏسڻ ۾ نٿي اچي، پر يقين آهي ته اها چيز موجود آهي. اهڙي خيال جي يقين کي سلوڪ ۾ "علم اليقين" سڏين ٿا.

ٻيو ضمير حاضر يعني "توهين تون" (ٽٽ ٽوم اسي = اهو تون آهين) يعني ڪا چيز آهي جا اکين اڳيان حاضر آهي. جنهن جي ڏسڻ سان اهو يقين پختو ٿئي ٿو ته جنهن چيز جو علم (ڄاڻ) هيو، اها چيز برابر موجود آهي. انهيءَ کي "عين اليقين" (انڀاؤ) ڪري سڏين ٿا. اهو اکين ڏسڻ وارو يقين، علم اليقين کان وڌيڪ محڪم آهي.

ٽيون ضمير متڪلم (پاڻ ڳالهائيندڙ) يعني "مان" جي منزل. جڏهن سالڪ اها "مان" جي منزل ماڻي ٿو تڏهن ڪيس جزبو اچيو وڃي ۽ مستيءَ جي ميدان اندر "اناالحق" (اهم برهم) جا نعرا بيٺو هڻي، جنهن کي سلوڪ ۾ "حق اليقين" چوندا. انهيءَ جاءِ تي صوفي پاڻ کي يقين سان حق يعني برهم ٿو سمجهي.

ڪي صوفي حق ۾ فاني ۽ باقي جي منزل کي حق اليقين چون ٿا، جا پڻ انا الحق کان



ٻاهر ڪين آهي. هو چون ٿا ته اهي ٽئي ڳالهيون علم، شهود ۽ حال، انهن ٽنهي سان گڏ حاصل ٿين ٿيون.

ڏکو انهيءَ ڳالهه جي ٻروڙ پوڻ، ته حق ۾ فاني آهيان يا حق ۾ باقي آهيان، ڪافي ڪين آهي.

مثلاً - هرهڪ انسان کي موت جو "علم اليقين" آهي، پر جڏهن هو موت جي فرشتن کي اکين سان ڏسي ٿو تڏهن کيس موت جو "عين اليقين" ٿئي ٿو. پر جڏهن هو موت جو مزو چکي ٿو تڏهن "حق اليقين" ۾ اچي ٿو.

شريعت وارن جو چوڻ آهي ته ظاهر شريعت کي "علم اليقين" چئجي ۽ شريعت ۾ اخلاق پيدا ڪرڻ کي "عين اليقين" چئجي ۽ ان ۾ مشاهدي پائڻ کي "حق اليقين".

"هر سخن را ڪمتر مبين، داني ازان علم اليقين
عين اليقين، حق اليقين، در راهِ مولا دم مزن"
(سرمست)

مهنجي هر لفظ کي گهٽ نظر سان نه ڏسو، تون اهو ڄاڻ ته اهو مهنجو يا علم اليقين آهي يا عين اليقين يا حق اليقين. تون الله جي وات ۾ ڏاڙ نه هڻ.

گرو نانڪ صاحب به يقين کي ٽن ڀاڱن ۾ ورهايو آهي.

(١) سروڻ = ٻڌڻ
(٢) منن = مڃڻ
(٣) ندياسن = پاڻ سڃاڻڻ

سڻي سڌ پير سور ناٿ
سڻي پوهه نه سگهي ڪال
سڻي جوڳ جڳت تن ڀيد
سڻي لاڳي سهج ڌيان
سڻي سرا ڳڻان ڪي گاهه
نانڪ ڀڳتا سدا وگاس
سڻي دک پاپ ڪا ناس

مطلب - حق جو مذڪور ٻڌي، ان تي يقين ڪرڻ وارو پرش سڌ (عامل) پير ۽ ديوتا ۽ ناٿ ٿئي ٿو. اهڙو انسان امر (لافنا) آهي. علم اليقين واري کي جوڳ جي جڳتي لڳي ٿي، ۽ سرير جي ڏيهه کان مڪتي ملهوس ٿي. اي نانڪ اهڙن ڀڳتن کي سدا آنند آهي. ان جا ڏک ۽ پاپ ناس ٿي وڃن ٿا.



اهڙي طالب جو ڀڳونت ۾ جلدي ڌيان لڳي ٿو ۽ جيڪي چڱا ڪرم آهن، سي هن پرش ۾ پيدا ٿين ٿا.

يقين جي ٻي منزل منن يعني "عين اليقين" آهي. منن بنسبت گرو صاحب ٿو چوي.

"مني سرت هووي من ٻڌ
مني مارگ ٺاڪ نه پاهه
جيڪو من جاڻي من ڪوهه"

منڻ واري پرش کي گيان ٿئي ٿو ۽ ٻڌ نرمل ٿيس ٿي. منڻ واري انسان کي مڪتي (نجات) جي رستي ۾ رنڊڪ نٿي ٿئي. جيڪو منڻ کي يقين سان ڄاڻي سو ئي ڄاڻندڙ آهي.

انهيءَ منزل تي طالب دل جو درشن پائي ٿو. جنهن کي "عين اليقين" واري منزل سڏين ٿا.

ٽين منزل آهي ندياسن يعني پاڻ سڃاڻڻ. جنهن بنسبت چيو اٿن.

پنهنجي پروان پنهنجي پرڏان
پنهنجي پاوه درگهه مان
پنهنجان ڪا ڪور ايڪ ڏيان

گياني ڀڳت اهم ۾ مگهه پتڙا آهن. اهڙن گياني پرشن جو گرو هڪ پرميشور آهي.

هو انهيءَ ۾ لاءِ تي بقا تي رهن ٿا. اهڙي منزل کي چون ٿا "حق اليقين".

"پراو ڪو آهي، سامي سڪه گروءَ جو
ڏنو جهن گر گيان سان، اوديا هٽ لاهي
شهوا سنگت جي ڪري، ممتا مٽائي"
سهجي سلاهي، روم روم سان رام کي (سامي)

عين اليقين ۽ حق اليقين جي ڪل هن ڪامڪي ڪامل جي ڪويتا مان ڪافي ملي ٿي. سمجهاڻي لاءِ هستي انسان کي هي چوڻ ڪافي ٿيندو ته هي پريم جون پيروليون پڙهي، پريتم جي پروڙ کي علم اليقين چئجي ٿو جا عشق جي پهرين منزل آهي. جنهن ۾ يار جي تصوير جي تصور جو عاشق کي علم حاصل ٿئي ٿو.



"شاهي هيم شان، دلبر پنهنجي ديس ۾
سچل آيس اوچتي، ڪٺي سون جو سامان
چاهه مجهارون چاڙهي آيس، اهو اٿم ارمان
حيرت ۾ حيران مونکي هير هتي ڪيو" (سرمست)

انهيءَ يا عين اليقين، عشق جي ٻي منزل آهي. انهيءَ منزل تي هي جيو آتما پاڻ کي نفساني خواهش کان، جي مايا جو تاثير آهن، جن ۾ هو چوطرف جڙيل ۽ جڪڙيل آهي، پاڻ کي آزاد ٿو ڪري. اهڙي آزادي بعد هنکي دلبر جو ديدار فرحت آثار حاصل ٿئي ٿو، نه ته جيسين اهو پريمي پکيهو انهيءَ پنج تتي پڃري ۾ پابند آهي، تيسين هو پرديسي پکيڙو پنهنجن پرين ڏي اهوئي پيغام راتيان ڏينهان روئي پيو پٺي.

جي - ماروڙا ماندي، آءٌ اوهان ري آهيان
سکيا آن ساٿيهه ۾، مون هتي باندي
قيل اوهانجي قال کان، ويل نه هڪ واندي
اچانڪ آندي - قسمت قيد الماءِ جي (سرمست)

جيڪڏهن اهو سڪ جو سنيهو سچ پچ سچو آهي ته جانب کان اهو جواب پيو پهچيس.

"پنهنجي هوت پنهل جي، هاڙهي هلندي سي
جهڙن آتون جي - سڙا ڪندي صدقي"
(سرمست)

جڏهن هي اولڙو سچ ۾ وڃيو سمائجي، يا هين، ڪٺي سمجهو ته هي جيو آتما ڪهن ۽ ذريع هنجي اصل يعني برهم ۾ لاء ٿي حق سان هڪ ٿيو وڃي، تڏهن اهڙي منزل کي صوفي "حق اليقين" سڏين ٿا، جا تين استيج آهي ۽ جا اها آهي جيڪا ڪنت ڪنزاً کان اڳي هوئي.

"گفته ست ڪنت ڪنزاً مخفي خبر شنو
پنهان ڪه بوه باز همان آشڪارا شد" (سرمست)

اها خبر ٻڌ جو پاڻ ڇهو اٿس ته مان هڪ ڳجهو خزانو هيس. اهو اڪيل هيو جو وري سا ڳجهو ظاهر ٿيو.

---

## صوفين جا فرقا

خواهي بڪعبه روکن خواهي بسو منات
از اختلاف راه چه غم رهنما يڪي ست

وٺي ته ڪعبي ڏي منهن ڪر، وٺي ته سومنات مندر طرف رخ ڏين فڪر ناهي جو رهنما ٻيا ٻيا آهن مگر راهه ڏيکاريندڙ ته هڪڙو ئي آهي.

صوفين جي صحبت جي سڪ رکندڙ صاحبن کي جيستائين صوفين جي فرقن (ٽولن) جي ڄاڻ ڪانه هوندي، تيستائين اهڙن بزرگن ۽ مهاتمائن جي ملاقات مان ڪي ڪين حد حاصل ٿيندو ۽ ڪي هو اهو مزو ئي ماڻي سگهندا.

صوفين جي فرقن (ٽولن) جي واقفيت اسان کي جائي ڀائي گمراهي کان بچائي ٿي.

صوفين جا مکيه چار ٽولا مڃيا ويا آهن. باقي ٻيا جيڪي ٻه اوهان جي نظر مان گذرن، تن کي انهن مٿين فرقن جون شاخون سمجهڻ گهرجن.

(١) ظاهر = يوڳي
(٢) مشاهد = ويراڳي (اداسي ۽ مشاهد ۾ اچي وڃن ٿا)
(٣) اهل عزلت = سنياسي
(٤) تارڪ = ناڳا

(ظاهر — يوڳي)

ظاهر يعني يوڳي سلوڪ (يوڳ) ڪمائيندڙ آهن. جو معرفت ۽ وديا جا وارث آهن. انهن کي صوفي دنيا عارف ۽ سالڪ ڪري سڏي ٿي. جن جو مثال ڪنول گل جو آهي، جو پاڻي ۾ پلجي ٿو، مگر مٿس پاڻي جون بوندون بيهي نٿيون سگهن. ساڳي طرح سالڪ به هن سنسار ۾ ئي رهي ٿو پر مٿس مايا جو ذرو به تاثير نٿو ڪري. هو گرهستي به آهي مگر گرهست جي اثر هيٺ نه ڪين آهي. هي اهي صوفي آهن جي پاڻ سان گڏ ٻين جو به اڌار ڪري سگهن ٿا يعني پنهنجن چيلن ۽ پوئلڳن کي به اهو پاڻي وارو ڏنل ڏيهه ڏيکاري سگهن ٿا.

جوڳين آهه نه جنگ، آهن سلوڪي سپ سان
جهنجهان هن جهان ۾، آهن طريقا تنگ
ڪن جي رتا رنگ، ماڻڪ منهن مشعلان (سرمست)



"جهونا ڳڙه جي جوءِ ۾، جوڳين جوڳ اجوڳ
يوڳين يوڳ اڀوڳ - پاڻ وڃائي پاڻهجو (سرمست)

(مشاهد — ويراڳي)

مشاهد يعني ويراڳي، کهڻو ڪري ويراڳ ۾ رهن ٿا ۽ سندن عقل ۽ حال تي تغير يعني ڦيرڦار اچيو وڃي. هن فرقي جا صوفي کهڻو ڪري مستي واري ماڳ ۾ محو رهن ٿا. اداسن جو طريقو به ڪي قدر شروع ۾ مشاهد طرف لاڙو رکي ٿو.

پورب آهه نه پنڌ، ڪڏهن ڪا پڙهن ڪي
واري ويراڳي ويا، ڪاڻ مٿي ڪنڌ
هوءِ سندن هنڌ، جو لڙ گڏجي لعل ٿيا (سرمست)

(اهل عزلت — سنياسي)

اهل عزلت يعني سنياسي اهي آهن جي سنسار جي سلسلي کي فاني ڄاڻو ۽ بي حقيقت سمجهي، ان کان منهن موڙي گوشي نشيني ۾ گذر ڪن ٿا.

اھڙن صوفين بنسبت سرمست ٿو چوي....

( ١ )

ڏور ب ڀڳا نه وڃڻ، گرناري گمنام
ويچاري ٿي واٽ تي، ڪرن ڪين وسرام
سيني ۾ سنگرام - سچا سناسن جي (سرمست)

سرمست سائين پنهنجي رسالي ۾ جوڳين ۽ سناسين جي پيت ڪندي سناسين جي گوشه نشيني بنسبت ٿو چوي.......

جوڳي جال ڏٺام - پر ڪو ڪو ليکي ڪا پڙي
هي وهي وسڻ ۾ ويا، هونه لوڪ لڙيام
تني ڪاڻ لهام - هيءَ هيءَ هڙا حالڙا (سرمست)

مٿين بيت مان معلوم ٿو ٿئي ته سچل سرمست سنياسين جو سيڪڙائو هيو، نه رڳو سچل پر سامي به سنياس جو لانگهو لنگهيو ٿو ڏسجي.

ورلو ڪن وسي سناسي سنسار ۾
وڏو ڪن پنهنجن جو گرگهر پل ڪسي
مايا موهه اسار ۾ سامي ڪين ڦسي
چڙهي پار رسي انهيءَ پد اپار ۾ (سامي)



## صوفين جا فرقا ١٠١

(تارڪ — نانگا)

صوفين جي هن ٽوليءَ کي تياڳي به ڪري ڪوٺيندا آهن. سنياس جي آخرين حد پهچڻ وارن کي تارڪ يا نانگا سڏين ٿا. اهي گويا دنيا مان جيئري مري نڪرن ٿا. اهڙن صوفين جو گهڻو ڪري پهاڙن ۽ جهنگلن ۾ جالڻ سان جار آهي. انسان جهڙو سنسار ۾ آيو آهي اهڙوئي ٿي رهي، اهو انهيءَ فرقي جو مول مت آهي.

نانگا سنسار جي ڪهن به وستو کي ڇهن ئي ڪين. تهن ڪري ڪين نانگو = ننگو = اگهاڙو ڪري ڪوٺيو ويو آهي.

"ڏور ب ڪان پري - نانگن نظر آهه تا
نگهه وڃن ٿا نات ني، پر پيون ٿي ڀر پري
منجهان ذوق ذري - گرڪي گڏيا گودڙيا" (سرمست)

اسان جي سنڌ جي سامي جو نانگن سان تعلق ڪونه هيو. هڪڙي شلوڪ ۾ سيني پيت ڪندي ٿو چوي -

هوڳي، سنياسي، بيراڳي، پانيڻ ڳهٽا
نانا ڀيکه جڳت ۾، سموڙا اداسي
لئي ۾ ڪو هڪڙو، نانگو نراسي
جهن جو ڦند ڦاسي- سامي ڪٽيو سٽگرؤ (سامي)

ٻين فرقي جي صوفين جي پيروي ڪندڙن کي ”طالب“ سڏين ٿا. طالب پهنجي رهنما کي پهنجو ”مطلوب“ ڪري ڪوٺي ٿو. باقي ٻين فرقن جي صوفين جي چيلن کي ”قاصد“ ڪوٺيو ۾ اچي ٿو.

”طالب“ اُهو آهي جو قادر جي قرب ۽ مالڪ جي محبت حاصل ڪرڻ ۾ ڪوشش ڪندو ٿو رهي ۽ مولا جي مدد جي تابع آهي. هو وديا يعني عبادت ۽ بندگي جي رستي اوديا جي تورڻ جي ڪوشش ڪريتو ۽ حق واري وات وٺي وڃڻ ۾ رات ڏينه مشغول رهي ٿو.

مشابر ۽ اهل عزلت وارن صوفين کي گهڻو ڪري جذبو اچيو وڃي، جهن ڪري سندن عقل ۽ حال تي ويراڳ غالب پئجو وڃي. انهيءَ ويراڳ واري حالت ۾ گهڻا مجذوب (مستانا) ٿيو پون.



مشابر ۽ اهل عزلت ٽن منزلن ۾ وراهيل آهن.

( ١ ) مجذوب
( ٢ ) مجذوب سالڪ
( ٣ ) سالڪ مجذوب

مجذوب اُهي آهن، جي هميشه جذبي ۽ موج ۾ مست آهن. اهڙن صوفين کي پهنجي سرير جي سڌ نٿي رهي. اهڙا صوفي سالڪن ۽ جوڳيسرن وانگر پهنجن طالبن ۽ چيلن چيلن کي باقاعده معرفت يعني وديا جي وات سيکاري سمجهائي نٿا سگهن. اهڙن صوفين جو هي مثال آهي ته جيئن ڪو شخص ڪهري نند ۾ ستل هجي ۽ ڪيس اٿان کڻي، ڪنهن باغ ۾ رکيو وڃي، جتي هو اک کڻڻ سان باغ جو نظارو پسي. اهڙو صاحب باغ جي نظاري جو بيان بخوبي ڪري سگهندو، مگر رستي جي ڪل ڪانه ڏئي سگهندو. ڇاڪاڻ ته هو ڄاڻ اهو رستو ويل ئي ناهي. اهڙي ساڳي طرح جذبي واري صوفي کي به وحدت ڏانهن ويندڙ وات جي ڪل ڪانه پئي رهي. ڇاڪاڻ ته خيال جي جذبي جي قدرتي

ڪشش هنڪي وارستگيءَ مقصد واري منزل تي ڪٺي پهچائي ٿي. انهيءَ نظاري جي سڌ هو سربسر سلي سکهي ٿو، پر وات جو واقف اصل ڪين آهي. جهن صورت ۾ هو صاحب حال انهيءَ وات جو واقف ڪين آهي، تهن صورت ۾ پنهنجن پوءِ لڳن کي وري انهيءَ ڏس جو ڪجهه ڏس ڏئي سگهندو.

ڪهڙا صوفي جذبي جي موج مستي ۾ ڪجهه وقت مست رهي، دلبر جو درشن پسي، وري سالڪي سلوڪ ۾ اچي، پنهنجن طالبن ۽ چيلن سان روح رهاڻ ڪرن ٿا. اهڙن صوفين کي مجذوب سالڪ ڪري ڪوٺجي ٿو.

ڪن "ظاهر" يعني سالڪن کي، سلوڪ تي هلندي هلندي اوچتو جذبو اچيو وڃي، جنهن ۾ کي هميشه رهجيو وڃن ۽ کي ڪڏهن مستيءَ ۾ ۽ ڪڏهن هوش ۾ رهن ٿا. اهڙن صوفين کي سالڪ مجذوب سڏين ٿا.

حضرت حافظ شيرازي مجذوب سالڪ هيو. اسان جو حافظ درازي سالڪ مجذوب هيو. پر پٽ ڏٺي هميشه سالڪي ۾ سر رهيو آهي. چون ٿا ته سرمست حافظ درازي هميشه مستي ۽ مجذوبي واري حالت ۾ ڪين هوندو هيو.



اها حالت تڏهن مٿس ظاهر ٿيندي هوندي جڏهن راڳ جي رهاڻ سندس اکيان ڪٿي ويندي هئي. اهڙي موج مستي جي وقت رقص (ناچ) ڪان به ڪين رهندو هيو.

"همي رقصم همي رقصم همي رقصم برسوائي
همه مردم همگويند بود اين شخص سودائي"
(سرمست)

اگرچ هر ڪ فرقي جي مختلف خيالي ڪم موجب، سندن نالا نرالا آهن، پر سڀ پاڻ سندن سينٽر (مرڪز) يعني جتي ڪين پهچڻو آهي سو ساڳيو ئي آهي ..........

"واٽون ويا نمون، هڪو جاڙا ڪهي ويا" (شاهه)

...صوفيان سيني فرقا پنهنجي خيالي ڪم موجب ٻن ...ن ۾ ورهايل آهن. هڪڙي طريقي کي "...وحدت" سڏين ٿا ۽ ٻي کي "ادويت". دويت وارا ...ٻي همه از اوست ثابت ڪرن ٿا، يعني سندن آهي ته مي جو ڪجهه ظهور ۾ آيل آهي، سو انهيءَ برهم (حق) منجهان آهي.

ادويت وارا جن کي موحد به ڪوٺجي، يعني جن وٽ دوئي ڪانهي، تن جو خيال آهي ته برهم، ۽ برهمانڊ هڪ شيءِ آهي، يعني هي سڀ جيڪي ڏسجي ٿو سو سڀ همه اوست، (سڀ اُهو) آهي.

گاه آدم گاه شيطان مي شوم
گاه موسيٰ گاه عمران مي شوم
گه جدا باشم من از مادر پدر
گه چو اسماعيل قربان مي شوم
گاه باشم **آشڪارا** بادشاه
گاه بر دربار دربان مي شوم
(سرمست)

ڪڏهن آدم ڪڏهن شيطان ٿيان ٿو. ڪڏهن موسيٰ ڪڏهن عمران ٿيان ٿو، ڪڏهن جدا آهيان ڪڏهن پيءُ ماءُ منجهان آهيان. ڪڏهن اسماعيل وانگر قربان ٿيان ٿو. ڪڏهن اي آشڪار بادشاه آهيان، ڪڏهن دربار جو دربان ٿيان ٿو.

## (باب ٻيو)

## حيات سرمست

# تفصيل





## باب پهو

# سچل سرمست جو اصل نسل

اسان جي سرمست عاشق جا اباڻا اصل عربي آهن، سندن اصل نسل حضرت امير عمر فاروق کان شروع ٿئي ٿو.

حضرت امير عمر فاروق جناب حضرت محمد مصطفيٰ (صلعم) جو ٻيو خليفو هو. کيس فاروق انهيءَ ڪري ڪوٺيندا هوا، جو هو نهايت عادل شخص ٿي گذريو آهي. ڪوڙ ۽ سچ جي وچ ۾ عدل جي ترازيءَ سان فرق ڪرڻ ۾ جهڙس ڪونه هو. اڄ تائين عدل ۽ انصاف ۾ سارو يورپ کيس امت اڳاري رهيو آهي. هڪ زبردست انگريز مصنف، منصف مزاجيءَ سان سندس حياتيءَ جو بيان هڪ عجيب ۽ غريب پيرائي ۾ لکيو آهي جنهن تي نالو رکيو اٿس "عمر عادل" (**Umar the Just**).

اسان جو سرمست سائين انهيءَ فاروقي گلدستي جو هڪ گل آهي.

(عاشق جا اباڻا سنڌ ۾ ڪيئن آيا)

شيخ شهاب الدين بن عبدالعزيز حضرت عمر فاروق جو پڙپوٽو هيو. هي پهنجي ڏاڏي عبدالله جي فوت ٿيڻ بعد حجاز مان هجرت ڪري نڪتو. شيخ شهاب الدين هڪ وڏو سياست دان ۽ مدبر انسان هو. جڏهن عربن سنڌ تي ڪاهيو ۽ بزدل جي هٿ هيٺ شڪست کائي موٽيا، تڏهن شيخ شهاب الدين فاروقي سنڌ جي آخرين فتح بنسبت حجاج بن يوسف کي هڪ تجويز پيش ڪئي، جنهن ۾ هڪ ته ڪارونيار ڪٽڪ سان ايڏي پراهين پنڌ تي سنڌي طرح ڪاهي وڃڻ جي هو برخلاف هو. ڇاڪاڻ ته هن چاتو ته ايڏي وڏي لشڪر لاءِ هي جهنجي جهاڳڻ جهاڳڻ مشڪل آهي. تنهن ڪري انهيءَ تجويز ۾ هن هيءَ رٿ پيش ڪئي ته اول سنڌ جي سرحدي صوبن ۾ اسلامي تبليغ لاءِ زبردست عالم روانا ڪيا وڃن، جن جي ڪاميابي ڪاهه ڪندڙن واسطي منزل مقصود تي پهچڻ جو هڪ عمدو ذريعو ٿيندي. آخر ٿيو به ائين.



جڏهن سنه ٩٣ هجريءَ يعني ٧١١ع ۾ محمد بن قاسم سنڌ تي ساڻياهو ڪيو تڏهن حجاج ابو مغيره ۽ حزير کي بحري وزير ۽ شيخ شهاب الدين فاروقيءَ کي مشير اعليٰ ڪري ساڻس ساڻ ڏنو. محمد بن قاسم هڪ سياست دان بزرگ هستين جو پورو پورو قائل هيو، تنهن ڪري وقت بوقت سندن صلاح کان ٻاهر قدم ڪونه کڻندو هيو.

سنڌ جي فتح بعد مذهبي رنگ کان سياست کي الڳ رکڻ ۽ مذهبن ۽ ڌرمن کي آزاد ڪرڻ ۾ جيڪڏهن گهڻو حصو ڪنهن ورتو ته اهو شيخ شهاب الدين فاروقي هيو. نيرون جي فتح وقت شيخ فاروقي اتي جي حاڪم پنڌرڪن سمني سان وڪالت وقت اهڙو ته اخلاق سان پيش آيو جو هو بنان ڪنهن شرط شروط جي اچي محمد قاسم ثقفي جي پيش پيو.

راجائن ۽ رعيت سان دريا دل سان برتاءُ سبب شيخ فاروقي جو سنڌ جي نگريءَ ۾ نهايت ناماچار نڪري ويو. هن خليق انسان جي خلق، خالق جي دلين تي پورو پورو قبضو

ڪري ڇڏيو. سيوهڻ جي حاڪم ٻڇيرا جي شڪست
بعد، سيوهڻ جي ماڻهن جي استدعا تي،
محمد قاسم ثقفي شيخ فاروقي کي سيوهڻ جو
حاڪم مقرر ڪيو.

شيخ شهاب الدين فاروقي بعد سندس
فرزند محمد فاروقي ۽ سندس پوٽو محمد باقي
فاروقي ۽ پڙپوٽو شيخ عبداللطيف فاروقي سيوهڻ
جا حاڪم ٿي رهيا.

(تقدير جو چڪر)

آخر تقدير جو چڪر ڦريو، ڪٿ مان لٿ،
لٿ مان ڪٿ وارو ڪم قدرت شروع ڪيو.
داڻي پاڻيءَ جو دور ڦريو. لاچار زماني جي
ڦيرڦيرين سبب، فاروقن سيوهڻ کي خيرباد
چيو ۽ حيدرآباد جي پرسان خدا آباد جو شهر
ٻڌي سارو سات وڃي اتي لڏي پلاڻي
ويٺو. پر اتي به گردش گردون ساهه پٽڻ ڪين
ڏنن. ٿوري گهڻي ڏينهن اتان به آب داڻي
کڻي وڃي ٽر جا ٽاڻا پسايائون، جتي ڏٽ ڏهاڙي
سومرا آڏين ۽ ڇاڙهين وارو قلم، هن فلڪ جي
اسعاين سان گهڻو وقت لاڳو رهيو. پر قدرت کي



جو اها فقيري امانت ڪين ٿي سو نپٽي، سا
اهي سچ ۽ سادگي جا سامان ڪين نه ڪين
موجود ڪري ڏيندي. هو ڏانهن وري ان وقت
جي هڪ مشهور برڪت واري بزرگ، غوث
بهاول حق کي ٿيو جو الاهي فرمان، ته پنجاب
کان ڪهي ڪري اچي هتي ڏوٽيڙن سان ڏاتر
جي ڏنل ڏات جي ڏيتي ليتي ڪئي. ٽر جي
ٽاڪن ۾ جهجهو وقت جالڻ بعد، آخر وري
داڻي پاڻيءَ اتان کڻي ڪين ۽ ٽولاڪن ۾ ٽوريندي
اچي ڳڙ يجيءَ جي ڳوٺ جون گهليون پسايائين.
ڳڙ يجيءَ جو ڳوٺ رياست خيرپور ۾ راڻي پور
شهر جي اتر پاسي ڇهن ميلن پنڌ تي آهي.

احمد فاروقي جو هن ۾ هڪ ٻيٺل ۽ قابل
شخص هو ۽ زماني جون ٽڪيون ڪوسيون ڏٺل
ديسن ۽ لاهيون چاڙهيون خوب لتاڙيون هوائين،
تهن اچي ميرن جي ملازمت اختيار ڪئي.
قسمت جي ڪمائي ۽ بخت جي رسائي، هن کي
ان وقت جي حاڪم مير سهراب خان ٽالپر جي دل ۾
پوري پوري جاءِ ڏني. اهو اهو زمانو هو جڏهن ۾
ٽالپرن جي سرسبز گلشن ۾ نفاق جي خزان کهلڻ
شروع ڪيو هو ۽ ان وقت جي حاڪم

مير مراد علي خان ٽالپر جي وفات بعد منجهن سنڌ جي وراثت جا خيال اڀرڻ لڳي رهيا هوا. ڇڱي ڇتاپيٽي بعد آخر هنن سنڌ کي ٽن ڀاڱن ۾ ورهايو. هڪ ڀاڱي جو هيڊ ڪوارٽر حيدرآباد رکيائون، ٻي جو ميرپور خاص ۽ ٽئين جو خيرپور. احمد فاروقي جو مير سهراب خان جو هڪ بازو ثابت ٿي چڪو هو، تنهن مير صاحب کي خيرپور واري حصي جي هٿ ڪرڻ جي صلاح ڏني. ان وقت خيرپور جي نگري درياهه جي ٻنهي طرفين هڪ عجيب پُر فضا ۽ آباد نگري هئي. مير صاحب جي ڪهر تي ڪيس اها نگري حصي ۾ آئي. انهيءَ نيڪ صلاح جي عيوض ۾ مير صاحب ڇا ڪيو، جو رائيپور ۽ ڪنبت شهر جي وچوارو زمين جو ٽڪرو، جو لاڙڪاڻي جي حد تائين پکڙيل هيو، ڪٽي انهن ٽريچن فاروقن کي جاگير ڪري بخشي ڇڏيو.

**(درازن تي نالو ڪيئن پيو)**

ٽر جي ٽاڪن ڇڏڻ وقت فاروقن سان هڪڙا ٻه نمڪ حلال نوڪر ذات جا ونڌير همرڪاب ٿي هٿ آيا هوا. انهن مان هڪ جو نالو هو دراز ونڌير ۽ ٻئي کي ڪوٺيندا هوا ڪاجن ونڌير.



فاروقن وري ڇا ڪيو جو اها جاگير انهن پنهنجن پيارن نمڪ حلال نوڪرن کي آبادي لاءِ ڪٽي ورائي ڏني ۽ آبادي جا ڪل اختيار ڪٽي کين سونپي ڇڏيا. انهن ٻنهي ڄڻن پنهنجي رهائش جي سهوليت ۽ آباديءَ جي سانگي جاگير ۾ ڪٽي ڳوٺ ٻڌا. دراز ونڌير جي ٻڌل ڳوٺ تي دراز نالو پئجي ويو. اهو اُهو ڳوٺ آهي جنهن کي اسان جي سهڻي سچل سائين جي جنم جو شرف مليل آهي.

درازان جي ڳوٺ جي اتر اولهه ۾ هن وقت هڪ ڦٽيل ڳوٺ ۽ ان سان لاڳيتو هڪ جهونو قبرستان نظر اچي ٿو. انهيءَ ڳوٺ کي ڪاجن جو ڦٽل ۽ ڦٽيل ڳوٺ ڪري ياد ڪندا. اهو ڇو ڦٽو ۽ ڦٽيو، اها آکاڻي ڏکي آهي. انهيءَ ڪالسواءِ ڪا محقق روايت نظر نٿي اچي؛ بلڪ رنگ ۽ ريب ورتل روايت ڏسجي ٿي. تنهن ڪري ان بنسبت هٿ ڪاغذ ڪارا ڪرڻ اجايو آهي. ايترو سو ضرور چئبو ته درازا فقير جي قسمت جو ستارو جو قيامت تائين قائم رهڻو هو، سو ضرور سنڌ ۾ نيڪ نيتي ۽ خدمت جو ڀرو ڪيس پرپيل ٿو ڏسجي.

هن تاريخ ۾ اسان جو واسطو احمد فاروقي سان ايترو نه آهي، جيترو ٻي هڪ برڪت ڀري فاروقي فقير سان آهي؛ جنهن کي هت فقير صاحب ڏني موراڳي جي نالي سان ياد ڪجي ٿو. وڌيڪ واسطيداري ڏيکارڻ جو مطلب اهو آهي، جو هي بزرگ اسان جي سرمست سچل جو ڏاڏو آهي ۽ درازان جي فقيرن جي فقيري درخت جي جڙ آهي. يا هيئن کڻي سمجهو ته درازن جي پريم واري پاڻيءَ جو چشمو آهي. اهوئي سبب آهي جو کيس موراڳي (مور) جو لقب مليل آهي.

فقير صاحب ڏنو سائين پڻ ڪجهه وقت ميرن جي نوڪريءَ ۾ هيو. ظاهريءَ ۾ هيو گرستي، پر حقيقت ۾ حق سان هڪ هيو. چون ٿا ته جڏهن غوث بهاول حق صاحب ٺٽو ويو هيو ۽ هنن فاروقي فقيرن سان چار چشمي ڪئي هوائين، تڏهن فقير صاحب ڏني سائين کي (جو ان وقت ٻال اوستا ۾ هو) ڏسي فرمايائين "اچو سنڌ جا سفير". ڀلا اهڙن ڪاملن جا قول ڪڏهن ٿا ڪوڙا ٿين. آخر ٿيو به ائين. سچ پچ سهڻي سچي جهڙا سرمست،



پير عبدالحق صاحب جهڙا اڪمل، مقبل محمد جهڙا سخي مرد، اهڙي پياري بزرگ جي پٽ مان پيدا ٿيا؛ جن جي عشق جي خوشبوءِ سنڌ ملڪ جو وڻ وڻ واسي ڇڏيو.

فقير صاحب ڏنه موراڳي جي هن هڪڙي قول مان سندس ڪماليت جو مڪان معلوم ٿي سگهي ٿو.

"ڪني ليهه نهر سان، ڪني دٻيا درياهه
صاحب ڏني جي ساهه، ستارو سمنڊ سمايو"

موراڳي سائين کي ميرن جي ملازمت به مزو ڪونه ڏنو. ڇا ڪاڻ ته هن جو من متن مارن جي محبت ۾ محو، ۽ سندس ساهه سهڻن سانگيئڙن جي سڪ ۽ سار ۾ سدائين سر هيو. آخرڪار جڏهن حقيقت جي راز کلڻ جو وقت ويجهو آيو، تڏهن درد جو درياهه منجهس موجون ماڻڻ لڳو.

بقول سچل سرمست

"بحر موجا موج شد من چون ڪنم
مي دهد از قعر اين اخبار ها"

مان چاڪري ڪرڻان، سمنڊ ۾ موج مٿان موج اچي رهي آهي. اهي خبرون سمنڊ جي تري مان پهرن ٻرن.

انهيءَ جو نتيجو اهو نڪتو جو هن جوڻي مايا کان منهن موڙڻ جا خيال اچي منجهس پيدا ٿيا. ڪجهه وقت انهن خيالن ۾ ٻڏندو ترندو رهيو. آخر الاهي توفيق اچي سندس ساٿي ٿي. سو وري ڪيئن؟ جو هڪڙي ڏينهن جهنگ مان لنگهيندي ڪيس * **بي بي رابعه بصري** جي روحاني رهاڻ نصيب ٿي. ڪير ته اڪيتي هو، رکو هئي سنياڻ جي ضرورت. بي بي سائڻ فقير صاحب کي گيان ڏيندي حڪم ڏنو، ته هيستائين بندن جي نوڪري ڇڏي، باقي حياتيءَ جو وقت بندن جي مالڪ جي نوڪريءَ ۾ وڃي گهارءِ. هن مٺي مايا کان منهن موڙي، ڪوڙي ڪايا کي توڙي، هن فاني دنيا جي جنجلن کان جيءَ آزاد ڪري، اڄ کان گوشي نشيني ٿي، وڃي پنهنجي يار جي ياد ۾ رهه.

* بي بي رابعه بصري هڪ قلندري حال واري عورت بصره جي ملڪ ۾ ٿي گذري آهي. هندو فقير مهران ٻانڪي سندس همعصر ڪري ليکيندا آهن.



اهو ڏينهن اهو شينهه موراڳي سائين نوڪريءَ کان نٺو اڪر واري، دنيوي ڪمڪار کي "ٿو ڪتا ڪري" درازن جي ڳوٺ جي اوير ۾ لوڙهو هڻي، وڃي الله جي ليکي ۾ ويهي رهيو. جتي پنهنجي يار جي تار ۽ تات ۾ ڏينهن رات گهارڻ ۽ گذارڻ لڳو.

فقير صاحب جو آستان هڪ وقت ڪيتريون هيٺان هيو، جتي هڪ شينهه جي جوءِ هوئي انهيءَ جاءِ تي هينئر ڪاديسرن جو تخت ٺهيل نظر اچي ٿو. انهي ڪيتري جو نيشان تخت جي پويان اڃا به ڪجهه موجود آهي. سچ آهي ته فقيرن تان جانور به ساهه صدقي پيا ڪن. جوان ٿا ته فقير صاحب کي پنهنجي آستاني طرف ايندو ڏسي، اهو شينهه ادب کان اکيون هيٺ ڪري ٻرڙم مان پڇ لتڪائيندو رهندو رهيو. فقير صاحب انهيءَ لوڙهي اندر انهي ڪيتر هيٺان، جوان ٿا ته چاليهه چاليها ڪيا.

موراڳي سائين کي ٻه فرزند هوا. وڏي جو نالو هو **صلاح الدين** ۽ ننڍي کي سڏيندا هوا **عبدالحق**. فقير صاحب پنهنجي چولي متائڻ کان اڳ پنهنجي فقيري حال جي پڳ پنهنجي ننڍي

فرزند عبدالحق کي ڏاڍي چڙي هئي. اها ڳالهه
نندي تي چڙ آئي، ان بنسبت موراڳي سائين
جو چوڻ هو ته اسان کي پنهنجي مقرب دوست
فقير ابيد الله قادري جي معرفت حضور مان
اهو فرمان پهتل آهي ته مرحوم فرزند صلاح الدين
مان ڪو هڪڙو سرمست پيدا ٿيندو، جو تارڪ
(تياڳي) ٿي رهندو ۽ ان کي اولاد ڪونه ٿيندو.
تنهن ڪري ڪاڏي ڏني ويئي آهي نندي کي،
۽ نالو وڏي کي. خدا جي قدرت ٿيو به ائين.
ميان صلاح الدين مان اسان جو سچڻ
سچل سرمست پيدا ٿيو جنهن جي ڏالي درازن
جي درگاهه مشهور آهي.

پير ابيد الله قادري جي ڏنل **سچل سرمست**
جي ابيات مان هيٺ ٿي ملي.

ڏاڏا محمد حافظ ڏهندا وچ درازين ديرا
دست ڏهيندي اصلون آها مقصد سارا ميرا
شاهه ابيد الله اسانڏا خواجه پيران پيران
آل نبي اولاد علي هيءَ حضرت ميران ميران
(سرمست)

---

نوٽ- فقير صاحب ڏاڏي موراڳي کي محمد حافظ
به ڪري ڪوٺيندا آهن.




اسان جي سچل سرمست کي هن دنيا جي
دور مان چوليءَ مٽائي اڄ ۱۱۰ سال مس
گذريا آهن. سندس لکيتن ۽ پراڻي زماني جي
پير مردن مان سندس حياتيءَ جو حال تازو ۽
پوري جهڙو ملندو اچي ٿو.

مخولي مجهول ماڻهن جي من گهڙت
مضمونن جي ميل جهول کان هن عاشق صادق
جي حياتيءَ جو بيان به ڪو آجو ڪونه ٿو ڏسجي.
پر هي اهو سمو آهي، جنهن ۾ تيل جي بدران
بجلي جي روشني نمودار آهي. گڏهه ۽ گهوڙي
جي سواري جي عيوض موٽر ۽ ريل جي سواري
تيار آهي. پوءِ چئو ته اهڙين ڳالهين ڪٿائن جو
جيڪي عقل جي دائري کان دور آهن، ڪير
قائل ٿيندو. انهيءَ ڪري جيترو ٿي سگهيو آهي

اوترو اسان هن حقيقي عاشق جي حياتي سچي
تواريخي ماهيت جي دائري اندر رکي آهي ۽
پر حياتيءَ جي حالات گڏ ڪندي، جيڪا هن ڪٿي
ڪي صدري نسخا، معتبر مڪتن مان مليا آهن،
يا هن فصيح فائق جا فعل سندس ڪتابي قول
سان ڏڪي آيا آهن، تن کي هن ڪتاب ۾
جاءِ ڏيڻ جائز ڄاتو ويو آهي. ڇاڪاڻ ته اهڙن
قولن ۽ فعلن مان ئي اهڙن عاشقن جي حياتيءَ
تي ڪجهه قدر روشني پئجي سگهي ٿي.

**(سچل سائين جا نالا)**

سچل سائين جيڪو فارسي زبان ۾ شعر چيو
آهي، ان ۾ پنهنجو تخلص "آشڪار" ورتو اٿس.
آشڪار جي معنيٰ آهي "ظاهر". درحقيقت اهوئي
سندس اصول هيو. پاڻ چوندو هيو ته هن معرفت
جي ماڳ تي ڪو وڃڻ، منهنجي مذهب ۾ گناهه
آهي ۽ حق کي لڪائڻ مهاپاپ آهي.

سنڌي ڪلامن ۾ وري حقيقت جو حال
ڏيندي "سچو" (سچ ٻوليندڙ) سڏايو اٿس.
هڪڙي سنڌي ڪلام ۾ انهيءَ بنسبت هيئن ٿو چوي،
چي- "سچا سچ چوندي چؤ ڪهڙو ڪير گناهه".

تخلص (ست ١٢)



سندس ڇٺيءَ جو نالو هيو عبدالوهاب. اسان
جو سڄو قرآن شريف جو حافظ پڻ هيو.
تنهن ڪري کيس عبدالوهاب ڪري ڪوٺيندا
هوا. مگر سرمست نالو ڪيئن پيو ان جو ذڪر
جدا ڪيو ٿو اچي. هيٺئين هن ڪتاب ۾ اسان
فقير صاحب کي انهن سڀني نالن سان ياد ڪندا
رهنداسون.

سچ پچ اهڙا عاشق جيڪي برهه جا ٻهرا
بند ڪري ڪماليت جا قفل هٽي هليا ويا، تن
ٻهرن جا اسان جي آشڪار ذرڙو ٿا کوليا،
پر انهيءَ برهه جي ڀنڊارن مان سنڌڙيءَ جي ڪنهن
ڪنڊ ۾ قرب وارن جا ڪشڪول ڀرپور ڪري
ڇڏيا. قرب جي ڪارونيار قلزم جي تهه تهه مان
جيڪي بس هن غماز غواص سهڻي سچل، سچا
موتي ڪڍي ڪناري اڇلايا آهن، سي سچ پچ ته
لک لهن، يا جيڪڏهن ڪٿي املهه ڪري اچارڻ
ته بر ٺهي.

ائي گسٽ غواصن، جهڙ ۽ سمنڊ سوجهائون
پيهي منجهه پاتار جي ماڻڪ ميڙيائون
آڻي ڏنائون هيرا لعل هٿن سين (شاهه)

حافظ عبدالوهاب (ست ٣)

اسان ته پلا پرين کي پوءِ سچا توءِ پر انصاف
ته حضرت شاه ڀٽائي جا، جهن بزرگ دارازن جي
ڳوٺ ۾ سرمست سائين کي ٻال اوستا ۾ ڏوران
ڏسندي، وڏي واڪ چيو، ته جيڪا ترب جي
ڪنڙي اسان چاڙهي آهي، انجو ڍڪڻ جيڪڏهن
کو لاهيندو ته اهو ئي ڇڪڻ ٻالڪ هوندو. سچ آهي....

"قدر زر زرگر مي داند. قدر جوهر جوهري"

( عاشق جو آستان )

جهن آستان تي هي سرمدي ستارو پهنجي
نوراني چاڪ ڏيکاري ويو، اهي آستان کي
درازن جو شهر ڪري ڪوٺين ٿا. هي شهر
مير صاحب جي ملڪ رياست خيرپور ۾ ڪنبت ۽
راڻيپور شهر جي وچ ۾ هڪ ننڍي بستيءَ جي صورت
۾، اسٽيشن راڻيپور کان ٣ ميل کن اتر
اولهه ڏس تي آهي. ڳوٺ سان لاڳيتو لوڙهي
اندر اسان جي سرمست عاشق جو عاليشان
نيلڪون ڪاشي جو قبو آهي، جتي هن فياض فقير
جي فيض واري نهر اڃا سوڌو جاري آهي.



سچن سچ چيو آهي ته:-

ساري رات سبحان جاڳي جن ياد ڪيو
ان جي عبداللطيف چئي مٽيءَ لڌو مان
ڪوڙين ڪن سلام اچي آسن ان جي (شاه)

اسان جي ڪامل قربدار سان گڏ انهيءَ
قبي اندر سندس والد فقير صلاح الدين صاحب،
سندس ڏاڏي فقير صاحب ڏنو صاحب (موراڳي)
۽ سندس سڳو ڀيڻ عبدالحق صاحب جون
تربتون پڻ آهن. سندس پوين مان،
جهن هن ڪلچر ۾ ليڪ جو نعرو هڻي، هندو
مسلمان هڪ ڪيا، اهو هيو سخي سلطان
قبول محمد (عليه عشق). جهن عاشق جي تربت
پڻ قبي ۾ پهنجن بزرگن جي پيراندي کان،
ڏاڪڻي در وٽ هڪ سنگ مرمر جي چوڪاٺ اندر
نياز جو ثبوت ڏئي رهي آهي. اهو قبو اول
مير رستم خان والي رياست خيرپور، تعمير
ڪرايو. وري سال ١٩٢٢ع ڌاري، سلطان
سخي قبول محمد (عليه عشق) جي ذوق شوق
واري زماني ۾، سندس هندو مسلمان طالبن

صفحه ١٢٧ بعد ١٢٥ آهي .

ڪڏ جي مٿس هي عجيب غريب نيلرنگ ڪاشي جو ڪم ڪرائي، پنهنجي ستڪر جي سچي سڪ جو ثبوت ڏنو.

( ڀڳت جي ٻال اوستا )

اگرچ سرمست سچل جو سلو انڪورون پلو هيو ۽ سندس ٻال اوستا جون عجيب ۽ تپرسر، ۽ وڃڻ جهڙيون انيڪ اڪيچار آکاڻيون آهن، جن ڪري ڪيس ڄائيندي ڄام ڄڃجي ته ٻه ٿي، پر تڏهن هوندي به معرفت جي موج ماڻڻ لاءِ حقيقي هادي جي ضرورت ٿئي ٿي. سچل سرمست طلب جي وادي طئي ڪرڻ لاءِ شروع ڪيا ته ۽ پنهنجي چاچي پير عبدالحق صاحب کادي ڏٺئي کي مرشد ورتو. جنهن بزرگ پنهنجي پرفضا بره جي باغ جي خوشبوءِ سان، پنهنجي سچي سڪ واري طالب جي وجود کي اهڙو ترواسي ڇڏيو، جو جنهنجي تاثير کان اڄ ساري سنڌ معطر ٿي ڏسجي ٿي! سندس مرشد پير عبدالحق صاحب کيس پنهنجي نياڻي پڻ شادي ڪرائي هئي، مگر فقير صاحب پنهنجي گهر جو منهن به پورو ڪونه ڏٺو. بي بي سائڻ ٢ سال شادي بعد زنده رهي، پوءِ وصال ڪيائين.



سچل سائينءَ جي دائي هڪ نيڪ بخت شيدياڻي هئي، جا سندس وڏن کي ميرن ٻانهي ڪري بخشي هئي. هي ڀڪڙ ٻالڪ پنهنجي پياري دائيءَ کي هميشه ڪاري اما ڪري ڪوٺيندو هو.

هڪڙي ڏينهن سندس دائي ماني کارائڻ وقت کيس هدايت ڪئي، ته "ابا" بسم الله چئي پوءِ ماني کائڻ شروع ڪجي. تنهن تي سدا سلڇڻو سچل خيال ۾ ٿي هڻي وراڻي تو ڏيس ته "ڪاري اما" آئين ۾ ته الله جو نالو پوئان تو اچي، مونکي ڪا اهڙي سٽ سڻاءِ جنهن ۾ الله جو نالو اول اچي. انهيءَ مان معلوم ٿو ٿئي ته سائين جي سڪ جي سٽي اسان جي سڄڻ کي ڪا پينگهي پيل هئي. پوءِ چئو ته سچل سهڻو ڪٿان نه ڄائي ڄام هيو.

اديون آدم ناهيان - فلڪ نه آفلڪن
خيالون آهي اوچو - خلل وڏم خلقن
ناهي ميسر ملڪن - اها امانت عشق جي (سرمست)

انهيءَ ڪانسواءِ جيڪي صوفي، اهل ممات (فوتي) جي روحن کان فيض وٺن ٿا، آهي اويسي سڏبا

آهن. اهي اُويسي اُهي صوفي آهن، جي ڄائي ڄام آهن. سچل سرمست انهن اويسين مان هڪڙو ٿي گذريو آهي، جو سندس ڪلام مان معلوم ٿو ٿئي ته هن عاشق پنهنجي مرشد پير عبدالحق صاحب ڪانسواءِ، حضرت عطار کان به گهڻو ڪجهه فيض حاصل ڪيو آهي.

"اي صبا با ما حقيقت شهر نيشاپور ڪن
ميڪنم قربان بران خاڪ زمين اين جان تن
خواه از عطار ڪرآن محب در پير مغانست
از ولي الله دعا اي آشڪارا خويشتن"

( سرمست جو خطاب )

درازن ۾ چشتي طريقو

هڪڙو خدا جو ڏينهن ٿيو، جو فقير محڪم الدين سيلاني چشتي، درازن جي ڳوٺ ۾ لوڙهي وچان ويندڙ رستي تان لانگهائو ٿيو. پير عبدالحق صاحب (جو سچل جو مرشد به هيو ۽ چاچو به هيو) سچل کي سڏي چيو ته "بابا" هڪ فقير لوڙهي جي وٽ وڃيو ٿو وڃي، توهان اسان جي طرفان



سندس استقبال لاءِ وڃ ۽ نياز ۽ سلام وڃي عرض ڪر. سچل ڄاڻ جو ٻاهر نڪري نهاري، ته برابر هڪ ڏٻري سهري گهوڙي تي هڪ فقير سوار آهي، جنهنجي ڪڇ ۾ سارنگي جو ساز آهي. فقير جي انهيءَ گهوڙي جو نالو هيو توڪل. توڪل کي ڪو هوندو هيو لغام، نڪو هوندي هيس ڏور واڳ؛ پر جيڏانهن سيلاني فقير جي وڃڻ جو خيال هوندو هيو، اوڏانهن گهوڙي ڪاهون ڪري پئي ويندي هئي. قطع ڪلام سچل جي سڏڻ تي *محڪم الدين سيلاني گهوڙي کي روڪي پٺ تي نهاري اُتو "بابا سچا" توهان اسان جي استقبال لاءِ آيا آهيو، چڱو ٿيو پلي آئيو، پر يار جي مختيار کي سوکڙي سوغات ڏيئي خالي ڪيئن ڪجي. بيشڪ سچو ته اصل آهيو، پر دي سرمستي، هن سيلاني جي سوکڙي بس ساط هجي. اِيئن چئي، سارنگي جو ڪاڻ ڪيڏي،

*محڪم الدين سيلاني هڪ رهنو خدا وارو مست فقير هو؛ جو هميشه سچن حق جي طالبن کي گهر وڃي گيان ڏيندو هو. سنڌ ۽ پنجاب ۾ گهڻن فقيرن هن عارف عاشق جي ذوق شوق جي چشمي مان فيض حاصل ڪيو آهي. سندس درگاهه ملتان شهر جي ٻاهران آهي.

سچل سائين جي سيني تي ڪهائي، رمتو فقير رمندو رهيو. ظاهري تہ سارنگي جو ڪان هيو، پر حقيقت ۾ درد جو داستان هيو، جو اسان جي سڀني تي ڪاٺو هيو ۽ ڪلبي ويو. بس انهي ڏينهن کان سچو سائين مستي ۽ موج ۾ مست ۽ مگن رهيو ۽ سرمست جي نالي سان نيہ نروار ڪيس.

ستگر سچ سڄا ٻو سچا تون سلطان
تهنجو شاهي شان - ٻانهپ ٻولي ناهہ ڪا

( سرمست جي علمي لياقت )

ديوان آشڪار جا حوالا

سچل سرمست کي ان وقت جي اسلامي تعليم جي رواج مرجب، سنڌ ۾ بزرگن ڪ مڪتب ۾ جتي ٻيا ٻالڪ عربي ۽ پارسي جي وديا وٺندا هوا، اتي ويهاريو هيو. سنڌ ۾ آخوند جو نالو هيو حافظ عبدالله جنهنجي تربت قبي جي آڳر واري قبرستان ۾ ڏيکاري وڃي ٿي.

جهڙي طرح ڪن بي خبر انسانن جو حضرت شاهہ ڀٽائي جي بنسبت چوڻ آهي تہ هو ظاهري علم مان ناواقف هيو، جو درحقيقت غلط آهي.



اهڙي ساڳي ٽڪي کان اسان جو حافظ درازي بہ آجو ڪين آهي.

ٻي ڏٺي ڪٺي ڇڏيو، رڳو جيڪڏهن سنڌ ۾ فارسي ديوان آشڪار جي ورق گرداني ڪئي ڪجي تہ ان مان سنڌ ۾ ظاهري علم جي تحصيل جي پوري پروڙ پئجي ويندي.

ديوان آشڪار جي اڀياس مان هي بہ معلوم ٿئي ٿو، تہ حضرت آشڪار تاريخي علم مان بہ اڻ واقف ڪين هو، تاريخي شعر جي ميدان ۾، هن نل دمنتي جو داستان (جن جو بيان اسلامي شاعرن سٽيو بہ ڪين هوندو) ڏسو تہ ڪهڙي نہ پيرائي ۾ وڃي پرڻ سان پوتو آهي.

وامق، عذرا، فغفور، ڪيقباد، ادهم ۽ سنجر جا احوال تہ اينءَ آندا اٿس، جڻ تہ سامهون ڪٿ ڪڍا ريندو هو. نہ رڳو ايترو مگر عاشقن جي عشق جي عمارت تاريخي طريقي تي جا پنهنجي فارسي ديوان جي ديوار اندر اڏي اٿس، ان ۾ تہ اهڙا عاشق صادق ۽ صوفي صاحب بہ ڪيتي ياد فرمايا اٿس، جن جو نالو سنڌ جي شاعرن اميد تہ هيل تائين ڪو ورلي سٽيو هوندو.

جيئن ته "د" جي رديف ۾ منصور، سرمد صنعان، شمس الحق جا ته چوڪا بيان چڪو ريا اٿس. نجم الدين ڪبرا، عبدالله صوفي، عبدالخالق خراساني، خواجه ابوالعباس ۽ شيخ هيڪل صاحب، شاهه منصور جا همرفيق ڄاڻايو ته ڪهڙي تاريخ مان ڪڍي تنوارايا اٿس ۽

## آشڪار

نجم الدين ڪبرا، عبدالله مردي مردو يار
قتل ڪشته آن زنيزه عشق درڪار آمده
از خراسان بود عاشق، نام عبدالخالقش
او که در مجموع علماءِ دان گرفتار آمده
خواجه بوالعباس با منصور بوده همرفيق
اندرين ميدان عشقش يار با يار آمده
شيخ هيڪل بود در بغداد شاگرد حلاج
دست شسته زندگاني بس ببردار آمده

(سنڌي)

صدق شهه منصور نون يارو سولي پڪڙ چڙهايا
هيڪل بوالعباس ڪون اڳان آڪي عشق ڪڙايا

فقير صاحب جي مٿين ڪلام اسان جي

---

۾ نجم الدين (ست ٣)



سچ پچ ڪيتري نه غلط فهمي دور ڪئي آهي. نجم الدين ڪبرا ۽ عبدالله صوفي جي ياري ۽ همعصري ته ٺهي، پر عبدالخالق خراساني کي افغاني عالم ڪي اهل تصوف جو ڪري مڃيندا آهن ۽ نه سنڌس ڀاري ۾ عالمن جي ڪرفت جا ڪي اقراري آهن. اها سچي روشني وجهندي خواجه ابوالعباس جي شاهه منصور سان جا همرفيقي ۽ همعصري ڏيکاري اٿس، اها وڏيڪ واڪاڻ جوڳي آهي. ڇاڪاڻ ته خواجه موصوف بنسبت عالمن جا مختلف رايا آهن. انهي صاحب ۽ شيخ هيڪل بنسبت ڪائي محقق خبر ملي نٿي سگهي، رڳو ايترو ٿي ڄاڻو ويو ته خواجه ابوالعباس حضرت شيخ جنيد بغدادي جو همعصر هيو ۽ شيخ هيڪل صوفي، شيخ عطار جو شاگرد هيو. پر جنهن صورت ۾ اسان جو سرمست سائين شيخ عطار جي ميخاني جو خاص ميخوار رهيو آهي. انهي صورت ۾ جيڪڏهن شيخ هيڪل شيخ عطار جو شاگرد هجي ها، ته سچل سرمست هي بيان هولد هيئن نه لکي ها. انهي ڪانسواءِ خواجه ابوالعباس جي هيءَ حقيقت سنڌس تحرير ڪيل ڪتاب "روز ميثاق" مان

پڻ اهڙيءَ معلوم ٿئي ٿي. خواجه موصوف پنهنجي مٿين تصنيف ڪيل ڪتاب ۾ شاهه منصور حلاج جي طرز معاشرت بيان ڪندي، ڪيس واهه جو واکاڻيو آهي.

ديوان آشڪار مان معلوم پيو ٿئي ته سرمست سائين رومي، جامي ۽ تبريزيءَ جون تحريرون به چڱي طرح نظر مان ڪڍيون آهن. حضرت عطار جو ته وس، ويندي ڪو ڪتاب مطالع رئي ڪونه ڇڏيو اٿس. جنهن مان ڪن جو بيان هيٺ پنهنجي ديوان ۾ ڏنو آهي.

"در منطق در وصلت اوکرد بياني
عاشق همان ست رخش روئي شده زرد
(سرمست)

منطق طير ۽ وصلت نامه ۾ شيخ عطار اهو ذڪر ڪيو آهي، ته عاشق اهو آهي جنهن جي منهن جو رنگ پيلو آهي؛ يعني عشق جي آتش ۾ جلندو هجي، انهيءَ مان سندس مطلب اهو آهي ته انهن ڪتابن ۾ درد جا داستان ۽ احوال اچاريل آهن. حضرت عطار جي انهن ٻنهي ڪتابن بنسبت هي هنڌ هيٺ به ظاهر ڪيو اٿس.



"راز وصلت نامه خواندم رمز منطق طير را
اين چنين فرموده ست آن خواجه عطار ما"
(سرمست)

حضرت شمس تبريزي بنسبت فرمائين ٿا.

گرکسي ديوان شمس الحق بخواند باليقين
از خودي آزاده کرده زمن ومائي بدر
(سرمست)

جيڪڏهن ڪو ديوان شمس الحق پڙهندو ته هو خودي يعني آپو کان آزاد رهندو ۽ مان ۽ اسان کان ٻاهر رهندو وغيره.

اسان جو حافظ درازي نه رڳو قرآن شريف جو حافظ هو پر قرآن شريف جي معنيٰ مان به واقف هو. چون ٿا ته ٻين ٻريان جا ملا مولوي قرآن شريف جي معنيٰ جا منجهيل مسئلا وٽائنس حل ڪرائڻ ايندا هوا. قرآن شريف جا تفسير، ترجمه، مثلا شرح غوثيه مطالع ڪندي ٿو چوي.

از شرح غوثيه اي اتقيا
ترجمه اين ست کلام خدا وغيره (سرمست)

(ست ٻهراڻ ٻي) معنيٰ وصلت نامه جا اهڙا ٻه هيم ڪتاب منطق طير جي رمز مان واقف ٿيس. خواجه عطار اسان

سنڌي، فارسي ۽ سرائڪي ٻولين ۾ ٻه چوڪو ڪلام چيل اٿس. انهيءَ مان نه رڳو اهو ثابت آهي ته سرمست سائين رڳو اهي ٻوليون ڄاڻندو هو، پر سندس ڪلام فلاسافي، منطق ۽ سائنس وغيره علمن جو هڪ پورو پورو ذخيرو نظر ٿو اچي. مطلب ته حافظ درازي جي ظاهر باطن علم جي پروڙ، پروڙ وارن کي سندس پروڙيل ٻولين ۽ آلاپيلن آوازن جي اڀياس ڪرڻ مان پوري پر پئجي سگهي ٿي.

گشت پيدا ليڪ نا پيدا شده
از يکي دالي که صد اشيا شده
تو چرا در بند من ما مانده
هر که از خود رفت او آغا شده (سرمست)

سنڌيءَ ۾ وري واه جو انهيءَ پيدا ۽ ناپيدا ۾ وکڙ وڌا اٿس.

جو ناپيدا هئڙو، سوئي ليو وري پيدا
جوئي پيدا اصل کان هئڙو، سوئي ٿيو ناپيدا
پيدا سو ناپيدا ٿي، ٿي تڏهن حق هويدا
پيدا جي ڪل ٿهڪي پوندي، ناپيدا ٿي جي ويندا



هي ڪلام سندس فيلسوفيانه خيال ۽ سائنس جي پوري پوري ثابتي ڏيئي رهيو آهي؛ بشرطيڪ اونهي خيال سان خفت وڌايو وڃي.
نه ته ڇٽو ته —

ديوان آشڪار ۾ نقش ۽ نقاش، باصورت ۽ بي صورت، باهمه ۽ بي همه يا صنعت ۽ صانع جا لفظ، جن جن ڪلامن ۾ آيل آهن، انهن ۾ جي ڪٽي اونهو وڃبو ته هڪ دقيق بين انسان جي اکيان حضرت سچل سرمست جي ڄاڻل سچي سائنس جو سمورو راز کلي پوندو.

مثلاً — زنا چيزي شده يکه چيز پيدا
که او در هر دو عالم شد هويدا
ترا در حرف مي بايد تصور
بود از يکه الف صد حرف معنا
هر آنکو اصل خود را مي شناسد
شود آگاه از اين معما (سرمست)

مطلب: — ناچيز مان هڪ چيز پيدا ٿي، جا ٻنهي جهانن ۾ ظاهر ٿي. توکي اکر جو تصور ڪرڻ گهرجي. هڪ الف مان سوين اکر ڄڻن ٿا. جنهن پنهنجي اصل کي سڃاتو اهوئي هيءَ ٻرولي ٻجهندو.

ٻي ڪلام ۾ حقيقت جو اونهو حال ھي هادي هيئن ٿو اوري.

چي- از نقش بسر نقاش رسيديم رسيديم
يڪ حرف دو معنيٰ شد هردو فهميديم

مطلب :- نقش کان نقاش تائين پهتاسون پهتاسون. هڪ اکر ٻه معنائون ٻئي سمجهيون سون.

ڪٿي هند ديوان آشڪار ۾ ٿو چوي ته اي طالب جيڪڏهن تون هنجي صنعت (ڪاريگري) جو ڳولائو ٿي رهندين، يعني سائنس دان ٿيندين ته پڪ ڄاڻ ته تون هن جي ڪاريگري جي ڄاڻ کي پهچي ڪين سگهندين.

ڄاڪاڻ ته هنجي صنعت گوناگون ۽ بي پايان آهي. تهنجي هستي ۽ حياتي ٿوري آهي، تهن ڪري ڇو نه تون خود صانع (ڪاريگر) جي ڄاڻ جي ڪوشش ڪرين؟ جهن جي ڄاڻ بعد هن جي سموري صنعت تهن جي ڄاڻ اندر اچي ويندي.

مطلب ته جن شوق جي شاگردن کي، محبت جي مڪتب ۾، عشق جي استاد هيڪر ساجهه جو



سبق سيکاريو، انهن کي پنهنجي توڙيا پيت ۾ آهن. ڪو ٻه ٻجهه انهن کان ٻجهو، ڪو ٻه خيال کائن مخفي ڪين آهي. اهڙي ثابعي ٻه سچو سچڻ ڏيڻ کان ڪين رهيو آهي.

چي- "اهيان مان اسرار ادون مونکي ڪير لهون پانهو.
مرشد پانهو نا چهو سچل تون سردار"

مسٽر جيٺمل ڪلراچاڻي پهنجي هڪ تحرير ۾ سچل سرمست بنسبت هيئن ٿو ظاهر ڪري. "سچل سرمست نه رڳو فارسي ۾ ڪوهر هو، پر عربي جو بہ چڱو ڄاڻو هو. جيئن شاه جو رسالو عربي آيتن ۽ حديثن سان مڙهيل آهي، تيئن خاص ڪري سي حرفي يعني ٽيهه اکري ۾ سچل بہ حد ڪري چڪو آهي. ڪٿي ڪٿي سٽ ۾ اسلام جي عربي آيت يا حديث بيت ۾ مڙهيو، الحو راز کوليو ڏني. اهڙن بيتن جي، هن جي ساري ڪلام ۾ اونهي جاچ ڪيل آهي. جنمان ظاهر آهي ته فيلسوفي جي پڪي ڄاڻ ۾ ماهر هو".

مٿين ذڪر مان معلوم ٿو ٿئي تہ سچل سرمست جي علمي لياقت نه رڳو سنڌي، سرائڪي،

اردو ۽ پارسي شعر تائين محدود هوئي، پر هو فلاسوفي، منطق، سائنس وغيره علمن جو هڪ شفاف چشمو هيو، جهن مان جن ڇڪو ڇڪيو، تن سکيو. سرمست صاحب جي ظاهري باطني علم جو قدر اهڙن جوهرين وٽ هوندو، جي سرمست جي مستي واري مهراڻ جي موتين جا پورا پورا پارکو هوندا.

نه گويند از سر بازيچه حرفي
کزان پندي نه گيرد صاحب هوش
وگر صد باب حکمت پيش نادان
بخوانند آيدش بازيچه درگوش

ڪي ٻوجهه وارا ڀڳڙ ٻارن جي راند مان به ڪجهه پروڙ پرائي وڃن ٿا، پر ڪي ته اهڙا به جاهل ۽ اڻبوجهه پيا آهن، جن جي اڳيان سؤ سمجهه جا ڪتاب ڇو نه ڪڍي پڙهجن ته به کين ٻاراڻي راند پئي سجهندي.

## سرمست ۽ شاعري

شعر جي معنيٰ هڪڙي آهي 'ڄاڻ'، ۽ ٻي آهي 'وار'، پوئين معنيٰ مان ٻه مطلب نڪرن ٿا. هڪڙو ته شاعر جي ڪلام ۾ قاعدي موجب وار جيترو فرق نه هئڻ کپي ۽ جيئن اسان مٿي ڏيکاري آيا آهيون ته شعر جي معنيٰ رڳو بحر جي بندش ڪين آهي بلڪ مڪمل شعر اُهو آهي جنهنجا جملي پهلو پورا هجن.

شعر جي ٻي معنيٰ "وار" جو هي مطلب ٿو نڪري ته وار اگرچ پاڻ ڪارا آهن پر ٻين کي سونهن بخشيندڙ ضرور آهن. جيڪڏهن وار ڪوڙائي ڇڏبا ته بذات خود انسان کي نقصان ڪونه ٿو رسي، پر اها نيچرل (قدرتي) خوبصورتي سو ويندي ٿي رهي. اهڙي ساڳي طرح شعر، جو دنيا جي لٽريچر جي واقع خوبصورتي آهي، جيڪڏهن سچ پچ دنيا جي پڙدي تي ڪين هجي ها ته دنيا جي

لٽريچر کي اگرچ ڪو به نقصان ڪونه رسي ها
مگر منجهس، جيڪا شعر جي دوران ۾ وقت
نفاست، نزاڪت ۽ ٻي خوب صورتي نظر اچي
ٿي سا هوند ان ۾ ڪانه رهي ها. هي به غلط
ڪين آهي ته جيڪڏهن وار ڳنڍيا ڳوڙها ۽ منجهيل
آهن ته اهي خوب صورت بدران بد صورت
نظر اچن ٿا ۽ انسان کي بدشڪل بڻايو ڇڏين.
اهڙي طرح شعر به جيڪڏهن هر پهلو پورو ڪين
آهي ۽ منجهيل وارن وانگر واقع منجهيل
سڄهيل آهي ته اهو اٽلو لٽريچر جو لطف ڪم
ڪيو ڇڏي.

هاڻي سوال آهي ته عمدي شاعري ڇا کي
چئجي. عمدي شاعري ۾ اول ته تقطيع جو
طريقو پورو هجي؛ ان کان پوءِ منجهس نازڪ
خياليءَ جو نظارو نظر اچي؛ جنهن سان گڏ فصاحت
بلاغت سلاست ۽ جدت جا جذبا هجن.

معاني، صنايع بدايع ته عمدي شاعري جا
ڳهڻا آهن. *سرحرفي (Alliteration) جو شاعري
۾ اهو مثال آهي جهڙو ڪ عمدي گهوڙي مٿان
سونا سنج. اهو سرحرفي جو ساز ۽ سامان جهڙو



وري سنڌ جي شعر کي بخشيل آهي اهڙو ٻي
ڪنهن به ملڪ جي شعر کي ڪو ڇڏو نصيب هوندو.
اهو احسان سچ پچ جيڪڏهن سنڌي شعر تي
آهي، ته اوائلي لطيف گهوٽ جو آهي. سنڌس
سمورو شعر سرحرفي جي ڳڻ سان ڳتيل آهي.
لطيف سره جي سرحرفي جو لطف وري ٻي آهي،
جو پڙهڻ سان اڃا به معلوم ٿئي، ته اهي
سنڌس اندر جا امنگ ۽ جيءَ جا جذبا آهن ۽
نه ڪي راڳو حيلا، جيئن اڄ ڪلهه جي نام نهاد
شاعرن جي زبردستيءَ جا زٽ ڏسڻ ۾ اچن ٿا.

سچل سرمست جو هن ڪتاب ۾ درج ٿيل
شعر ٻڻ انهيءَ خوبيءَ کان خالي ۽ مزي کان
محروم ڪين آهي؛ رڳو فرق هي آهي، ته شاه
جي شعر جي سرحرفي سنڌس انهيءَ اوائلي
سنڌي سان گڏ وڃي ٿي معدوم ٿيندي ۽ سرمست
جي شعر جي سرحرفي اڄ ڪلهه جي چالو سنڌي

*نوٽ- سٽ ۾ ستيل لفظن جي سري جا اکر جيڪڏهن
ساڳي آواز وارا آهن ته اهڙي ترتيب کي سرحرفي
چئجي ٿو.

جو هڪ تمثيلي زيور ٿي، ڪيس وچ ٿي ڏيکون ڏيندو زيب ور ڪندي ۽ رواج ۾ آڻيندي. سچل سرمست جي شعر ۾ استعمال ٿيل سرحرفي جا مختصر مثال هيٺ ڏجن ٿا.

پهاڙي

ڦوڙائي جون ڦڻيون اُهون ڦولهين
ڳولهيو اُهون ڳولهين ڏرايون ڏَسر پريون

سورٺ

سِر سنواريو سُر ڪي، سُر سنواريو سِر
جو آهي سورٺ ور، سو ڏيڻ ڪان ڪٽي ڌري

سارنگ

پيٽر نا پانيو - نه بوندن ڪڻي آ بس
اڄهو ڙي آيو - وري ويتر ويترو

ڪوهياري

ويندي ور ڇانگڙ جو، ڇريو ڪين ڇڙو
ڇپر ۾ ڇوري ڪي - ڇڏي ويا ڇڙو
ڏيندو ڪين ڏروچ، ڏڙي پاڻيڙ کي ڀڙو
مٺي سان محب مڙو - مونکان ڏُر ٿيايو نه ڏٺي

سرمست دارازي جي ديوان آشڪار واري فارسي شعر جو پندار جي ڪٿي سهي سمجهه سان



ڦولهو ته نه رکو شعر جي فن سان پرپور ڏسبو، ۾ خيال جي درياءَ جي اونهائي ايتري نه منجهس پاٿي وچي ٿي، جو ڪيتي ور جي واديءَ جا سرتوڙ تورا منجهس ٿيهون هٿي سچ ٿيا، پر تري پير نه پهتن.

انهيءَ ديوان ۾ توحيد نسبت چيل ڪلامن جو گهڻو حصو جدت (نئون ايجاد ٿيل مضمون) سان پرپور آهي. جهن جهن وقت جو، جو جو حال متانس طاري ٿيو آهي، سو پنهنجي ڪلام جي قالب ۾ ڪٿي پلٽيو اٿس ۽ اهو وري اهڙي طرح جيئن ڪوزي ۾ درياءَ.

جتي جتي سندس ڪلام ۾ نئون ايجاد ٿيل مضمون نظر اچي ٿو، سو هڪ نهايت ذو معنيٰ ۽ عجيب اختصار ۾ جاڳايل آهي. اهڙا انيڪ نوان مضمون سندس ڪلامن ۾ آهن، جن تي گهڻو ڪري شاعرن اڳي پنهنجي طبع آزمائي ڪانه ڪئي آهي.

ديوان آشڪار ۾ الف جي رديف ۾ نظام شمسي (Solar system) تي نظر اڇلائيندي، تو سيني وارو ستارن جو سٿر سلي.

چي - از سبب مهجوري آنها بيقرار
دائما در روز شب سيارها

تارا ٽڪيندي، نظام شمسي تي نظر اچلائيندي، سيارن = گرهن ( planets ) جي بي قراري جو جدائي وارو سبب پنهنجو پاڻ ۾ ڏيندي، ڪهڙي نه شعر جي جدت ثابت ڪئي اٿس.

آهن سو ستون پسي رڳون پرکو اهيندڙن لاءِ منجهن هڪ غيب جو خزانو دفن ٿيل آهي. هن سائينس دان سيارن (planets) جي حرڪت بنسبت رات ڏينهن جو لفظ آڻي سائنس داني جي پوري ثابتي ڏني آهي. ڇاڪاڻ ته جتن جي ڄاڻ موافق ستارن ۽ سيارن جي حرڪت رڳو رات تي منحصر نه آهي پر ڏينهن ۽ رات ٻنهي تي آهي. انهيءَ کان سواءِ انهن گرهن ( Planets ) جي بي قراري يعني تحريڪ جو سبب جو هجرت يعني جدائي تو ڏيکاري، ان نسبت فقير صاحب گويا اها ثابتي تو ڏي، ته ڪا اهڙي ڪشش آهي جا انهن سيارن (گرهن) کي پوري

( بلشيمت = ... )



ميزان تي جدا جدا بيهاري بيٺي آهي پڻ انهيءَ ڪشش جي تاثيرحيث هو رات ڏينهن حرڪت ڪري رهيا آهن. اهڙي ڪشش کي سائنس دان قدرتي ڪشش جو قانون (Law of gravitation) سڏين ٿا، جهن کي معرفت جا مرد عشق جي ڪشش ڪري ڪوٺين ٿا، جا سڀني کي جدا جدا رکي ٿي ۽ هڪ ٻئي جي چڪر ۾ حرڪت بر ڏيندي رهي ٿي.

انهن ٻاهرين ستارن ۽ سيارن جو سير، جو فقير صاحب بيان ڪيو آهي، سو هر منش جي سيني اندر سمايل آهي. مسلمان عارف ان کي ڇهه لطيفا وجود ۾ ڪمائيندا آهن ۽ هندو مهنت ست آستان ڪري ڪمائينتا. هلندڙ وقت وغيره جي سائينس دانن ٻه ٻيا نوان سيار ( planets ) ڳولي ڪڍيا آهن، جن کي يوريئس (uranus) ۽ نيپچون (neptune) ڪري ڪوٺين ٿا. پر هندو يوگين انهي کوالها کان گهڻو اڳي نون گرهن ( planets ) جو ذڪر پنهنجن ڪتابن ۾ آندو آهي. سمجهڻ جي سهوليت لاءِ اهڙو نمونو هن هيٺ ڏيکاريو وڃي ٿو.

**بارهن سيارن جا فارسي نالا**

زحل- مشتري - مريخ - شمش - عطارد - قمر- زهره - نوت -

شمش ڪي ڇڏڻ بعد باقي ڇهه بچندا.

**بارهن سيارن جا انگريزي نالا**

Saturn - Jupiter - Mars - Murcury - Eearth - Moon Venus - Uranus - Neptune.

**سرير اندر انهن جا آستان**

لنگر - گديا - ناڀي - هردو - ڪنٺ - ترڪٽي ۽ دسوون دوار.

**سرير اندر اهي لطيفا**

نفسي – روحي – قلبي – سري – خفي– اخفا.

اهي لطيفا يا آستان دم يعني سوانس جي دواران عارف ۽ يوگي پهنجي وجود ۾ ڪمائين ٿا. فرق رڳو هي آهي ته مسلمان رڳا ڇهه ڪمائين ٿا ۽ هندو ست يا نو ڪمائين ٿا.

مسلمان لنگر ۽ گديا جا آستان ڪين ٿا ڪمائين. انهن جي بدران هو وري سري ۽ روحي لطيفا سيني ۾ سامهان ڪمائينتا آهن هر هڪ لطيفي يعني آستان مان جدا جدا رنگ جي روشني



(جوت) جاڳي ٿي ۽ سندن تاثير پڻ مختلف آهن. ڪي مهنت فقير اهي آستان اکين طرف کان ۽ ڪي پٺي جي ڪنڊي دواران ڪمائيندا آهن.

حافظ درازي جو سنڌي فارسي شعر جهن ۾ صاحب جي نظر مان نڪتو هوندو، اهو سندس شعر جي سلاست جو هرگز انڪار ڪري نٿو سگهي. پر سليس ۽ اهڙو جو جيڪو شاعر گهران رسي سو ۾ ست ڪري ته اهڙو شعر اچو تو آءٌ آلا پيان؟ پر جڏهن مقابلي ۾ شعر ڇوڙ لاءِ قلم ڪان ڪم وٺي ته خير سان شاعر صاحب جا وانسر قريو وڃن. نه قلم ڪم ڪري، نه دماغ دب جهلي، نه وري همت هاج ڪرن. ڪلام ته ڇڏيو ٻه ست نه سٽي سگهي. انهي ڪانسواءِ سندس فارسي توڙي سنڌي ڪلامن ۾ اهڙو ڪو ورلي لفظ هوندو جهنجي اچارڻ ۾ اٽڪ ٿي. سندس شعر جي سلاست ۽ نازڪ خيالي جو نظارو هتي هيٺين ٻن سٽن جي ست ۾ ڇا ته سٽيل تو نظر اچي.

جي - "مٺن ته ڪوئي خيال آهيان
ليسان نال خيال دي"

---

نازڪ خيالي (ست ١٧)

هي شعر نہ رڳو سليس نظر ٿو اچي. پر هي اهو واڪ هڪ بزرگ هستي جي واتان نڪتل آهي، جنهنجي جيڪڏهن پروڙ مغربي دنيا کي مڪمل طرح هجي، تہ هوند هو انهن ٻن سٽن جي شرح لکندي ڪيئي ڪتاب ڪارا ڪري ڇڏين.
ظاهر تہ رڳو لفظ آهي "خيال" ۽ "مان" پر حقيقت ۾ هي سچو عاشق ............ ............

" ڪل شيئ يرجع الا اصله "
( هرڪا شيء پنهنجي اصل طرف رجوع ڪري ٿي )

واري اصول کي سليس ۾ سليس پيرائي ۾ ثابت ڪري، 'مان' جي سانچي ۾ پنهنجي خيال جي نازڪ خيالي جو ثبوت ڏئي ويو آهي.

ديوان آشڪار ۾ بہ هڪ سليس طريقي ۾ اهو خيال جي خبر، هن ڏاڍو نهايت خاصي نموني نروار ڪري ڏيکاري آهي

چي — اگر خود را خدا داني خدائي
اگر خود را گدا داني گدائي

جيڪڏهن پاڻ کي خدا سمجهين تہ خدا آهين
جيڪڏهن پاڻ کي گدا سمجهين تہ گدا آهين
خدا = مالڪ. گدا = پينو.



مٿين بيت ۾ سچل صاف ٿو سمجهائي تہ سڀ ڪجهہ تهنجي خيال تي ڇڏيل آهي. جيڪا بہ صورت تهنجو خيال وٺندو، اها ئي صورت ثابت رهندي. نہ رڳو ايترو پر حضرت انسان کي خيال جو مالڪ ثابت ڪيو اٿس.

مطلب تہ پيهر گهٽايو ڪين اٿس. سندس ڪلام جي سچ پچ هڪ هڪ سٽ، اهڙي تہ صفائي سان واڱي طرح واپرايل آهي، جو اهڙو ڪو ورلي انسان ليکندو، جهن سرمست جي انهيءَ بي خزان باغ مان ٽورا ڪي گهٽا گل نہ چونڊيا هوندا.

صنايع بدايع ۾ بيت ڏٺي بہ ٻيت ڏٺي آهي، پر دوله درازي بہ ڪير سگهائي. خاص فارسي شعر ۾ واه جو وترو ويو آهي. صنايع بدايع جا ڪي مختصر مثال سندس سنڌي توڙي فارسي شعر مان هيٺ ڏجن ٿا.

### تجنيس ناقص

دعا ڪيوڙي دل سان شل ڪيچ وسي ٿي ڪيچ

---

چڙي چڙي ڪين ڪير چڙي کي چاري

هڪ جؤء ٻي جؤء مرد نه ڇڏن مينڌرا
تو ٻئي ٻرڻ پوء - ڪوه لڄايو ڪاڪي

نوٽ - تجنيس ناقص ۾ ٻن لفظن جا اکر ساڳيا اچن ٿا، مگر آواز ۽ معنيٰ مختلف اٿن. جيئن (۱) ڪيچ = ملڪ (۲) ڪيچ = سرسبز. (۱) جؤء = رهڻ جي جاء (۲) جوء = زال

### تجنيس تام

وندر جي وڻن ۾، زور ڪريان زاري
هڪ واجوڙا وات تي، ٻي وسي لڳي واري
ڪا ور ڪريو ور مون، آهيان ولهي وڃاري
سچل هي ساري - عمر گذاري آسري

نوٽ - تجنيس تام ۾ ٻن لفظن جو آواز ساڳيو نڪري ٿو پر معنيٰ مختلف اٿن. جيئن (۱) ور = مدد = مهرباني. (۲) ور = مڙس

### تجنيس قطارالبعيرين

راه رندي ملحدي در پا فتم از راه گم
گم شدم از گم شدن بهتم شدم اي پارسا (سرمست)

جوء (ستا)



نوٽ - قطارالبعيرين ۾ پهرين تڪ جو آخرين لفظ ٻي تڪ جي شروع ۾ اچي ٿو (جيئن گم - گم). لفظن جو هڪ ٻي جي يڪدم پويان اچڻ ڪري هن تجنيس کي قطارالبعيرين يعني اٺن جي قطار ڪوٺيو ويو آهي.

### تجنيس ذايد

"سدا ساميڙن جو دما مَن سان دم
آڏيسي عدم - ٿيا نالي اندرنات جي"

---

"جا ڇڏيائون ڇپرن مون تن محال
هيء هيء آرياڻي ريءَ مهڙا ٿيڙم حال"

---

سارنگ رنگ ڪيا، ٻوياڙي ٻٽن تي

نوٽ - تجنيس ذايد ۾ ٻنهي هم آواز لفظن مان هڪ لفظ جي اڳيان هڪ اکر وڌيڪ اچي ٿو. جيئن دم - عدم. محال - حال وغيره. جيڪڏهن ٻنهي لفظن مان هڪڙي ۾ پويان هڪ اکر وڌيڪ هجي ته ان کي تجنيس مذيل سڏين ٿا. جيئن آئين - آئينه.

### تجنيس مرکب

ازماؤ مئي تو دست بردار - بي خود شوهس بردار
(آشڪار)

## تجنيس ردالعجز علی الصدر

"سَرُ سنوارهو سِرکي، ڀير سنوارهو سَرُ"

---

"آب مي جويم غرق باشم در آب"

---

"مان ۾ آهين تون - تو ۾ آهيان مان
بجلي بادل سان آهي جيئن ڇپرن"

---

نوٽ- هن تجنيس ۾ مصرع جو جيڪو پهريون لفظ آهي اهوئي آخر ۾ اچي ٿو. جيئن سر- آب- مان.

## تجنيس تضاد

" که يکسان کرد به من کفر و اسلام
درون بتخانه و کعبه مکانم"

---

" گاه اندر هجر گهه اندر وصال
گاه نهش خار گهه گلزار ها"

نوٽ- تجنيس تضاد ۾ ضد وارا لفظ هڪ ٻي پٺيان اچن ٿا. جيئن ڪفر ۽ اسلام - هجر ۽ وصال.

مٿين ٻنهي بيتن ۾ فقير صاحب جيڪي ٻه ضد وارا لفظ هڪ ٻي پٺيان آندا آهن، انهن





جون خصوصيتون ۽ انهن جا لازم ملزوم وري يڪدم انهن جي پٺيان ظاهر ڪندو ويو آهي. جيئن ڪفر سان بتخانو ۽ اسلام سان ڪعبو. هجر سان خار ۽ وصال سان گلزار. اهڙي تجنيس کي لف ونشر چئجي ٿو. اهڙا اڻيڪ شعر فقير صاحب جي ديوان ۾ آيل آهن.

## تجنيس سوال جواب

"يک روز مرا يار بگفتا که کجائي- گفتم بخو مستم
گفتا به همه عمر بگو درچه هوائي- گفتم بخو مستم"
(آشکار)

حافظ دراڙي جي فارسي توڙي سنڌي شعر جي مطالع مان معلوم ٿو ٿئي، ته منجهس قافيه ۽ رديف جي پوري ۾ ته وار جي ٻه وٽ ڪانهي ۽ پڻ سنڌي بيت ۽ ڪافيون شاه صاحب جي بيتن ۽ واين وانگر اُن وقت جي رواج موافق آهن. هن ڪتاب جي ڪجهري واري سر ۾ جيڪي بيت آيل آهن، سي مربع جي صورت ۾ آهن. باقي جيڪي نظم جا قسم بندش ڪلام ۾ نظر اچن ٿا، سي درحقيقت فقير صاحب جي علم عروض جي چاڻ

جا شاهد آهن، پر تورڙي اهو علم ظاهري سمجهيو وڃي تورڙي باطني.

مثلاً، فرد - رباعي - غزل - قطعه - قصيده مستزاد - مرثيه - مثلث - مربع - مخمس مسدس وغيره.

### فرد

"يار ما باشد يکي از صد هزار
عارف و عاشق بود نامش عطار" (آشڪار)

### رباعي

"ساقيا برخيز در مجلس در آ
نو بهار آمد کجي فرصت چرا
در پيالي جام مئي گلگون ببخش
در چنين موسم که خوش آيد مرا" (آشڪار)

### مستزاد

آن راز نهان از لب منصور عيان شد - بردند بسر دار
اين نعره شنيده همه عالم بگمان شد - ليکن بودي خود يار
(آشڪار)

### مسدس

ارادت تمند آن پير مغانم - بجز پير مغان ديگر نه دانم
منور از درش دل چشم جانم - شکر لله که دربيعت الامانم
ز ديدن غير ديده دل ببستم
که داده غنچه دست بدستم



اهڙي طرح پيا نظم جا قسم فقير صاحب پنهنجي ديوان ۾ سنڌي ڪلامن ۾ چيا آهن، مگر ڪتاب جي طوالت ۽ پتار سبب هت قلم مان نتا ڪڍجن. هن منزل تي هيتري چوڻ ڪان سواءِ سو رهيو ڪين ٿو وڃي، ته سرمست صاحب شعر جي ميدان ۾ ڪهن پنهنجي همعصر يا متقدمين مان ڪهن جو به مقلد ٿي ڪونه رهيو آهي. هن وير جون واتون پنهنجي پيرين سڏيون سنيون جهنگ مان هيون.

جيڪڏهين شاهه سوڪيڏاري کي رزمي شعر سان تمتار ڪري ڇڏيو آهي، جو سچل جي ڪلام ۾ گولهيو نتو لڀي، ته وري معرفت ۽ صوفيانه ڪلام ۾ سچل سرمست سان به ڪو کهي ڪلهو هڻندو. شاهه درازي جو صوفيانه شعر گويا شاهه ڀٽائي جي پيش گوئي جي هڪ زنده تصوير آهي، جنهن بزرگ درازن ۾ ايندي اکه ڪئي، ڪتي هوئي، ته اسان جيڪا عشق جي ڪنڙي چاڙهي آهي، ان جو ڏڪڻ هي پڳڙ پالڪ لاهيندو. سرمست درازي جي صوفيانه ڪلام مان واقع اين پيو معلوم ٿئي ته هن عاشق صادق نه ڪا

پرواهه رکي آهي ڪنهن پير جي، نه مريد جي؛ نه ڪنهن جي ڪيس شرع ششدر ڪيو آهي، نه ڪنهن جي وري ڏرم جو سندس دل ۾ ڌڪو رهيو آهي. سچ پچ جيڪو رب جو راز مٿس کليو آهي سو هن ڪامل پنهنجي ڪلام ۾ پڌرو ڪيو آهي.

ڪن جي چواڻي ته تصوف شاهه صاحب جي شعر ۾ ڏونهي جيتان ڏنهو پسيو آهي. مگر سچل شير جو اهو شيوو ڪين هو. ڪاڻ جو لفظ هن اڻ تر عاشق جي لغت (Dictionary) ۾ ئي ڪو نه هيو. حقيقت ۾ جيڪڏهن شاهه درازي پنهنجي ڪلام ۾ تصوف پٽ پڌر نه ڪري ها ته سنڌ ملڪ ۾ هڪ ته تصوف (ويدانت) جي ڄاڻ ايتري هوند ڪا نه رهي ها. پيو ته سچن ۽ جوڳين فقيرن ۽ سادن جي سڃاڻپ ڏاڍي ڪٺن ٿئي ها.

سر آسا ۾ صوفيانه ۽ معرفت جي ڪلامن ۾ ڪاهيندي ٿو قرب دار ڪهي.

"الله ڄاڻ نه ان کي هي هڙ ٻوٽي حق
ناهي سچل شڪ جو معلوم ٿيو مرشد کان"



مٿين بيت ۾ فقير صاحب انهي منزل جو ذڪر ڪيو آهي؛ جتي عام خلق گمراهه رهي آهي. اهو ذڪر آهي الله ۽ حق جي فرق بنسبت. صوفي يقين موجب "الله" حق جو جز آهي، جنهن اچي هت انسان جي اندر ۾ واسو ورتو آهي ۽ حق اهو وحدت جو دريا آهي جو "ڪنت ڪنزاً" کان اڳي هيو، جنکي هندو "برهم" چون ٿا. انهي بنسبت شاهه عنايت جي پڻ شاهدي آهي.

چي- ڪاڏي ٿي ڪوهيار ڪاڏي ٿو هنڌ اڪٺي
"لڪو ڪين لطيف چئي، پاروچو پي پار
ناڪي نينهن نهار- تو ۾ ڏيرو دوست جو"

اهو دوست جنهن اچي هت تو ۾ ديرو ڄمايو آهي، ان جو نالو الله (خدا) آهي؛ جو حق يعني ڪل جو جز آهي؛ پر سرمست ٿو چوي ته اهو به حقيقت ۾ حق کان جدا نه آهي، حق مان آهي، بلڪ جنسي حق آهي.

صوفي رنگ ۾ ته اسان جو درازي شاهه اهڙو رنگيل هو، جو هيٺين بيت مان سندس عجيب آزادي ٿي ظاهر ٿئي. مان نٿو ڀانيان

تہ ڪوبہ پير يا گرو اهي لفظ واڳان واپرائي پنھنجي ڏنڊي کي ڏوڪو ڏيندو.

چي- نہ مان پير نا مريد- آهيان فقر جو فقير

---

مرڻ کنا اڳي مئا، مان کي ڪھن مڃين
دشمن دوست هڪ ٿيو، گودڙيا گھڻن
وحدت جي واديءَ ۾ داخل دم ڏرن
توڻ مان وڃائي وڃان، پنھنجو پاڻ پسن
**هادي مريد** هڪ ٿيو، تفاوت نہ ڪن
نالي ڏس نمڻن - صورت مورت هڪ ٿي

سچ پچ صوفيانو سچ ۽ ڏکڙائي جو هوڪو هن کي چئجي. جو نہ رهي تون نڪي مان، نڪي دوست نہ دشمن. اهو تہ ٺهيو پر پيري مريدي جي بہ پوري پوري مرمت ڪري ويو آهي. پوءِ چئو تہ اهڙن رندن جون رهاڻيون اڄ ڪلهہ جي بمباز بزرگن کي ڪيئن مٺيون لڳنديون. مٺيون لڳن نہ لڳن، کھن کي وڻن نہ وڻن.

سچ ٿا مرد چون کھن کي وڻي نہ وڻي
ڪوڙي دوسعي اوارو دم ٻڌي نہ ٻڌي



جيڪڏهن سر ڪاپائتي ۾ لاڙيچي لطيف ڪنڌ جي ڪار ڏاڍي ڪارائتي ڪري ڏيکاري آهي، تہ اينءَ ناهي تہ ڪو درازي دولت کي ڏاهي کان ان جي ڏاهہ پيل ڪانہ هوئي، هوئي ۽ ضرور هوئي. پر جھن صورت ۾ محنت ۽ محبت جي مٿين ۽ هيٺين (ناز ۽ نياز) وارن نقطن جي ڪيس لوڻتي هوئي، تہ محنت واري 'نون' جي نقطي ۾ ناز ۽ محبت واري 'بي' جي نقطي ۾ نياز آهي. تڏهن پوءِ چئو تہ محنت وارو عارف ڪٿي ۽ محبت وارو عاشق ڪٿي. اها هن خيال جي خابرو کي خبر هوئي تہ عارف جي مھينن جي محنت، عاشق جي منٽن جي محبت جي مٽ ڪين پوندي. اهڙي صورت ۾ هن اهي ڪنڌ پتڻ جا ڪل ڪاج پنھنجي هٿ جي هاج کان ٻاهر رکي، حضرت عشق جي حوالي ڪري ڇڏيا هوا. جھن بابت زندہ مثال سندس ڪلامن ۾ موجود آهن.

چي- "ڪانھي ڪاڻ ڪنڌ جي **سچل** کي
آتڻ عشق اجاريون هلو ويو"

اها عارفن واري ڪتڻ يعني محنت جي پرواه سچل کي ڪا نهي. اهو عشق ئي هيو جو مهنجو آتڻ روشن ڪيون مليو ويو.

مديحي (تعريفي) شعر سرمست ڏاڍي جهجهو جوڳا رڍيو آهي. جنهن ۾ حضرت محمد پاڪ (صلعم) جي تعريف پنهنجي مرشد جي مدح، حضرت عطار ۽ ٻين هندو مسلمان ولين جي وصف وغيره. فقير صاحب جي مديحي شعر جي خوبي اها آهي، جو هن عاشق پهنجي مديحي شعر ۾ خوشامد ڪا نه ڪئي آهي. جيڪي خوبيون جهن جهن ۾ ڏٺيون اٿس يا معلوم ڪيون اٿس، سي ئي ظاهر ڪيون اٿس. اڄ ڪلهه جا شاعر شل نه ڪهن جي تعريف ۾ پوني پوءِ اتان پيا ايندا جو ڪوڙو نه هونتي. اهڙي زيادتي (Exggeration) ۽ خوشامد شاعر جي ڪئريڪٽر تي (جو نيڪ خيالن جو سينٽر آهي) ڪو داغ ثابت ٿيون ڪن. ديوان آشڪار ۾ فقير صاحب حضرت محمد (صلعم) جي تعريف ۾ ٿو چوي.

يکدم روز بودم بخدمت مصطفيٰ
سرور ڪونين آن خسرالسو را

Exageration (ست ١٤)



مٿين مصرع جي هيٺين تڪ ۾ جا تعريف فقير صاحب حضرت رسول پاڪ (صلعم) جي ڪئي آهي، سا حقيقت ۾ مسلمانن جي عقيدي موجب خود خداوند پاڪ پنهنجي محبوب مصطفيٰ جي باري ۾ ڪئي آهي. تنهن ڪري زيادتي ۽ خوشامد جي داغ کان خاص اهڙين جاين تي فقير صاحب جي دامن هر حيلي پاڪ ۽ صاف آهي.

ديوان آشڪار ۾ 'دال' جي رديف ۾ حضرت عطار جي تعريف ڪندي ٿو چوي.

"عطار نه بود آنکه خدا بود خدا بود
او پاڪ وجود آنکه خدا بود خدا بود"

مٿين ڳالهه حضرت عطار جي باري ۾ ڪو شاهه درازي تي ٽٿو ڪري ۽ ڏڪا ڪا ڏياتي ڪئي اٿس. ڇاڪاڻ ته سچل سرمست کان اڳ ڪيترن بزرگن، عاشقن ۽ ڪاملن حضرت عطار جي باري ۾ اهڙا ڪلما چيا آهن. پڻ پاڻ حضرت عطار پنهنجي ڪلام ۾ پاڻ کي انهيءَ پوڙي تي پر ڪيندي، اهڙا ويڻ واتان ڪيا آهن.

پنهنجي مرشد پير عبدالحق صاحب جي تعريف ۾ بہ جيڪو شعر چيو اٿس سو اعتراض جي قيد ۾ اچي نٿو سگهي. جنهن جي هيءَ ڪافي ثابتي آهي، جا مٿي ڄاڻايل فارسي ڪلام ۾ آيل آهي ۽ هن هيٺ درج ڪجي ٿي.

يڪ روز بودم بخدمت مصطفيٰ
سرور ڪونين آن خيرالورا
اين چنين فرمود مارا از ڪرم
جز برخصت پير عبدالحق ميا
از گروهي خاص اورا ڪرده ام
جلوهٔ فيضش بود هر جا بجا

مختصر - هڪ ڏينهن ٻنهي جهانن جي سردار حضرت محمد مصطفيٰ جي ڪچهري ۾ ويس. مونکي مهر مان هيئن فرمايائون تہ پنهنجي مرشد پير عبدالحق صاحب جي رخصت ڌاران اسان جي ڪچهري ۾ نہ اچ ڇاڪاڻ تہ اسان هنکي پنهنجي خاص جماعت مان ڪيو آهي ۽ هنجي فيض جو جلوو جا بجا آهي.

گرچ فقير صاحب پيغمبر صاحب جي ڪچهري تائين پهتو آهي، تهن هوندي بہ مرشد جي موڪل ڌاران منع پيئي اٿس. انهيءَ مان ثابت آهي تہ مرشد جي حڪم جي تعميل ۽ مرشد جي



عزت فرض آهي. هنئر ڇٽو تہ سچل سرمست کي اهڙي مرشد جي تعريف جو هر طرح حق حاصل آهي يا نہ، جنهن مرد جي تعريف خود پيغمبر پاڪ ڪري.

مجازي شعر جو شغل، هن عاشق درازي جي ڪافين توڙي بيتن توڙي فارسي ڪلامن ۾ گواهہ تہ رچ ٿي ملندو. سندس ڪلام مان اينئن پيو معلوم ٿئي تہ هي حبيب ساري عمر حسن پرستي جي حلقي اندر، حسينن جو حلقہ بگوش ٿي رهيو آهي ۽ "المجاز قنطرت الحقيقة" (مجاز حقيقت جي پل آهي) پوري طرح ثابت ڪندو ويو آهي. سر پيروي ۾ محبوب جي منهہ مبارڪ جي تعريف ڪندي ٿو چوي.

"ابرو ڪنديءَ قريب جا، وار ڪنديا ڪارا
اکيون ڪنديون عجيب جون، ماڻڪ موچارا
محرابي مرغول ڪنديا، پيشاني پارا
مٿا موچارا سدا مهنجا سپرين"

يءِ هنڪ ساڳي سر ۾ پنهنجي محبوب جي منهن کي قرآن شريف مان پيشيندي ٿو سچ جي ڏابتي ڏي.

"ڪجا ڪج محراب- مڙه تي محبوبن جي
ڏنگا ونگا واءُ واءُ مصحف جا اعراب
ستون سيپارا جون پڙهڻ ٿيون ثواب
پُرهه سندا باب - سچل سڀ ختم ڪيا"

ساڳي پيروي جي سر حسن جي خيالي فوج جي ڪهڙي اندر اچي، ته گهوٽ هر گهيرائي، هر همت جهلي سر سرڙائڻ لاءِ ستون ڏي.

"چالي چشم چٽڪ- ماريو محبوبن جي
قاتل فوج حسن جي آئي ڪاهون ڪاهِ ڪٽڪ
اچي وڌائون اوچتو، سهڻي سيف سٽڪ
عاشق ڏٺي آيا، اٽڪ جي اٽڪ
اچي پيا وچ، پٽڪو ڪري پٽڪ
جهٽ پٽ سان جهٽڪ- سرسنيائون سٽ ۾"

حسن وارن جي واڪاڻ سنبل ڪل جي لڙهن ۽ واسينگ نانگن جي ورن وڪڙن سان ملائيندي بروءَ جو ڪئي اٿس. پڙندي پيي پٽي جو من موهجي.

جي - مُڪمڙيا مکڙه تي - چيهلن چلا
سنبل چڙڪي سلا - صبح ڪڍيا ساڄهري



"مو مڪمڙيا مکڙه تي چيهالن چلا
واسينگن ولا - ورهه وارڪن تي ڏنا"

جڏهن حسينن سان وسر، ته تو هلبس ۽ سهڻن ۽ سهائيندين ستون ڪڍيون اٿس، تڏهن پڻ ڪي ته مجاز جا صدما سڏي سٽائي.

"آهي ڪو جو جهلي - تکو تاب حسن جو
بلي ٿيا جي پرهه جي، بابو ٿيا سي بلي
سچل ساهه سهڻن سان، وس نه ڪهن جو هلي
جان جسو جيءُ جلي - عشاقن آزاد ۾"

نوٽ مٿين بيت ۾ **بلي** ۽ **بلي** واري تجنيس تعريف جهڙي واتان وهائي ويو آهي.

رسيلي جي رخسار تي ڪارو تر ڏسي، شاعر جي فيلسوفيانه خيال ڪاٿي ته وڃي ڪم ڪيو آهي. انهي ڪاري تر کي حبشي سپاهي سان پيٽيندي، انهن جا وري هيٺ ڪهڙا نه ڪارناما ڏيکاريا اٿس. انصاف سان ڏسبو ته شعر جي جدت يعني نو ايجاد مضمون نگاري جي تاج پهرڻ جو جهڙي شاعر کي هر طرح جو حق آهي.

"حبيبن حبشي - ڀرو رکيو ٻاڻ تي
اندر اڄڻ کان اڳي، ڏاتي ٿهن کھي
رخ انهيءَ رشي - ڪرڙين قتل ڪيا"

ظريفانه شعر جو شغل ڪا مي گامي، نيز ملن ۽ آخوندن سان اوريو اٿس، نه ته ٿيو پلو. اسان جو گھڻير کهوٽ پهنجي وجود کا نتي والدو ڪين ٿيو. تهڪري ٻرچي کهپي جي گهرج ڪيس ڳهٽي ڪا نه رهندي هئي.

جي - آخوند ڏسين اوچڪي ڇپيلن چلا
مجدو ڪرين سهڻ ڪي مٺان صاحب ملا
قاضيڙا ڪلا رحل رکين ڪڏهن ۾

"آخوند ڏسين - اوچڪي ڇپيلن چلا
واصل ڪي وٺون ڏکي، ليڪن ڏکين للا
ملا سپ مسئلا - وساري ويٺي رهن"

"آخوند ڏسين اوچڪي ڇپيلن چلا
ڪوڙي ڪائين ڪلا ته به راضي رهن روح ۾"

فقير صاحب جي سنڌي ڪافين واري رسالي ۾ ملن بنسبت ڪي ڇاپيل ظريفانه ڪلام يقين ناهي تہ فقير صاحب جا آهن يا هتراڏو تنمپيل آهي.

---

تنميل آهن (سٽ ٢٠ آخري)



مثلا "ڪٿ ملا جي ڏوڙ هر قاضيءَ وارو مسلو"

"ملا ڇون ڪين ڪاؤن ٿا، ڪائي وچنتا ڪاسا"

ملان ٿيا مستان ماني تي ويا متجي (وغيره)

مٿي ذڪر ڪيل سموري احوال مان اين ته ٿو معلوم ٿئي، ته شاه درازي جي شعر ۾ گهڻو ڪري سنڌس عشق جا اوچتا آلاپ ۽ الفت جا الست امنگ آهن؛ جي ثابت ڪرن ٿا، ته گرچ شعر ۾ سڪر (مستي) جي بون اچي ٿي، پر تهن هوندي به فقير صاحب جي طبعي عادت سنڌس ظاهر علم کي ڍڪي ڪين سگهي آهي. گويا علم سنڌس خيال جيئي خذمت ڪئي آهي. خيال جي هيءَ نازڪ خيالي شعر جي ڏواران سليس ۽ هڪ نئي نموني ۾ داد لو دوله درازي دورائي ته ويو آهي؛ ته هن اونهي اسرار جو انت عام جي سمجھ واري سانچي جي سمائڻ جو ناهي. هجي ڪو هاڪ جو هڙي سمي، تڏي وڏي ڪي هن چنڇل جي چاه واري چاه مان چڪو چڪائي سيراب ڪري. خدا نه پلائي

وقت ويجهو آهي، سرمست جي محبت وارو مست مهراڻ موجون ماري رهيو آهي. سنڌ ۾ وحدانيت (هيڪڙائي) وارا وچن ۽ واڪ بلفعل هن پاڪ ۽ پوتر هوا سان گڏ جي، سچن سڪ وارن جي ساهن جو پوڄن ٿي رهيا آهن. من جو ٻيجل پيو ٻولي، ته ڪو ڏينهن اهڙو ڏسڻو آهي، جو هندو مسلمان جي هيڪڙائي ۽ محبت جو چٽ هن ڇڳير مرد جي سر سنواريو ويندو.

شاهه درازي جي شعر جي فن جي مهاوري تي قلم کڻڻ جو مطلب رڳو اهو آهي، ته ڪهڙي زماني گذرڻ ڪري، ايندڙ نسلن ۾ فقير صاحب جي علمي لياقت وغيره بنسبت ڪا غلط فهمي نه پيدا ٿئي ۽ نه ته فقير صاحب جو پيو شعر ڪٺي ڇڏيو، رڳو ديوان آشڪار جو دنيا جي پردي تي رهڻ ئي اها ثابتي ڏئي سگهندو، ته فارسي ۾ شعر چوڻ ۾ اهو خاص خوبين سان ڏنل ۽ اهو به ديوان جي صورت ۾، الو ميان ڳائڻ وڄائڻ ۾ ثمري ڏاهڻ وارن جو ڪم ڪين آهي.

ڏارين ٻولين جي چيدن ۽ ڇانٽ لفظن جو استعمال، جي هڪ مسلمان عالم ڪي



خواب خيال ۾ ئي اچي سگهن، ڪي جاهل يا هٺرا ڏو حيلي باز شاعر جي طاقت کان ٻاهر آهي جيئن ته ـ

(١)

ڏوٺي منجهه ڏيان، آهي آڏرتن جو
گم ٿي **گرگم** گودڙيا ڪن گروڙي **گيان**
اصل کان **اشنان ـ گنگا جمنا** تن جو

(٢)

ڀور ٻنڌ نه وچڻا، گرناري گمنام
**ويچاري** ٿي واٽ تي، ڪرن ڪهن **وسرام**
سهي ۾ **سنگرام ـ سچا** ماسن جي

(٣)

گرناري **گنير** ـ سچا **گرگم گيات** ۾

(٤)

**سنسو** ميٽي **سروپ** ۾ سچل ٿيا **سي سم**

(٥)

اڇا **آڏوتي**، آهن **اڪيچار**
**اوديا اهنڪار**، ٻيجي جن ٻورا ڪيا

انهي کان سواءِ ٻيا ڪيترا هندي لفظ سنڌ ۾ هن ڪتاب جي بيتن ۾ لڀن ٿا جيئن ته ـ

سورڳ - روي - وايو - رشي - ڪرڙ
ڪرمڪ - انترمڪ - پرچار - سنسڪار - گياني
يوڳي - ڀاڳي - تياڳي وغيره.

مٿيان لفظ سنڌي بيتن ۽ ڪلامن ۾ ڪم آيل ڏسجن ٿا، جي حافظ درازي جي ظاهر باطن علم جو ثبوت پيش ڪرن ٿا.

حقيقت ۾ سنڌ جو اعليٰ ڪو شعر لوڙائن ۽ بيتن جي صورت ۾ هيو. اهي آلاپ ڪڏهن ڪڏهن باغن ۽ بوستانن ۾ باغائن جي واتان، اڄ ڏسو اسان جي ڪنين پيا پون ۽ پر شاهه ڀٽائي جي زماني ۾ اهي بيت البت صورت مٽائي، جدا جدا سرودي وائين ۽ ڪافين جا روپ ڌارڻ لڳا.

شاهه ڀٽائي ۽ شاهه درازي جي وقت ۾ ڪو گهڻو ويڇو ڪونهي، وقت اهو ساڳيو هو، رڳو فرق هيو ننڍي وڏائي يعني عمر جو. شاهه ڀٽائي جي جنم جو سال آهي ١٦٨٩ع ۽ سچل سرمست جي جنم جو سال آهي ١٧٣٩ع. جڏهن شاهه ڀٽائي درازين آيو، تڏهن سچل سرمست ١٠-١٢ ورهين جو ٻار هيو، ۽ شاهه صاحب جي عمر ان



وقت اٽڪل ٦٠-٦٢ ورهه چون ٿا. وقت ڏيڪارڻ جو اسانجو مطلب اهو آهي ته شاهه ڀٽائي ۽ سچل سرمست حقيقت ۾ همعصر هوا ۽ ان وقت جي همعصر شاعرن ۽ فقيرن جي ڪلامن کي جيڪڏهن سنڌ جي چٽي ڪنڊن مان چونڊي ڪڍي نظر مان ڪڍجي ٿو، ته گهڻو ڪري ڪنهن به شاعر يا فقير جو ڪلام شعر جي ٺٽي قانوني قالب ۾ پيل نظر بلڪل گهٽ ٿو اچي. البت دماغي ڏاڪا يا عام فهم يا روزمره جا تجربا ۽ نظارا، جي نظر مان گذرن ٿا يا معرفت جو مذاق يا خيالي خبرون سندن ڪلامن ۾ موجود آهن. مان ٿو ڄاڻا ته عام طرح ڪين انهيءَ وقت تائين گهڻو ڪري اها ٻ سڌ هوندي ته بحر ڇا کي چئجي، تقطيع ڇا آهي، قافيه ۽ رديف جو ڪهڙو ڪم آهي. تنهن ڪري انهن جي اهڙن غير موزون ڪلامن کي هن وقت باقاعده شعر چوڻ، شعر جي قاعدي موجب ڏوهه ڏيندو. البت اسان اهڙن ڪلامن کي ان وقت جي رواجي شعر موجب نظم چوڻ لاءِ تيار آهيون. سچل سرمست جي ديوان آشڪار ۾ ڪٿي ڪٿي جيڪڏهن ڪي تقطيع جون چوڪون نظر اچن ٿيون ته انهيءَ جي جوابداري جو بار ان وقت جي ڪاتبن تي آهي، جي سرمست صاحب

جي واتان شعر نڪرندي قلم جي قيد ۾ آڻيندا
ويندا هوا. اهڙا فيصلا مير صاحبن جي ڪچهرين
۾ اڳ ٿي چڪا آهن. تنهنڪري اهو طريقو انصاف
جي نظر سان ڏسبو ته سنڌ ۾ گهڻو ڪري جيڪڏهن
سڀ کان اول جاري ڪيو آهي ته
سچل سرمست ديوان آشڪار ۾ جاري ڪيو
آهي. جنهن جي ڪلام ۾ البت شعر جي نئين
طريقي جي واقع ٿيڻ اچي ٿي. گرچ جوش
جذبي، سڪر ۽ حال جي حالت ۾ بحر بي پايان
وانگر، شعر جي وسيع ميدان طرف پلٽجي
پيو آهي، تڏهن بس انهيءَ بي خبريءَ جي وقت
ڪلام جي موزونيت جو ڪو خاص خيال ڪونه
رهيو اٿس نڪو ڪو رهي ٿو سگهي، تنهن ڪري
سندس ڪلام جو بحر ۽ وزن جهڙو معلوم نٿو
ٿئي ۽ پر اهڙي حالت ۾ به ظاهري علم هن عاشق
عارف جي خدمت ڪرڻ ۾ ڪمي ڪا نه ڪئي
آهي. تنهن ڪري سنڌ ملڪ ۾ خاص معرفت
جي شعر کي اهڙي طريقي ۾ ظاهر ڪرڻ
جو جيڪڏهن فخر آهي ته شاه درازي کي آهي.
اسان جو خيال اهو نه آهي ته پڙهندڙ
سرمست درازي جي شعر کي سنڌ جي جملي
شاعرن جي شعر تي ترجيح ڏين. گرچ منهنجو



پنهنجو خيال اينءَ هجي به ڪٿي، ته به ٻين کي
اپياس کان اول مجبور ڪرڻ ناجائز آهي.
ڇاڪاڻ ته شعر شاعري جو رنگ ڍنگ، سنسار جي
رفتار ۽ رنگ ڍنگ جي بدل سدل تي منحصر رکي
ٿو. تنهنڪري هرڪ منش جي خيال ۾ اختلاف
ضرور رهندو.

جنهن زماني ۾ انسانن جا خيالات حقيقي
حسن ۾ غرق رهيا آهن، انهيءَ زماني جي شعر
شاعري جا متي خانا ڪٿي جا ڇپا ته حقيقي حال
قال جي مدرا سان لبريز نظر ايندا. اهو مثال
نه رڳو مسلمان شاعرن سان لاڳو آهي، پر هندو
ڪوين سان به آهي. جهڙي طرح گرونانڪ
صاحب ۽ ڪبير صاحب جو زمانو.

ايران ملڪ، مجازي عشق جو مرڪز ٿيو
ويو آهي. تنهن ڪري ايرانين جو هندواسين
سان ميل ميلاپ سبب، جو هندستان جي شعر
شاعريءَ تي اثر پيو، ان جو نتيجو اهو نڪتو،
جو هندواسن جو شعر، هن وقت گل ۽ بلبل، حسن
۽ ناز، سينگار ۽ سرمي جي بيانن سان ڀرپور ٿو
نظر اچي؛ يعني هر طرح جو صفاتي ساز سامان
منجهس موجود آهي؛ جنهن کي اڄ ڪلهه نديو

وڌو مجازي عشق جي نالي سان ياد ڪري.

يورپي تهذيب ۽ تعليم جڏهن اچي هندستان ۾ هل وڌو، تڏهن چئا نظر آيو، جو گهڻو ڪري انگريزي دان يا انهن جا هم صحبت، انهن جي شعر جي طريقي کي پسند ڪرڻ لڳا. سين سينري (قدرتي نظارن) تي چيل شعر يا فلاسفي ۽ منطق ۾ ماپيل شعر يا حب وطني ۽ ديش پرستي جا داستان پسندي ۾ اچڻ لڳا. مگر اينءَ ڪونه چئبو ته حسن ۽ عشق، جو شعر جي عمارت جو هڪ مکيه ٿنڀو آهي، ان کان مغربي شعر شاعري ڪا آجي آهي؟ نه نه هرگز نه، بلڪ انهي ميدان ۾ هو ايرانين کان به وک وڌيڪ ويا آهن. سچ پڇو ته رڳو آهي هر ڪنهن ملڪ جي رواج ۽ رسم جو ڦير. جهڙي طرح هڪ يورپي شاعر جيڪڏهن ڪنهن کي معشوق تصور ۾ رکي شعر چوي ٿو، ته ضرور هو نيلن نيڻن وارو، پورن پنهن پرون وارو، چلڪڻي چٽي چمڙي وارو محبوب، خيال ۾ آڻي شعر چوي ٿو ۽ هو ان جي انهن خوبين سان پنهنجي خيال کي پرچائي ٿو. جيڪڏهن هڪ هندي شاعر جو عشقي شعر ڏسندؤ ته سانولي صورت کي پيو ساريندو، سنڀاريندو ۽

حسن ۽ عشق جي شعر جي عمارت جا مکيه ٿنڀا آهن انهن کان (سچ ٩ - ١٠)



جي چشمان چاهيندو ته ڪيئي ڪجليون ۽ ڪڪوريل. لبن تي وري لالي لائڻ جا ڏس پيو ڏيندو. وارن انهن جي وري واکاڻ ڪندو، جي ڪارير تي ڪِبن. پر اچو وري هڪ چيني شاعر جي شعر تي، ته بيني (وينل) نڪ ريءَ سڀ ناقص پيو سمجهندو. حقيقت ۾ جڏهن قدرتي جمال تي شاعر پنهنجي طبع آزمائي ڪري ٿو تڏهن مصنوعي جمال جو جيس ۽ جنسار پسي سندس خيال وڏيڪ موجون ماري ٿو. الغرض ته شعر شاعري به انهيءَ مثال سان اڳو آهي.

„جهڙو ديس تهڙو ويس" يا جهڙا روح تهڙا خطما" هن طول طويل بيان جو اصل مطلب اهو آهي ته اڄ ڪالهه شاه ڀٽائي ۽ شاه درازي جو شعر پبلڪ ۾ ڇو مان پائي رهيو آهي؟ يا انهن جي شعر جي قدرداني ڇو ڪئي وڃي ٿي؟ انهي جو هڪ هي به سبب آهي ته هنن عاشقن جو شعر پهنجي پهنجي صورت ۾ پيش گوئي ثابت ٿي چڪو آهي نه رڳو ايترو پر وقت جي پوري پوري رهنمائي ڪري رهيو آهي.

شعر جي باغ جي جن باغبانن کي قدرتي

نظارن جي نازڪ پوتن سان دل چسپي آهي،
تن لاءِ شاهه ڀٽائي جو شعر واقع مٺار آهي.
اهوئي سبب آهي جو اڄ ڪلهه نئي روشني ۽
نئي تهذيب وارن کي شاهه جي شعر سان وڏي
چاهه آهي. ڇاڪاڻ ته شاهه صاحب ١٨٠
ورهه اڳي مغربي شعر جو اڳ ورتي، ان کي
انهيءَ ميدان ۾ روڪي ڇڏيو آهي. پر سرمست
درازي شعر جي دوران ١١٠ ورهه اڳي جيڪو
سبق هند ۽ سنڌ وارن لاءِ ڇڏي ويو آهي،
سو اهو آهي، جنهن تي هن سرزمين جي رهاڪن
کي اڄ ڪلهه ناز آهي. اهو آهي هندو مسلمانن
جي ميلاپ ۽ ايڪتا جو سبق. هن جو متو آهي،
سنسار مان دوئي ڀات جي پاڙ پٽڻ ۽ انساني
الفت ۽ آزادگي حاصل ڪري ترقي ڪرڻ جو.
اهڙي محبت ۽ ميلاپ تي هو ٿو چوي.

وقت اها ٿي ويل، دوئي دور ڪرڻ جي
ڪِي مذاهب من مان، ساڃهه سارڻ سو ويل
هندو مومن سان ملي، محبت جا ڪر ميل
متان ٿئي اويل - اولهه سج نه الهي



هن کي اهو تجربو هو، ته هن ديس ۾ هي ٻئي
رهندڙ ڏيون، نقلي مذهب جي موت مار تلوار
سان، محبت جو ميدان ٿو ڇاڻ ڪنديون رهن ٿيون.
تهنڪري مثال قائم ڪرڻ لاءِ هن عاشق اهڙن
نقلي مذهبن جي تابعداري کان اڳي استعفا
ڏئي ڇڏي.

جي- "هندو مومن نا هما ن - آءُ جوئي آهيان سوئي آهيان"

هن عاشق صادق مذهب ۽ ڌرم انهيءَ چيز کي
نه سڏيو آهي، جا هڪ کي ٻه ڪري ڀڃائي.
انهيءَ ٻن واريءَ ٻوليءَ کان ٻاهر نڪري، اڳيرو
هلي ڀڳڻ حيرت ٿو ٻولي.

"ڏسو عشق جو انصاف
سڀئي مذهب ڪيئن معاف
سچا انهي ڳالهه ۾ خس نه آهي خلاف"

ٻاهر کان وڏيڪ ٻيو وري کهڙو سبق سيکاري؛
جيڪي اندر پيو ڏسي، سوئي ٻاهر پيو ٻولي؛ جيڪي
ٻاهر پيو ڏسي، سوئي اندر ۾ پيو پسي. ٻاٻهپ
واري ڀيائي کي ته ٻن ڏئي ڇڏي اٿس،
'ٻانهو ٻيانءِ م ٻاڻ - تون آن مالڪ ملڪ جو،

ميدان ولوڇاڻ (ست ٣)

هيٺين ڪلام ۾ ته سچ پچ سچي ساءِ ليکا للورا ڏکائي پورا ڪري ڇڏيا آهن.

"ڇا منجهان هت ڇا ٿي آيس - اٿم اهو ارمان
چاڪر تهس نه ڄاڻا ڇاڪان، نا تـه هيس سلطان
ڪوئي ڄاڻي ڪوئي سڃاڻي، اهو مردن جو ميدان
سچل کي ڪهو ساعت ساعت، حيرت هـن حيران

اوهان پل ڪين ٻه هلو، هن محبتي مست جي ماٺ کي ميو يا نه ميو، پر هو سچل سچ چوڻ ريءَ ڪٿي ٿو رهي. وري وري واتان اينءَ ٿو ورجائي

جي - ظاهر زباني ٿو ڪريان، عجب اهو اسرار
ٻاٽهون ٻڌي-ن ڇو ٻين، سچل تـون سردار

## سچ پچ

"الا انسان سري انا سرهٔ"

انسان منهنجو ڳجهن مان هڪڙو ڳجهه آهي.

## ثابت ٿو ڪري ته

آهيان آءٌ اسرار اڌيون مونکي ڪير ٿيون پانهو
مرشد ٻانـهو نا ڇيـو، سچل تـون سردار

---

الانسان (سـت ١:) معنيٰ - انسان منهنجـو ڳجهه آهي
[illegible]



نه رکو ٻاڻ کي ٿو سردار سلي پر توکي به ٿو اهو ساڳيو سبق سيکاري -

اگر اپنا قدر جانو، سپہ سالار تم ھوگا
يقين کي آنو ميدان پر، اصل اسرار تم ھوگا
پکڙلي ملڪ دلون کا، سکندر وار تم ھوگا

سچ پولڻ کي ٻيا سگهه ڏيندا آهن سچ پچ جن پهنجي اصليت يقيني ڄاتي آهي: تن لشڪر خزاني ريءَ سرداري ۽ سالاري پاتي آهي.

مطلب ته آفرين آهي هن متير مرد جي بي پرواهي، حق گوئي ۽ همت افزائي تي.

سرمست درازي نه رکو عام جي هدايت لاءِ آيو ٿو ڏسجي پر ميرن، مهميرن، راجن ۽ شاهن مان پڻ ڪين ڊريو آهي. انهن کي بـه پهنجي پرير واري محبتي متي طرف ٻي ڇڪيو اٿس ۽ ناجائز نازتي پي ڏوڪيو اٿس.

"الفقر لا محتاج الا هو"
(فقير ناهي محتاج سواءِ الله جي)

سچل سرمست بيشڪ اهڙو ئي بي پرواه بادشاه هو.

ماروئي جي سوءِ عتاب خطاب ڪندي، تو عمر کي اشاري تور شرمائي.

"حمير ھوڙي حال تي چوندءِ چا تہ جھان
نيت بد نھاڻن سان، ڪم نہ خاصو خان
نالائق ۽ نادان- سڏيندءِ سڀ سومرا"

عمر جي اھڙي زورئي تي تو ڪيس ڪيان ڏئي
پيڻ لاءِ مثال قائم ڪري.

"ھڪ چوري ٻي زوري شاھن ناھي شان
راجا ٿي ڏون رعيت جو ظالم ڪرين زيان
چوندءِ چا تہ جھان حمير ھھڙي حال تي

عمر جي ظلم ۽ زوريءَ جو مثال ڏيندي تو پنھنجن
پوئلڳن کي صبر ۽ سھڻ سيکاري.

سنگھارن تي سومرا ٻر سر ھيڻءَ ھٿي
عادت ظلم زور جي وٺي حمير وٺي
ٿيس گھر گھٽي رعيت جي رنجائڻ جي

---

اشاره طور (ست ٢)



امير ھجي ڪي وزير، راڻو ھجي يا راجا سچو سچ چوڻ ڪان ڪٿي ٿو رھي. ڪين نہ وري وري ورجائيندو ٿو رھي.

سچ ٿا مرد چون ڪھن کي وڻي نہ وڻي
ڪوڙي دوسعي وارو دم ٻڻي نہ ٻڻي
سچ چھو منصور نئي چڙھيو ڦاھي
اھڙا بار بره جا ڀو ڪئي نہ ڪٺي

مطلب تہ سھڻي سچي جو شعر گلاب جي گل مثل آھي، جھن ۾ رنگت ۽ خوشبو ٻئي موجود آھن، انجي سگندي بلبل، ڪويل، ڀنور، چھي ۽ پيپھي کي پاڻ ڏانھن ڪشش ڪري ڇڪي آڻي ٿي. جڏھن اھي گل تي وڃي ويھن ٿا تڏھن انھي نازڪ نفيس گل جي سندر سروپ ۾ ايترو تہ محو ٿيو وڃن، جو سنسار جي سڌ ئي لٿي پوين، رڳو انجي پريم رس چوسڻ لاءِ، انجي پريت واري پيالي ۾ پيا ٿا رھن. اھڙي ساڳي طرح سچل سرمست جو شعر ٻہ سڪ وارن کي پنھنجي رنگ ۽ خوشبو جي دوارا ن ڪشش ڪري، پاڻ ۾ محو ڪيو، پاڻ وانگر مست بڻايو ڇڏي.

## سرمست جو مذهب ۽ عشق

سچل سرمست جا ابا ڏاڏا ۽ عزيز قريب سڀ شرع محمدي جا پورا پورا پابند ۽ پڪا سني مسلمان هوا. منجهن کهڙا پير ۽ خواجگان جي لقب سان ٿي سڏيا آهن. جيئن ته پير عبدالحق صاحب، خواجه نجم الدين صاحب وغيره

اگرچ سندن کهڙو ربط ضبط رياست خيرپور جي ميرن سان هيو ۽ رياست جا مير شيعه مذهب جا پورا پورا پابند آهن، تڏهن به هنن فاروقي فقيرن تي ميرن جي شيعه مذهب جو ڪو به اثر ڪين پيو. الٽو اهي مير کهڙو ڪري انهن فاروقي فقيرن جا معتقد ٿي رهيا آهن. مگر شاه پٺائي جي پوين وانگر هن وقت سچل سرمست جا به ڪي پويان پڻ شيعه مذهب جي طرف زياده رجوع ڏسجن ٿا.

پٽ ڏٺي جا پويان ته پلا اهوئي سبب ڏيندا ته شاه صاحب جو ڪلام (خاص سر ڪيڏارو)



۽ شاه صاحب جو ڪارو لباس، ثابت ٿا ڪن ته شاه صاحب شيعه هو. جيتوڻيڪ ڪي به فقيري راه وارو اها ڳالهه تسليم ڪونه ڪندو، ته شاه جهڙو اوچ تي رسيل فقير سني ۽ شيعي جي مذهبي جهڳڙي ۾ ڦاٿل هوندو. تهن هوندي به ايترو چئبو ته، شاه صاحب جي ظاهري رهڻي سندس پوين لاءِ واقعه اهو مثال قائم ڪري ويئي. مگر شاه درازي تي، نڪي سندس قول مان، نڪي سندس فعل مان، ۽ نڪي سندس لباس مان، اهڙو الزام سندس پويان ڪو متس ڏري سگهن ٿا.

حضرت محمد مصطفيٰ (صلعم) جي چئن خليفن مان حضرت علي سان زياده محبت رکڻ واري کي، شيعه چوڻ، يا ٻين ٽن خليفن جي زياده اطاعت ڪرڻ واري کي سني چوڻ، چوڻ وارن جي چڪ چٽي آهي. حقيقت ۾ سني يا شيعه طريقن جا اصول ٻئي اور آهن. اهڙن تعريف يا ڪلا وارن اصولن ۾ ڦاسڻ، شاه درازي جهڙي عاشق جي عاشقانه اصول کان بلڪل ٻاهر هو. جو شخص هندو ته ڇڏيو پر ڪافر کي به

"متس" ڪيڏي چڙڻ گهرجي (ست ۱۰)

نٿو ڏسندي، سو مذهبي پابندين ۾ ڪيئن ٿو پابند رهي. هو ڇپي ڇپي پيو چوي:

”فرق ڪفر اسلام نه ڪوئي چاڙهائي جائين
ڪافر مومن هڪو هڪا غير نه غازي آئين
ڪل شيءِ هو الله، سڀ صورت هڪ سچائين“

ديوان آشڪار ۾ فقير صاحب صاف صاف لفظن ۾ حضرت علي جي محبت ظاهر ڪندي، ٽن خليفن صاحبن جي عزت جو خاص اشارو ڏئي ويو آهي.

”هم ز بو بکر و عمر و عثمان نداري احولي.
گوش کش حلقهٔ غلامي چاکر کرار باش“

حضرت ابوبڪر، حضرت عمر ۽ حضرت عثمان (رضه) کان ڇڏ نه رهه؛ يعني انهن کان منهن نه موڙ.
”پٽ ڪرار“ (حضرت علي) جو غلام ٿي گذار.

نوٽ - مٿيان ٽئي نالا حضرت محمد مصطفيٰ (صلعم) جي خليفن جا آهن، جي سندن وفات بعد هڪ ٻي پويان گادي تي ويٺا ۽ چوٿون خليفو هيو حضرت علي.



مٿين ذڪر مان صاف ظاهر آهي ته شاه ڀٽائي وانگر شاه درازي تي سندس پوين جي مذهبي رنگ جو ڪو به الزام لڳي نٿو سگهي. البت هينئر چئي سگهبو، ته ڇهن راجا ٽهڙي پرجا، جي مثال موجب، درازن جي فاروقي خاندان جا ڪي صاحب ڏاڏا انهيءَ راجائي رنگ ۾ رچجي ويا آهن. پر ڪاڏيسرن جو، جيڪو اسانجي اکين ڏٺو هلندڙ طريقو آهي، سو ساڳيو سچل سرمست وارو عاشقانو پيو ڏسجي ۽ نه ڏاهدانو. ڏرمي دوئي ۽ مذهبي ڀيائي جي ٻاري کان، سندن سڪ وارو ڀيجو ٻاهر چٽيل آهي. اهوئي سبب آهي جو سچل سرمست جي پريم واري پيروي ڪري، درازي درگاه هندو مسلمان جي چائنت چمڙ جو هڪ خاص آستان ثابت ٿي چڪي آهي.

گر توکوئي مي شوم واقف ازان اسرار راز
پس توکن باصدق دل روئي بسو شهر دراز
(سرمست)

جيڪڏهن تون چوين ته مان انهيءَ عشق واري ڳجهه مان واقف ٿيان ته يڪدم تون دل جي سچائي سان دراز طرف رخ رک. يعني انهيءَ درگاه تان وڃي اهو فيض وٺ.

ضرب المثل آهي ته:-

”پير نمي پرد - مريدان مي پرانند“

(پير صاحب نٿو اڏامي پر سندس مريد ٿا کيس اڏارين)

پير پرستي جو مادو سڄي پچ سنڌ ملڪ جي ماڻهن ۾ تمام گهڻي مقدار ۾ موجود آهي. جتان وڃي کڻ پير يا فقير جي حياتي جا حالات پڇ، ته اهڙيون ته پيا لاهيون چاڙهيون ڏيکيندا، جو پڌري طرح سان پارنه وجهو وڃن. مواليءَ جي اهڙين ڏندڪٿائن کان اسانجو سرمست سچو ٻه آجو ڪين ٿو ڏسجي.

اها من گهڙت ڪهاڻيون شريعت وارن صاحبن کي، مواليءَ سڏائي، ايتري ته قدر کين حافظ درازي کان متنفر ڪري ڇڏيو آهي، جو هو هڙئي مهاتما کي، شريعت جو ڪٽر قوي شترو سمجهي رهيا آهن.



جڏهن انهن پنڪوڙين جا ٻير ڪولا اسان جي ٻه اچي ڪن پيا، تڏهن سرمست صاحب جي ديوان آشڪار جا اسان کي ورق ورائڻا پيا، جن جي عين جي رديف ۾ هن وصف پيري ولي الله جا شرع بنسبت هيٺ ڏنل عجيب غريب بيت نظر آيا-

”از شرع روم معاب گر مردي
غوث و قطب كنند سلام شرع“

جيڪڏهن تون مرد آهين ته شرع کان منهن نه موڙ، ڇاڪاڻ ته غوث ۽ قطب ٻه شرع جا سلامي آهن.

”گرچ مير و وزير و سلطان ست
برهمه غالب ست حكام شرع“

توڙي هجي مير يا وزير، توڙي هجي سلطان، سڀني تي شرع جا حڪم غالب آهن.

”آن موحد كه درد عشق گرفت
سر تصدق كند بنام شرع“

اهو وحدت جو پوڄاري جو عشق جي درد ۾ گرفتار آهي، سو به شرع جي ناليءَ تان سر صدقي ڪري ٿو (جيئن منصور)

"با تو گويم چو آشڪار و نهان
باش تو چاڪر و غلام شرع"

توکي ظاهر باطن ٿو چوان ته تون شرع جو ٻانهو ٿي رهه.

هن ٿر پيدا ٿيو ته انهن هٿرادو حيلي بازن جي ڪوڙين ڪتابن جي پيروي ڪريون، يا خود هن بزرگ جي پاڪ ڪلام کي سچو سمجهون. اسان جو اڄ ڪلهه جي ڪيڙو پوش نونهال صوفي صاحبن جي خدمت ۾ اهو عرض آهي ته جيڪڏهن هو انهيءَ ڪم آزار فرقي ۾ رهي ان مان سچ پچ لطف حاصل ڪرڻ گهرن، ته اول هو اهڙن بي قالن بلهزير پنگوڙين جي ٻهر بازين تي ڪين لڳن، نه ته ڏوهيءَ جو ڪتو نه گهر جو نه گهاٽ جو.

"ڪني ويد پران پڙهي ڪري، سب چتاهو لوگ
مٽيو تن جو روگ - جن کي سچو مليو سٽگرو"



فقير صاحب جي متين شرع بنسبت ڇپيل ڪلام مان معلوم ٿو ٿئي، ته اگرچ سندن طريقو عاشقانو هيو ۽ نه زاهدانو، تڏهن به شريعت جي عزت دل تي رکي اٿس.

ٻيءَ ملن جي ضد ۾ ٻيم صوفين، حضرت حافظ درازي لاءِ نه رڳو شريعت جي فرضي عبادت جي محل جو دروازو بند رکيو آهي، مگر هن مولا جي محب تي جو پيو ڪلنڪ لاتو اٿن، سو ته اهڙو آهي، جو قيامت تائين فرشتن جي ٻسه گوڙهن سان صاف ڪين ٿيندو. ڇي، فقير صاحب گهڙي جو گهڙي ۾ شراب جي دڪن کي ڏاڍو هٽي ويندو هو. مگر شڪر ٿيو جو هن صاحب دل، دولهه، پنهنجي ديوان ۾ اهڙن موذين ۽ ملعونن جي منهه ملڻ لاءِ، پاڻ تان اهو داغ هن طرح دور ڪيو آهي.

رباعي

"ساقيا اين شراب انگوري
ما نه خواهيم کز و ست صد دوري
لازوال ست آن ميءِ وحدت
آن بنوشان زهر ز مهجوري" (سرمست)

هن رباعيءَ ۾ فقير صاحب هڪ لفظ به ڪونه لکيو آهي. شعر جي سٽ سٽ ۾ صاف صاف ٿو چوي، ته اسان کي اهو انگوري شراب نه گهرجي. "اي ساقي" اهو وحدت (هيڪڙائي) وارو شراب بخش، جنهن مان معرفت (پاڻ سڃاڻڻ) وارو راز نظر اچي وغيره.

حقيقت ۾ هيءَ رباعي فقير صاحب پنهنجن مريدن ۽ طالبن لاءِ گويا هڪ عمدو مثال ڇڏيو آهي. جيڪي جاهل صوفي هنن منزلن وارن مهاتمائن جا فعل (ڪم) ڏسي، پيا ٿا ڀولن وانگر منهن مرڪائين، تنکي سمجهڻ گهرجي ته:-

"اره ڪشيدن ڪار بوزينه نيست"
ڪارائي ڪاهڻ ڀولي جو ڪم ناهي

ساڳي ديوان ۾ ٻيهي هنڌ حافظ درازي شراب بنسبت انهيءَ کان به وڌيڪ اونهو اشارو ڏئي ويو آهي.

"ساقيا ميءِ همين نمي خواهم
ڪن ز ميءِ وحدت تو آگاهم"

اي ساقي اهو ظاهري شراب نٿو گهران مونکي وحدت (هيڪڙائي) واري شراب کان واقف ڪر.



هن ڪانپوءِ به جيڪڏهن ناداني جا صوفي، پنهنجي پياڪي حالت کي متائڻ بدران، اهڙن عاشقن جي دامن کي ڇتي ڪتي واري لب لائيندا، ته ڪارو منهن ڪتي جو، رب اوتري جو اوتري. خلق ڪابي وقوف نه آهي، جو اهڙن اندن آڏوتن کي چڱو چوندي.

حافظ درازي جي طالبن، معتقدن ۽ اهل تصوف (ويدانتن) کي يقين رکڻ گهرجي، ته اسانجي سچل سرمست سڄڻ جا مذهبي خيال نهايت نيارا هوا. سندس تعليم ۽ تلقين مان اين ٻيو معلوم ٿئي، ته جيڪڏهن هو مسلمانڪي گهر ۾ جنم ورتو هو، ته سندس پالنا ڪا هندڪي هنج ۾ ٿي هوئي. جيڪڏهن ڪرستانن جو قريب هو، ته ڪو يهودين کان به ياقي ڪونه هو. هنجو رڳو اهو مطلب ڪونه هو ته ڪهنجي مذهب يا ڌرم جي رڳي ڳالا ڪانه ڪجي، پر هنجو مت هيو ته هرڪنهن مذهب ۽ ڌرم دواران قصد ڪيل منزل کي پهچي سگهجي ٿو ۽ هرهڪ مذهب جي ڳڙکي مان، ديدون دلبر جو ديدار پسي سگهن ٿيون. نه رڳو سچل درازي ۾

لاڙيچي لطيف بہ انهيءَ ولايت جي خبر ساڳي
طرح سلي آهي.

"چي" "ايڪ قصر در لڪ - ڪوڙين سهسين ڳڙکيون
جيڏانہ ڪريان پرکہ - تيڏانہ صاحب سامهون"

اهي ڳالهيون تہ سچي جون تيون سچون،
پر پاڻ لاءِ ڪهڙو مذهب رزروءِ رکيو اٿس،
ان لاءِ پهنجي ڪلام جي دوران اسان کي
هرهر تو هدايت ڏئي، تہ دنيا جي سيني مذهبن
جو بنياد تصوف آهي ۽ تصوف جي عمارت
آهي "عشق".

عشق محبت باجهون جاڻين، بي سڀ راہ خلافي
بزرگ، ڪاڻ دنيا جي ڪن ٿا، طلسم سڀ تلافي
**سچا** هرگز سي نہ ٿيندا، سچا صوفي صافي

مٿين بيت جو اهو مطلب نہ آهي تہ ڪو سچل
سرمست مذهب کي ننديو آهي ۽ پر هن عاشق
رڳو عشق کي رواجي مذهب تي ترجيح ڏني
آهي. ڇاڪاڻ تہ مذهبن ۽ ڌرمن جا سچا اصول



ٿڪري وچي ٿيا آهن نالي جا نانا نيم؛ جن جو
ظاهري ڏيکہ ويکہ رڳو اهو ثابت ڪري تہ هي
هندو آهي، هي مسلمان، هي عيسائي آهي ۽
هي يهودي وغيره. اهوئي سبب آهي جو تصوف
۽ ويدانت، يوگہ جو پيرين نيم ويراڳ رکيو
آهي. اسانجي شاه درازي پڻ اهو ويراڳ سر
وسائي، اها عشق جي ملامت سر سنوراي،
اهڙي رواجي ۽ نالي جي مذهبن کان بيزار
رهيو آهي.

انهيءَ بنسبت مولانا رومي ٿو چوي -

ما ز قرآن مغز را بر داشتيم
استخوان پيش سگان انداختيم

اسان (فقيرن) قرآن شريف جو مغز (تت) ڪڍي ورتو
باقي ڪنڊا ڪتن (نيم خواندن) اڳيان اڇلايا سون.
مغز قرآن = معرفت جو علم (برهم ودّيا)
استخوان = ڪنڊا = ظاهري علم

هي تہ قرآن شريف جي بچت سچت هنن
نيم ملن کي ملي آهي - تہ وڻ گهوڙو نتا پڏن،
تڏهن چئو تہ فقيرن کي جو هن ڪلام پاڪ جو

---

بر داشتيم (سٽ ١١ فارسي بيت)

مغز (تت) نصيب آهي، تن جي هستي هنن ٻيهر ملن جي مقابلي ۾ ڪهڙي جوڻ کهر جي. ٻل ته اهڙا مولا جا محبوب محبت ۾ رندا روڙيدن ته به سندن ذرو ذايع ناهي.

"محبت پاڻي من ۾ رندا روڙيا جن
تن جو صرافن اڻ تو ريو اگهايو شاه)

---

"چائت پائي چت ۾ سڻهو ڪئيو جـــن
تن جو صرافن دڪو داخل نه ڪيو (شاه)

ٻيهر ملن ۽ ٻيهر پنڊتن ۽ سچن سالڪن جي مذهب جو فرق رڳو اهو آهي، جو شاه صاحب پهنجـــن مٿين بيتن ۾ ظاهـــر ڪيو آهي. چت ۾ چائت رکڻ، هنن چشنچل سيائي سالڪن ۽ پريمي پرشن کي ڪٿي ڏو پسند پوي.

هرهڪ سچي مذهب جو بنياد محبت ۽ عشق جي آئري تي ٻڌل آهي، پر جهن مذهب جي عمارت کي آئريوئي ڪوڙ ڏيو ته اُلجي بيهڪ وري ڪينڊ بيهندي. سچو مذهب اُهو آهي جو چڙ، غصي، حسد، بغض، مطلب ۽ هـــرطرح جي



بديءَ کان بچڻ جي تڪليف ڏئي ٿو. پر اسان جا اڄ ڪلهه جا نام نهاد مذهبي ۽ ڌرمي ليڊر، جيڪڏهن اسان کي اڄ ڪلهه ڪا تعليم ڏين ٿا ته اُها آهي خاص چڙ، غصي، حســـد ۽ بغض جي تعليم. انهن پهنجي ڌرم کي هڪ واپار جي نموني ۾ ڪري رکيو آهي. اهڙا مذهب، اهڙا ڌرم، انهيءَ کوکلي کوپري جي مثال آهن، جن مان محبت جو ميجالو صاف سڪي ويو آهي ۽ ماليخوليا جي مرض ۾ مبتلا پيا ڏسجن. سندن مذهبي لٽريچر رڳو ٻين کي گاريون ڏيڻ ۽ بد زباني آهي. سندن ڌرمي شيوا دل آزاري آهي. هڪ ٻي جي بزرگن جي گلا ۽ غيبت کان سواءِ ٻي ڪا به ترقي جي راه ڪين نٿي سجهي. حقيقت ۾ انهن جي مذهب جي بنا، انهن جـــي ڌرم جو بنياد، بلڪل اعليٰ طريقي تي ٻڌل آهي. انهن جا پيغمبر، انهن جا اوتار، ڪي معمولي ماڻهو ڪين هوا. هو خدا جي طرفان چونڊيل هوا. هو پرماتما جا خاص ايجنٽ هوا. انهن جو قول، انهن جو فعل، سچو هيو؛ رڳو گهڻي وقت جي گذرڻ سببان سندن تعليم ۾ تبديل پيدا ٿيل

---

آهي ۽ سندن ٻوليءَ جي سمجهه ۾ ڦير گهير پئجي ويو آهي.

افسوس ته اهو آهي، جو اُهو جهه آدمي، جن کي نيم ملن ۽ نيم پنڊتن، هٿرادي مذهب ۽ ڌرم جو پورو پورو بندو بڻائي ڇڏيو آهي، سي روحاني تعليم کان اڻ ڄاڻ ٿيون وڃن، جيئن ڪانءَ وڃي ڪمان کان.

آتمڪ ٻل جا ته هو قائل ئي ڪين آهن. اندر اڇوئي نه ڪن. ڏوئين پياڏا ڳا. پوءِ ڇو ته اهڙن ضدي پرشن جا نفص پريا خيال ڪينءَ نه هن ٻولار ۾ ڪڍ ٿي، آخر پهنجي واسيل واس سان هين جي نيڪ خيالن کي به واسي، دنيا ۾ دشتيءَ ۽ دوئيءَ جو ٻج پيدا ڪندا رهندا. اڳيان سمان جو بهتر هوا، سو انهيءَ ڪري، جو انهن سمن ۾ ماڻهن ۾ روحاني طاقت (آتمڪ ٻل) زياده هيو ۽ ماڻهو انهيءَ باطني علم (برهم ودِيا) ڏانهن گهڻو رجوع هوا. تنهن ڪري عام ماڻهن جا واهيات خيال هنن جي روحاني پوتر خيالن کي ڏڪي نٿي سگهيا.

سچل سرمست جي ڪلامن مان معلوم ٿو



ٿئي ته خيال کي رنگ روپ ۽ حرڪت (چرپر) آهي. جهڙي طرح پاڻيءَ جي لهر لوڏو کائي، ڪناري سان لڳي، وري پٺ تي هٽندي آهي؛ اهڙي طرح خيال به هڪ دفع انسان جي وجود مان نڪري سان پهنجي شڪل وٺي، چئني پاسين ڦهلجي، وري اچي پهنجي جاءِ وٺي ٿو. انهيءَ نموني ۾ انسان عام طرح خيالن سان وڪيڙيو سڪيڙيو پيو آهي؛ پوءِ جيڪڏهن سندس خيال نيڪ آهن، ته چوطرف سندس نيڪيءَ جا نعرا آهن: پر جيڪڏهن سندس خيال برا آهن، ته هو چوگرد برائين سان پريو ٿو رهي. تنهن ڪري سرمست ساءِ جي تلقين ۽ تعليم موجب جيڪڏهن اسان گهرون ته سنسار مان برائي سڄي پاڙ سهنجائي سان پٽجي وڃي ۽ اسان به چڱا ٿيون، ته اسان کي گهرجي ته اٺن پهرن ۾ هڪ يا ٻه دفع ايڪانت ۾ ويهي پهنجي خيال جي طاقت کي آهستي آهستي وڌائيندا رهون، ۽ ان کي نيڪيءَ جي طرف رجوع ڪندا رهون. اهڙي طرح هزارها چڱا خيال هن آڪاشي گنبذ ۾ گڏ ٿيندا رهندا؛ جنهجي مدد سان بديءَ جو ٻج سنسار مان آخر

ناس ڏيندو ويندو، ۽ هرڪ منش جو آتمڪ ٻل ٻه اوج تي رسندو ويندو، جنهن جي وسيلي آخر هو منزلون ماڻي، وڃي پهنجي مقصد کي پهچندو. مگر سچل سرمست ته چوي ٿو ته اهي ڳالهيون، تڏهن ڳڻ ۾ اچن، جڏهن انسان جون دليون دوئي جي داغ کان ڌوتل هجن. خواه مخواه جي مذهبي ماهرن کان من آجو هجي. ٻي صورت ۾ روحاني طاقت جي ترقي محال آهي. اهڙا هيڪڙائي ۽ سچائي جا سبق انسان کي سرمست سڄو پهنجن ڪلامن جي سٽ سٽ ۾ سلي ويو آهي.

"ذات صفات هڪاڻي آهي، پول نه وجهين پولي
سوئي اندر سوئي باهر، سوئي تهنجي چولي
تون ۾ مون ۾ هن ۾ هرجا، سچ سچو ٿو بولي"

شاهه درازي دوئي جي ڪيترن قسمن بنسبت پهنجي لکيتن ۾ اشارا ڏنا آهن. جهڙي طرح اخلاقي دوئي، مذهبي دوئي، درجاتي دوئي وغيره. مگر سڀ کان وڏيڪ زور، هن مذهبي دوئي تي ڏنو آهي. جنهن جا



مثال مٿي انيڪ آيل آهن. درجاتي دوئي بنسبت هيئن ٿو هدايت ڪري.

"آ ء سالڪ ڪر صحيح، تون هن تلسمات کي
پيچ دوئي تا ڪل ٻڌي، دور ڪر درجات کي"

چون ٿا ته ڪنهن ۽ ڪهڙن جا مخدوم ۽ قاضي هڪ لڳا فقير صاحب کي شريعت جا حامي ٻڌجي سمجهائڻ آيا. تڏهن ٿو فقير صاحب جڏهن ۾ اچي جواب ڏين.

"جز عشق نبود کار ما
از دست شد اختيار ما
از کفر دين بيزار ما
پرستي چه از من قاضيا"

اسان کي عشق ري ٻيو ڪم ڪونهي.
اسان جي هٿان اختيار نڪري ويو.
اسان ڪفر ۽ دين کان بيزار آهيون.
اي قاضي اسان کان ڇا ٿو پڇين.

مطلب ته اسان جو سرمست صاحب، ظاهري ۽ رواجي مذهبن ۽ ڌرمن کي هڪ لڳا ڇا، پر

---

پرستي (سمت ١٢ فارسي بيت)

هوا، لڳا عشق جي مذهب تان قربان ڪندو رهيو آهي. دنيا جي سڀني مذهبن ۾ عشق ئي سچو مذهب ثابت ڪيو اٿس. سندس چوڻ هوندو هيو ته جيئن الله هڪ آهي ته سندس مذهب به هڪ آهي ۽ اهو آهي "عشق". خاص طرح آخر عمر ۾ ته هو سواءِ عشق جي ٻئي ڪنهن جو به مقلد يا پيرو ڪونه رهيو آهي. جنهن جي ثابتي هيءَ آهي -

"ڪلمي مونکي ڪين ڪيو، مورون مسلمان
نڪي احمد مون ڪليو، هو عرب ڪان ايمان
سچو آ سبحان، ٻر آدمين لئي آدمي"

مٿين بيت ۾ فقير صاحب ڪو گهٽتائي جو لفظ ڪونه ڪڍيو آهي. حقيقت ۾ جو ڪجهه چيو اٿس، ان ۾ جيڪڏهن ڪو مٿاڇرو ڪلمي گو، ٿورو اونهو ويندو ته معلوم ٿيندس ته قبلي ڪلمي جي برڪت ۽ انسانيءَ (روحاني) ڪلمي جي اثرار جي وچ ۾ زمين آسمان جيڏو فرق آهي. ايمان جي نسبت جو مٿين بيت ۾ احوال آندو اٿس، سو پڻ هيٺين ٻول کان ظاهر ٿئين آهي.



"الايمان بين الخوف والرجا"
ايمان خوف ۽ اميد جي وچ ۾ آهي.

خشڪ ملن، پورڳن پنڊتن ۽ نيم صوفين جي دماغ مان هوا ڪڍڻ لاءِ سچل سرمست سدا اوزار ڪر آندا آهن. ايئن لڳي آهي ته ڪو خشڪ ملن کي ننديءَ ڪري، هن نيم صوفين کي مٿن نقط چيني جو موقعو ڏنو آهي. انهن صوفين جي حقيقت پرڻ هنن کان سير سوين ڪيئي اٿس. ڇاڪاڻ ته نيم ملن ۽ پنڊتن رڳو مذهبن ۽ ڌرمن جي سچن اصولن ۽ بنيادي متن ۾ رولو وجهو آهي، پر هنن ٿوري ڪوڙي باز صوفي سڳورن ته -

"خود گمره است کرا رهبري کند"

موجب ساري دنيا کي گمراهه ڪري ڇڏيو آهي. سدن خدا، جيڪڏهن آهي، ته آهي پنهنجي جسم ۽ شراب جي جام ۾. جهڙي بسبب شاهه دراز جو فيصلو مٿي ڏنو ويو آهي.
شاهه درازي جيڪڏهن لعد يو آهي، ته مذهبن

۽ ڏرمن جي اڄ ڪله وارن رواجي اصولن کي ننديو آهي، جي حقيقت ۾ انهن مذهبن جا مت ئي ڪين آهن، پر جي ڪٽي آهن، تہ اُهي جهن نيت سان رکيا ويا آهن، تهن سان اسان ماڻهو ڪين ڪر نتا آڻيون.

مثلاً هڪ هندو تلڪ لڳائي ٿو، مگر هن کي انهيءَ جي فلاسوفي جي اها ڪل ئي ڪا نهي، تہ ڪواتي شو مهراج جو ٽيون نيتر ڏيکاريو ويو آهي ۽ ترڪٽي ڏيان جي ڪمائڻ جو هڪ مرڪز آهي، جهن بنسبت شو مهراج جو قول آهي تہ-

"شو ڪهي من ڀاريعي چاہا پرش ڪي بات
تين برس ڪي ابياس سي برهم روپ هو جات"

اهو هندو رڳو تلڪ لڳائي اِين ٿو سمجهي تہ مان هندو چاتو وڃان.

اهڙي طرح هڪ مسلمان نماز ٿو پڙهي. مگر نماز جي اصل اصولن موجب، هو اِين نہ ٿو سمجهي، تہ آءٌ خداوند پاڪ جي اڳيان هٿ ٻڌيو بيٺو آهيان ۽ ساڻس پيو گفتگو ڪريان ۽



ڪيتري نہ ادب، خوف ۽ دل جي خلوص سان مونکي اهڙي زبردستيءَ هستيءَ اڳيان بيهڻو آهي. پر هو رڳو اِين ٿو سمجهي تہ هي ٻہ هڪ مون تي بار رکيو ويو آهي، وٽ تہ ڀاري سهاري پورو ڪري وڃان پوءِ ڇٽو تہ-

"بر زبان الله در دل گاؤ خر
اين چنين تسبيح ڪيءَ دارد اثر"

زبان تي الله ۽ دل ۾ ڳئون ۽ گڏهہ اهڙي تسبيح (مالها) ۾ ڪهڙو اثر هوندو.

بي خياليءَ سان ظاهر، زباني "الله الله" ڪرڻ ۾ ڪرچ ڪو گناه ڪونهي مگر حقيقت ۾ جهن مقصد لاءِ ڪيو وڃي ٿو، سو حاصل ڪين ٿو ٿئي. اهو مقصد آهي الله تعاليٰ جي ملڻ جو، جهن بنسبت سچل سرمست اڳيءَ چٽي ويو آهي تہ-

"هي ٻيي خيال، ملهڻ ٻيي نال خيال دي"

هڪڙي دفعي حضرت محمد مصطفيٰ (صلعم) پنهنجي دوست حضرت عمر فاروق (رضه) کي فرمايو ته "اي عزيز جهن شخص الله کي سڃاتو، اهو منهن سان "الله الله" ڪڏهن نه چوندو. جهن شخص ان جي ذات باري کي ڪين سڃاتو، سو البت بي خبر منهن سان "الله الله" چوندو.

قرآن مجيد ۾ رب پاڪ ٿو فرمائي.

"اي بندئو" جهن هنڌ اوهان آهيو، اتي اوهان جو الله اوهان سان ساڻ آهي. تڏهن چئو ته جا چيز دم قدم تي همراه به هجي، ۽ اڪين جي هر وقت آڏو به هجي، تڏهن پوءِ ان جي يادگيري ڪهڙي؟ يادگيري انهيءَ چيز جي لازم آهي، جا نظر کان غائب هجي. انتظار انهيءَ جو هوئط کهرجي، جا ديدن کان دور هجي. اهوئي سبب آهي جو صوفي سالڪ اهڙي رواجي بندگي ۽ ناليءِ جي عبادت کي ڦيرائي، حقيقي عبادت ۾ آڻط جي هدايت ڪرن ٿا. سچي مذهب داري ۽ دين داري به هو ايستاءِ فرض ٿا چون، جيستاءِ انسان پاڻ کي پاڻهپ واري جاءِ تي ٿو سمجهي.



"گر بخود باشم مذاهب دار دين داري ڪنم
ور ز خود بيرون شدم تا نيست برمن اين خطا"

جڏهن عبديت يعني هن انساني بوتي ۾ آهيان، تڏهن مذهب جي پيروي ڪريانٿو؛ پر جڏهن انهيءَ بوتي کان ٻاهر ٿو ٿيان، تڏهن مذهب جي پيروي جو گناهه مهنجي مٿان ڪونهي.

ڄاڪاڻ ته صفاتي قاعدا صفات (ان مٿي ڪوش) سان لاڳو آهن ۽ نه ذات سان. بندگي بندي تي فرض آهي ۽ نه خدا تي. اڄ ڪلهه جا سنڌ ن سڪا صوفي سڳورا ته ذات صفات، ٻنهي مان ٻست آهن. اهو مڪان حاصل هجين يا نه، رڳو مست الست بڻجيو، ويٺا پاڻ کي زماني جا قلندر سڏائين. پهنجا ته بندگيءَ ۽ عبادت تي هڏ نه هلن، پر ٻين تي به چڙين وانگر چٽرون ڪرين. اهڙا صوفي نه گهرجا نه ڪهات جا، سچ پڇو ته لائق آهن بائڪات جا. اهڙن سڀي باز صوفين بنسبت سچل سرمست ٿو چوي-

ورلو ويراڳي - گياني ڏنم گودڙيو
پـلٿا ڏنـم پير ۾، يوڳي ۽ ٻياڳي
طالب تياڳي - لکن ۾ ڪو هڪڙو

---

مسعد المتعمد (سنه ۱۲)

متين ذات ۽ صفات، احديت ۽ عبديت بنسبت پيٽ ڏٺي ڀڄڪڙ وري هيئن ٿو ٻولي. اسان جو

جي - "پنهنجي وهي ٻاڻ ۾ ڪم روح رهاڻ
نڪو ڏونگو ڏيڍ ۾ نڪا ڪمڇن ڪاڻ
پهون ٽيس ٻاڻ حسي تان سورهيا"

شاه ڀٽائي جي متين بيت ۾ گرچ متيون "مان خدا" وارو مذڪور ڏري پرزي اچي وڃي ٿو، مگر تڏهن به مطلب گهڻو مبهم آهي.

شاه دراز ۾ هي هڪ عجيب خوبي هوئي، جو ٻين فقيرن وانگر هن صاحب ۽ عشق جي آفتاب کي اڏائڪري آخوندن جي ٻپ ۽ ٻاڻ کان، ڪوڙن ڪڪرن ۾ هرگز لڪائڻ جي ڪين ڪئي آهي. بلڪ انهن ڪِن روحن کي پنهنجي رهاڻ جي اهڙي ته راحت بخشي اٿس، جو ڪيترا ملان، ڪيترا قاضي، هن فيض جي درياء مان فيضور ٿي ويا.

هيئنئر اهو مذهب جو جهڳڙو ته صاف ٿي چڪو، ته سچل سرمست جو خيال مذهب بنسبت اهڙي هيو، ته ڪهڙن به مذهب ۾ رهو، مگر انهيءَ

اسان جو (ست ٢) هي ٻل ۾ آيل آهي نه پڙهجي.



مذهب جي متن جي محبت سان پيروي ڪريو ۽ ان ۾ پورا پورا جذب ۽ لاء ٿي رهو. اهڙي طريقي ڪي عمل ۾ آڻڻ ڪري آخر هڪ ڏينهن اوهان جو عشق، انهيءَ مذهب جي مالڪ سان لڳي ويندو ۽ اوهان عشق جي مذهب جو پورو پورو مزو ماڻيندا.

اهڙي عشق جي آڪاڻي، فقير صاحب جو محبوب طالب، محمد يعقوب نالي تو هڪ لڳا ڪاڻس پڇي. فقير صاحب جذبي ۾ اچي تو آلاپي -

جي- "گر بگويم شرح عشقي بر دوام
صد قيامت بگذرد هم نا تمام"

جيڪڏهن عشق جو بيان مان وري ٻڌائيندو رهان ته هوند هڪ سؤ قيامت جو عرصو به گذري ته به پورو نه پوي.

سچ پچ هي عشق ڪهڙو نه عاليٰ درجي جو ارغواني شراب آهي، جو هڪڙي پيالي پيئڻ سان عاشقن کي مست ۽ مدهوش ڪيو ڇڏي، بلڪ اصلي مطلب تي وڃيو پهچائي. واقع هي

عشق سمورو نور آهي جو عاشقن جي محفل جو چراغ ۽ مشتاقن جي شام جو مهتاب آهي. جيڪڏهن هن عشق کي باد صبا چئجي، ته بہ جائز آهي، جا حقيقي محبوب (خدا) جو پيغام پهچائي ٿي ۽ دل جي بند ٿيل مکڙي کي ڇڻ ڇڻ ڪري کولي ٿي ڇڏي. هي عشق آهي جنهن محبوب جي چهري تان برقع لاٿو ۽ حجاب جي پردن کي وچان وڃائي ڇڏيو.

عشق را دانيءَ ڪه باشد نور پاڪ
هر ڪسي را عشق باشد پس چه باڪ
از محبت عشق پيدا گشته است
هم زمين و عرش و ڪرسي هم افلاڪ (سرمست)

عشق هڪ پاڪ نور آهي. جنهن کي عشق آهي انهيءَ کي ڪهڙي پرواهه آهي. زمين، عرش، ڪرسي ۽ آسمان جملي عشق ۽ محبت مان ئي پيدا ٿيا آهن.

واقع سائنس انهيءَ مسئلي کي مڃي ڇڏي آهي، ته هرهڪ چيز ۾ ڪشش آهي ۽ ڪشش عشق



جو ٻيو نالو آهي. انهيءَ ڪري ئي سج، چنڊ، زمين ۽ تارا جملي اجرام فلڪي (Solar System) وغيره شيون هڪ ٻئي جي ڪشش (عشق) ۾ ٿي تاڻيا بيٺا آهن ۽ رات ڏينهن پيا باقاعده ڊيوٽي ادا ڪرن. جيڪڏهن منجهان اها عشقي ڪشش نڪري وڃي ته هوند هي سمورو معاملو پل ۾ درهم برهم ٿي وڃي. هيئنر جڏهن ثابت ٿي چڪو ته هن برهمانڊ ۾ ڪا بہ چيز هن عشق کان خالي ڪين آهي، بلڪ هرهڪ چيز جو جزاعظم (مکيہ جزو) هي عشق آهي، تڏهن پوءِ ڇو تہ ٻيو ڪهڙو طريقو عشق جي طريقي کان مٿي هوندو؟ ٻيو ڪهڙو دين يا ڌرم هن ازلي عنايت (عشق) کان عاليءَ ٿي سگهيتو.

پنهنجي لوڪن ۾ انهيءَ عشق کي اڳم ۽ اعليٰ سمجهي، اسان جو سرمست سچل پنهنجن طالبن کي اهائي نصيحت ڏيندو هو، تہ جيڪڏهن مذهب جي نام سچا ٽڪي اٿو، تہ عاشقن جي مجلس ۾ اٿو ۽ ويهو. عاشقيءَ کي پسند ڪريو. جن ۾ عشق جي بوءِ نہ ڏسو، ان جا هرگز هم صحبتي نہ ٿيو. ڇاڪاڻ تہ بي درد نامرد آهي.

"هر آنکسي دردو عالم مرد باشد
يقين داني که صاحب درد باشد" (سرمست)

جيکو ٻنهي جهانن ۾ مرد هوندو، يقين ڄاڻ ته اهو درد وارو هوندو.

پنهنجي محبوب کان هڪ پل جدا ڄاڻ،
هن عشق جي اوتار جي مذهب موجب مهاپاپ آهي. ڇاڪاڻ ته هو چوي ٿو ته جيڪڏهن عاشق ڪا چيز آهي، ته معشوق سندس پاڇو آهي ۽ پاڇي جو پنهنجي چيز کان جدا ٿيڻ ناممڪن آهي.

١- دلا گرچ ز خوبان وفا نمي گردد
خيال تاهم برگشته ما نمي گردد
٢- همان دلست که پر از خزينهء عشقست
دگر فناست مگر آن فنا نمي گردد
٣- ميان عاشق و معشوق هيچ فرقي نيست
ز شخصي سايه هرگز جدا نماي گردد

١- اي دل جيتوڻيڪ سهڻن مان وفا نٿي ملي، تڏهن به اسان جو خيال انهن جي محبت کان ڦري ٿو نٿو.



٢- دل اُها آهي جا عشق جي خزاني سان ڀرپور آهي
ٻي دل فنا آهي ليڪن اها دل فنا نٿي ٿئي.
٣- عاشق ۽ معشوق جي وچ ۾ فرق ڪي ڪونهي.
ماڻهوءَ کان سندس پاڇو هرگز جدا نٿو ٿئي.

گرچه- المجاز قنطرة الحقيقة

مجازي عشق حقيقي عشق جي پل آهي، پر اسان جي فقير صاحب کي جو، هر جا ساڳي صورت نظر آئي، سو مجاز ۽ حقيقت کي ڪٿي ٿو جدا ڪري. عشق جا ٻه پاڻي ٿي نمونا طالب کي ڏسڻ، گويا کيس گمراهيءَ ۾ وجهڻو آهي. صوفين جي مٽي موجب، جو ڪجهه آهي سو، هن انسان ۾ ئي آهي؛ بلڪ انسان ئي سڀ ڪجهه آهي. سندس ظاهر باطن صورت ساڳي آهي. تهن ڪري سندس حسن جي پرستاري حقاني پوڄا ۾ داخل آهي. ڇاڪاڻ ته هو مطلق جمال، جو هڪ مرڪز آهي.[1] جهن کي سرمست سائين پنهنجي ديوان آشڪار ۾ هيئن ٿو ٽيڪو ڏي.

---

[1] المجاز قنطرة الحقيقة (ست ٥)

"تفکر در صفاتش کن که در ذاتش تفکر نه"

هن جي صفات (ظاهري بوتي) جي فکر بعلي ڏيان ۾ رهه؛ ڇاڪاڻ ته هنجي ذات جو فکر ٿي نٿو سگهي؛ جو هو بي صورت يعني نرنڪار آهي.

مٿين بيت جو مطلب اهو آهي ته عشق هميشه ڏسڻ سان لڳندو آهي؛ پوءِ جهن صورت ۾ ذات کي صورت ئي ڪانهي ۽ نرنڪار آهي، تهن صورت ۾ انهيءَ جو تصور ڪيئن ڪيو ويندو ۽ ان سان عشق ڪيئن لڳندو. تهن ڪري تصور جيڪڏهن ڪبو ته اول سندس صفاتن يعني ظاهري صورت جو ڪبو، جهن جو مرڪز هي انسان آهي، جهن ۾ اها حق جي ذات سمايل آهي.

"عشق غير نيست گر پرسي زما
باليقين دان صورت انسان عشق" (سرمست)

جيڪڏهن اسان کان تون پڇين ته پڪ ڄاڻ ته عشق غير (ٻيو) نه آهي بلڪ انسان جي صورت عشق آهي.

مشهور فقير خير محمد صوفي جي، جڏهن انساني صورت ۾ وڃي اڪا اٽڪي آهي ۽ تڏهن



فقير کان لامڪان جو سير به وسري ويو آهي. ويچارو پنهنجو پاڻ تو ٻولي.

"سير وسر گيا لامڪاني دا
عشق صورت انسان ڏٺم"

هن منزل تي اهو سوال ٿو اٿي ته رکو هن انساني صورت کي انهيءَ مطلق جمال جو مرڪز سمجهي، ان جي محبت ۾ محو ۽ ان جي فکر ۾ فنا رهجي يا ٻي مخلوقات سان به ساڳي طرح عشق ۽ محبت جي محويت مفيد ٿي سگهيتي. انهيءَ جو جواب سچل جي طرفان اهو آهي ته-

"نديدم سر از انسان بيرون
هم ملک، خدا گرديده ام" (سرمست)

---

اهو ڳجهه انسان کان ٻاهر ڪين ڏٺم
گرچ سڀ مورو خدا جو ملڪ ٿريس.

گرچ هر صورت ۾ ذات جو ظهور آهي، مگر بهتر ۽ اشرف مخلوقات حضرت انسان ئي ثابت ٿيو آهي.

يد الله = الله جو هٿ، مرة الرحمان = الله جو آئينو، هي انسان ئي مڃيو ويو آهي؛ جهن لاءِ پنهنجن پيغمبرن ۽ اوتارن جي معرفت الله پاڻ ٿو فرمائي:-

"خلق الله آدم عليٰ صورته"

پيدا ڪيم آدم کي مٿي پنهنجي صورت جي.

هندن جي پستڪن ۾، جي برهما بنسبت ڪتاؤن آيل آهن، سي پڻ ساڳيو خيال ثابت ڪرن ٿيون.

انهيءَ ڪانسواءِ عاشق ۽ معشوق ٻئي ساڳي جنس جا نهن ٿا. نه رڳو ايترو پر ٻنهي جي خيال جي سچا ڻپ ساڳي ۽ ٻين کان عالي ۽ فضيلت واري آهي. خيال جو عيوض (**return**) پڻ ٻنهي طرفن کي، جي ڪ جيترو نه، ته به ڪ جهڙو ملي سگهي ٿو وغيره. تهنڪري هر حالت ۾ حسن پرستي جو هيڏ ڪو اثر هن انسان کان ٻي ڪا به چيز وڌيڪ مفيد ۽ بهتر ثابت ڪا نه ٿي آهي. پر جيستائين عاشق اهو حسن پنهنجي ڪنهن مقرر ٿيل معشوق ۾ ڏسي ٿو ۽ انهيءَ هڪڙي جي حسن پرستي کي ئي وفا ٿو ڄاڻي ۽ هر طرف



ساڳي صورت وارو حسن نٿو پسي، تيستائين اهو عاشق پنهنجي محبوب جي صورت ۾ پاڻ کي اڃا فنا ڪين سمجهي؛ جيستائين هو فنا نه ٿيو آهي، تيستائين بقائي وٽي هو بهو ٿيو ڪين چئبو.

"فاني نه اصل آهه، فنا ٿيو نه ڇا ٿيو
تيسين بقا چون نٿا، جي هو بهو نه ٿي"(آغا صوفي)

جهن وقت عاشق هڪڙي صورت ۾ سچي فنائي ۾ رتي، تهن وقت هو اهو پنهنجي معشوق وارو حسن، هر صورت ۾ پسندو ۽ هر صورت کي انهيءَ محبوبي لقب سان پڪاريندو رهندو. انهيءَ منزل تي سرمست سچڻ ٿو آکي.

"پاٽا پاڻ ڪيو سي بهشڪ، هر صورت سيلاني
سيڪا صورت مهنجي آهي، آهيان لا مڪاني
ڪفر نڪو اسلام رهيو، آءٌ لٿي هيءَ حيراني
**سچل** نام ٿيو گم باقي، رهيو سر سبحاني"

عام طرح اهو خيال آهي ته ٻس هڪڙي آئيني جي صورت واري حسن جي پوڄا جو نالو

سچي حسن پرستي ۽ سچو عشق آهي؛ پر اهڙي حسن پرستي، رڳو شروع ۾ عشق جي بنياد قائم ڪرڻ جو هڪ ذريع آهي، جا حقيقت ۾ محبت ۽ سڪ جو سڳو سوري ٿي.

گهوڙي تي سوار ٿي، انهيءَ جاءِ تي بيهي رهڻ، اها ڪا دانائي آهي. جيسين گهوڙي کي مقصد واري منزل طرف ڪين ڪاهبو، تيسين اها منزل ماڻبي ڪين ۽؟ تهن ڪري جيڪڏهن انهيءَ محبوب جي صورت کي، جا عاشق جي حسن پرستيءَ جو هڪ مرڪز آهي، پنهنجي اصلوڪي حقيقي مقصد جو ذريع ۽ اوزار بڻائي، ڪائونس ڪري نه ورتو ويندو، ته اهڙي محدود حسن پرستي جو نتيجو نيڪ نڪرڻ ڏاڍو ڏکيو آهي؛ پر جي ڪجهه نڪرندو به ڪڻي، ته اخلاقي ۽ طبعي نيڪيءَ ڏانهن پيو ڪين نڪرندو. اهڙي محدود عشق کي عاشق "مجازي عشق" سڏي ويا آهن، جو حقيقي عشق جي پل آهي. پوءِ جيڪڏهن طالب پل تي ئي بيٺو هوندو ته پرين ۽ پير جو نظارو ڪين ۽ پسندو. تهن ڪري طالب کي گهرجي ته



انهيءَ پنهنجي نظاري واري سهڻي سجڻ جي سهاري پند ڙو ڪري، اها پرين واري پل لنگهي، پار درياهون وڃي پرين ننگري پسي. جتي عاشق، معشوق ۽ عشق ٽئي ايڪو ايڪا ايڪ اڪال ٿيو وڃن. اهوئي طريقو سچل سرمست جي مذهب جو هيو، جنهن بابت هن سچي ثابتي ڏئي چيو آهي ته:-

"نه مان ڪيڙو ڪڙ ڪو تسبيح، نه ڪيڙم ذهد عبادت
نڪي مسجد مندر وڙس، ڪيڙم تقويٰ طاعت
سچل جو ٿيو بخت سوايو، جو ڪيڙي عشق عدايت"

اهي مٿيان طريقا حقيقت ۾ عام لاءِ ڪين آهن. اهي آهن سچن صوفي سالڪن لاءِ؛ جنهجي اها منزل آهي، جتي هندو ۽ مومن جو فرق ئي ڪونهي. مسجد ۽ مندر جو تفاوت ئي ناهي. هو رڳو انساني صورت جي سچا ڪڙط جو سبق سکيا آهن. هو اهي هيٺيون منزلون محبت ۽ محنت جي دواران ماڻي ويا آهن. انهن جا اهي ڏونگر ڏوريل ۽ جبل جاڳيل آهن. هت رڳو انهن بوالهوس ۽ ڪم فهم ماڻهن کي هدايت

ڪيل آهي جي روحاني رازن ۽ آتمڪ ٻل کان بلڪل بي خبر ۽ خدا جي حقيقي هستيءَ ۽ ديدار جا قائل ڪين آهن. بقول سرمد صوفي.

رباعي

"سرمد غم عشق بوالهوس را ندهند
سوز پر پروانه مگس را ندهند
عمري بايد که يار آيد بکنار
سرمد اين دولت همه کس را ندهند"

سرمد عشق جو غم سڀني کي نٿو حاصل ٿئي. پرواني جي پر جي جلڻ واري خصوصيت مک کي نٿي ملي. عمر گهڙي جو يار سان ميلاپ نصيب ٿئي. سرمد اها دولت هرڪنهن کي عطا نٿي ٿئي.

## سرمست ۽ مرشد جي محبت

بمئي سجاده رنگين کن گرت پير مغان گويد
که سالک بي خبر نه بود زراه ورسم منزلها

(حافظ شيرازي)

سنڌي

ساڻ شراب جي رنگ مصلو هادي جي فرمائي
جو سالڪ واقف راز حقيقي ٻل ۾ پار لنگهائي

---

مرشد جي معنيٰ آهي، ارشاد (حڪم) ڪندڙ. ڪامل مرشد روحاني استاد جو نالو آهي يا اينءَ سمجهو ته مرشد، مريد ۽ خدا جي وچ ۾ هڪ وسيلو آهي.

مريد جي معنيٰ لغت (ڊڪشنري) ۾ آهي ارادو رکندڙ. پر صوفين جي نزديڪ مريد انهيءَ شخص کي سڏين ٿا، جيڪو الله واري وات جي پنڌ پڇڙ جي ارادي سان ڪهن واقف

پير، فقير يا سنت ساڌ کان رهنمائي بنسبت
وچن وٺي. وچن وٺڻ جو مطلب آهي ته هو ان
کان گويا هٿ وٺي ٿو ۽ ڏئي ٿو. انهيءَ وچن
۽ هٿ وٺڻ جو مطلب آهي ته گويا هو اهڙي
مرشد سان سر جو سودو ڪري چڪو. مطلب ته
مريد پنهنجون خواهشون ۽ ارادا پنهنجي مرشد
جي خواهشن ۽ ارادن ۾ فنا ڪري، جيستائين
پنهنجو اصلوڪو حقيقي مقصد حاصل نه ڪري،
تيستائين آرام سان نه ويهي.

دست از طلب ندارم تا کام من برآيد
يا تن رسد بجانان يا جان ز تن برآيد

---

جيستائين منهنجي من جي مراد حاصل نه ٿيندي تيستائين
پنهنجي طلب تان دست بردار ڪين ٿيندس يا تن يار
کي پهچي يا جان هن تن مان ٻاهر اچي.

سچل سرمست، جنهنجي پنهنجي مرشد سان
مٿين محبت هوئي ۽ ستگر جي ناليءَ تان گهڙيءَ
گهڙيءَ گهور ويندو هو؛ سو تو ستگر جي صحبت
۽ سڪ جو سچو سماءُ سلي.



چوي :-

مدجهه حضور هادي جي طالب، پاڻهون پڌي رهندين
جڏهن ۽ چوائي مرشد چوندين، ڪلمو ڪفري ڪهندين
گر ۽ گوبند صورت ساڳي، راهه انهيءَ ۾ رهندين
رنگ ريتي بي رنگ ٿي سچا، تاهه انهيءَ ۾ ٿيندين.

مٿين بيت ۾ ادب ته ادب جي ماڳ
رهيو، پر فقير صاحب گرو ۽ گوبند (خدا) جي
صورت ۾ به فرق ڪونه ڏيکاريو آهي. گويا
مرشد کي، جي پيو نه، ته به مجازا خدا ڪري
مڃيو اٿس. جي حافظ شيرازي مٿي منڊ واري
ڏيکاريل شعر ۾ شراب سان مصلي جي ڌوئڻ
جو حڪم مرشد جي طرفان جائز ثابت ڪيو آهي،
ته حافظ درازي وري مٿين بيت ۾ ڪفر جو
ڪلمو مرشد جي حڪم جي تعميل ۾ جائز رکيو
آهي. انهيءَ جو مطلب اهو آهي ته مرشد جي
حڪم تي انڪار ڪرڻ نه گهرجي. انڪار ڪرڻ
واري حالت ۾ بعيت يعني مرشد ۽ مريد جو
توصل ٽٽي پوي ٿو. جنيد بغدادي صوفي ٿو
چوي ته استاد ۽ مرشد جي وچ ۾ اهوئي فرق
آهي، ته استاد سان شاگرد "چو ۽ چرا" جو سوال

جواب ڪري سگهي ٿو، مگر مرشد سان نٿو ڪري سگهي. مرشد جي اڳيان رڳو اقرار جائز آهي. ڇاڪاڻ ته سچو مرشد، مريد جي رسم ۽ راه کان بي خبر اصل ڪين آهي. اها اندروني سڌ ظاهري علم جي استادن کي پتيءَ پوڻي نه آهي. انهيءَ رستي ۾ مريد ته اهڙو هجي جنهن جي دل ۾ خدا کان سواءِ ڪنهن بي شيءِ جي خواهش نه هجي.

”المريد لا يريد الا الله“

مريد اهو آهي جنهن کي الله رکي بي جي خواهش نه هجي.

سچل سرمست مريد جا ٻه قسم ڏيکاريا آهن.

(۱) مريد اسمي (۲) حقيقي

مريد اسمي اهو آهي، جنهن کي مرشد ظاهري مذهبي طريقي جي علم ۽ عمل جي تلقين ڏي. مثلاً نيڪ ڪمن کي اختيار ڪرڻ، بد ڪمن کان پرهيز ڪرڻ، ڏڏل ۽ پڌل ناجائز ڳالهيون ڇڏڻ وغيره. مريد حقيقي جا وري ٻه قسم آهن.

(۱) مريد (۲) مراد

مريد حقيقي اهو آهي، جو جهد، رياضت، عبادت (بندگي) ۽ خدمت

خدمت سان (ست ۲۰ آخري)



پنهنجي مرشد کي خوش رکي ٿو. هو هر وقت مرشد جي رضا تي راضي ٿو رهي ۽ مرشد جي باطني ارشاد (حڪم) جي ادا ڪرڻ ۾ ڪوشش ڪري ٿو. اهڙي منزل واري مريد بنسبت سچل سائين هينئن ٿا چوي :-

لا نفي جو ڪلمو مون کي، مرشد پاڻ پڙهايو
نابودي جي نفي اندر، سگر سير ڪرايو
هٿيو ڏيئي همت وارو، سارو بار کڻايو
صدق سچل مان ستگر تان، جنهن جانب جوش جڳايو.

”مراد“ جنهن کي ”طالب“ ڪري ڪوٺجيٿو، سو اهو آهي، جنهن جي رضا خود مرشد تلاش ڪري ٿو. ان کي مرشد حڪم ڏي ٿو ته تون اسان جي محبت ۾ رهه، اسان. تنهنجي محبت ۾ رهندا سون. اهڙي طالب جي حق ۾ هي اشارو ڪافي شاهدي ڏيندڙ آهي.

هڪ ڏينهن مرشد ساڻون انهوين آکيا
ڇوڙ خلق دي خواري
هڪ ذات ياد وکين اسانڏا
ٻيا ڏونهين جهان وسارين

اهڙي طالب جي ٿوري عبادت ۽ رياضت کي مرشد ذياده قبول ڪري ٿو. چاڪاڻ ته مريد ۽ طالب جي وچ ۾ رڳو اهو فرق آهي، ته مريد جيڪڏهن محبت آهي ته مراد (طالب) محبوب آهي. مريد جيڪڏهن عاشق آهي ته مراد (طالب) معشوق آهي. جڏهن سچل سرمست اها مراد واري منزل حاصل ڪئي آهي يعني پنهنجي مرشد جو محبوب ثابت ٿيو آهي، تڏهن ٿو پڪارڻ ٻولي :-

چي- "ستگر سچ سڃاتيو، **سچل** تون سلطان
تهنجو شاهي شان، ٻانهپ ٻولي ناهه ڪا"

سچ پچ جهڙن مرشد جي پنهنجن طالبن سان محبت ناهي يا پنهنجن مريدن جو دل جان سان خير خواهه ڪين آهي، سو مرشد جي لقب جو حقدار ٿي نٿو سگهي. سچو ستگر اهو، جو پنهنجي مال پنهنجي جان، ۽ پنهنجي اولاد کان به وڌيڪ پنهنجي مريد ۽ طالب کي پيارو ڀري ۽ هنجي نيڪي ۽ بدي جو پاڻ کي جوابدار ڄاڻي.



سچو مريد يا طالب به اهو آهي، جو پنهنجي مرشد کان وڌيڪ ٻي ڪي محب چاهڻ گناهه سمجهي، بلڪ تن من ڌن جي قرباني تاءِ اڙيو نه رهي ۽ مرشد جي فرمانبرداري فرض ڄاڻي. سچ پچ سچل اهڙن طالبن مان هڪڙو هو.

صوفي ته پنهنجي پير مٿان گويا پتنگ ۽ پروانا ڏٺا ويا آهن. هو ستگر جي صورت کي پنهنجو مسجود (سجدي جو مرڪز) ڪري ليکين ٿا.

**آشڪارا** خاڪ پاءِ پير باش
تا شوي از دوتيش پادشاه (**سرمست**)

اي آشڪار (سچل جو تخلص) تون پنهنجي پير جي پيرن جي مٽي ٿي رهه، ته تون مقدس دوسعي کان پادشاهه بڻجين.

مٿين بيت موجب مرشد جي صورت کي مسجود (سجده گاهه) سمجهڻ جو حقيقت ۾ مطلب آهي "مسجود اليه" ۽ نه "مسجود لهو" چاڪاڻ ته مرشد جي صورت گويا قبلو آهي ۽ نه صاحب قبلو. جهڙي طرح مسجد جو محراب "مسجود اليه آهي" ۽ نه

"مسجود لهو" يا ڪعبو خود، جنهن طرف رخ ڪري نماز پڙهجي ٿي ۽ سجدو ڪجي ٿو، سو پڻ مسجود لهو ڪينهي، بلڪ مسجود اليہ آهي. اهڙي طرح ستگر جي صورت بہ مسجود اليہ آهي.

"ميري مرشد کي هيءِ والله ڪلام الله کي صورت
غلاف الکعبہ کي اندر هيءِ بيت الله کي صورت"

(آغا صوفي)

مٿين شعر ۾ شاعر پڻ مرشد جي صورت کي ڪعبہ جو تمثيل ڏيندي مسجود اليہ ثابت ڪيو آهي.

هي تہ آهي سلوڪ جو رستو جنهن اهي اصطلاح رکيا ويا آهن. پررندي راه ۾ تہ هرڪ صورت مسجود لهو آهي. مثلاً:

گر نہ بودي ذات حق اندر وجود
آب گل راکي کند ملکي سجود

جڏهن خدا تعاليٰ انساني بوتو بڻايو ۽ ان ۾ سندس ذات اچي واسو ورتو، تڏهن ملڪن

---

(١) ... حق (سمت ١٢ فارسي ...)



(فرشتن) کي حڪم ٿيو تہ هن کي اوهان سجدو ڪريو. عزازيل فرشتي کان سواءِ ٻين سڀني حڪم جي پيروي ڪئي ۽ انسان کي سر نوايو. عزازيل کي حڪم جي نافرماني سبب خدا تعاليٰ پنهنجي دربار مان لوڏي ڪڍيو ۽ مٿس شيطان جو لقب ڏنو، باوجوديڪ هن ظاهر ڪيو تہ مان هڪ توکي سجدو ڪيو آهي ۽ ٻي کي اصل نہ ڪندس. تنهن تي ٿو شاعر مٿيون بيت چوي، جنهن جي معنيٰ آهي تہ:

جيڪڏهن (حق) برهم جي ذات (جنهن کي هن سرير ۾ واسي ورتو بعد خدا ٿو چئجي) هن وجود (بوتي) ۾ نہ هجي ها تہ پاڻي ۽ مٽي جي بوتي کي ملائڪ سجدو ڪين ڪرن ها.

مٿين حقيقت موجب جيڪڏهن طالب پنهنجي مرشد کي عبديت يعني هن صفاتي صورت ۾ نٿو ڏسي؛ مگر هو پنهنجي ستگر کي نراج نور ٿو پسي، اهڙي صورت ۾، اهڙي وقت، اهڙي طالب جو، اهڙي مرشد جي تصوير کي سجدو ناجائز ڪين چئبو. ڇاڪاڻ تہ اها نوراني تصوير عين الله جي تصوير آهي، جنهن کي مسجود لهو چئجي.

سچل سرمست ٿو چوي ته جيڪي شخص خدا جي ديدار ۽ درشن جي ارادي ڪانسواءِ ڪنهن ٻي غرض جي واسطي مرشد وٽن ٿا اُهي حقيقت ۾ مريد يا طالب ڪين سڏبا. انهن بنسبت ٿو فقير صاحب چوي :-

"اڳان آڻ ڪريندي هن اڳ ڪل اڳ ڪل
نهين عام ڪو انهن ڪل دي ڪل"

سچ پچ، "اڳ ڪل ساڻ الله، ڪٿي هن ملند و ڪين ڪي". اهڙي ميدان ۾ پير پائڻ وارو ۽ محبت جي رکڻ وارو طالب خيال جو پڪو هجڻ گهرجي. هي ڪم ڪچن ۽ ڪمزورن جو ڪين آهي.

* فقير نانڪ يوسف ٿو پنهنجي طالب

* فقير نانڪ يوسف جو اصل نالو محمد يوسف هو. هو رياست خيرپور جي اگهڙن جي ڳوٺ جو وينل هو. سچل سرمست جو ڀريون ڀارو طالب هيو، جون ٿا ته سچل سرمست جو فيض انهي مرد وٽ هيو. نانڪ سندس تخلص هو جو امرت سر جي دربار ۾ داخل ٿيڻ بعد ظاهر ڪيو هوءِ.



هز هائنيس سر مير علي مراد خان ٽالپر والي رياست خيرپور کي، هڪ لڱا هيئن سمجهائي ٿو ڇي "پرماتما جي ديدار جي طلب واري طالب کي گهٽ ۾ گهٽ مهوس (ڪيميانگر) جيتري همت رکڻ گهرجي؛ جو هڪ وهمي اميد تي پنهنجو سارو مال ملڪيت ٿو ڪي ناس ڪري ٿو ڇڏي ۽ بار بار جي ناڪاميابي سندس حوصلي کي پست نٿي ڪري سگهي. انهي ڪانسواءِ جنهن چيز کي پنهنجو مقصود مقرر ڪيو اٿس، انکان منهن نٿو موڙي.

هڪ هنڌ گرو نانڪ صاحب جو قول پڙهيو اٿم ته سچو چيلو اُهو آهي، جنهن کي لکين لڱا بي عزتي سان ستگر پنهنجي دربار مان لوڙي، ته به انجي دل ۾ ستگر جي محبت ذرو به گهٽ ۾ ٿي، بلڪ سندس محبت ۾ ترقي ٿيڻ گهرجي.

"تون تـه لکين پيرا هي لوڙائين ٿو
ته به آءٌ تـه ڳچي ڳل تهنجي آهيان"
(ڪوجهي درازي)

اهڙو مثال سچل سرمست اڳيان سندس سرويچ طالب ڏاڍڪ يوسف جو الم نشرح آهي. چون ٿا ته سچل سائين ڪيترن کي آزمائيندا هئا، جيئن محبتي مريد جون ورتون. مگر جيئن پوءِ ڏيکاري ٿيندو هي عاشق اڳي کان اڳرو پئي ثابت ٿيو.

هڪ ڀيري فقير صاحب حڪم ڏنو ته يوسف کي لوڙهي کان ٻاهر لوڏي ڇڏيو. حڪم جي دير هوئي، پوءِ ته ونءِ وٽ ٿي وئي. گهليو گهليو يوسف ويچاري جو هٿ وجهي هڪ پير جي ڏنڍ ۾ اٽڪيو (جهن کي فقير صاحب ٽوٻيل ڪري ڪونيندو هو). يوسف جا هٿ پير ۾ سيخ ٿي ڇوڙڻ چلي وڏا، پر يوسف ڪٿي تون مڙي. آخر فقير صاحب ظاهري ڪاوڙ ڪري تو چويس ته "يوسف" تون حڪم جي تعميل ڪين ڪندين؟ تڏهن تو يوسف عرض ڪري "ڇي" قربان وڃان سر ڏيڻ ٿا سو تو اتر پر جانب جي جوءِ کان جدا ٿيڻ گناهه تو سمجهان. فقير صاحب تو چويس ته تڏهن تون به عزازيل وانگر حڪم جي انحرافي ۾ شيطان ٿو بڻجين. اتي يوسف يار تهڪ ڏئي تو عرض ڪري، ته "قبله" مبارڪ آهي يوسف پنهنجي



کي، جو اڄ محبوب کان شيطان جهڙو عالي شان لقب عنايت ٿيس. فقير صاحب پنهنجي پياري طالب کي آزمائش ۾ پورو ڏسي ٿو چوي.

"درين راهه اندکي جنون بايد درکاراست"

هن محبت جي راهه ۾ البت مستي جي ضرورت آهي.

ديوان آشڪار ۾ بار بار پنهنجي پير عبدالحق صاحب جي فيض جي تعريف ڪندي، فقير صاحب تو چوي ته پيري مريدي جي رستي ۾ اعتراض جهڙي بري چيز ٻي آهي ئي ڪانه ۽ يقين (نسچي) جهڙي ٻي عمدي چيز آهي ئي ڪانه.

ارادت مند آن پير مغانم
بجز پير مغان ديگر نه دانم
(سرمست)

مان پنهنجي مرشد ۾ پورو پورو ويساهه رکندڙ آهيان.
پنهنجي پير کانسواءِ مان ٻي کي نه ٿو ڄاڻان.

مرشد ٻہ اھو مرشد جو ڳو اعتبار جي عيوض ۾ ٿو ڪيس فرمائي :-

ھڪي جھو مرشد ٺوڪي، آڻج تون اعتبار
ٻانھون ٻڌين جو ٻين، **سچل** تون سردار

واقع فيض ٻہ اُھو طالب وٺندو، جو پنھنجي پير مرشد جھڙو اتم عالي ۽ افضل ٻي ڪنھن کي ٻہ نہ سمجھي. انھيءَ جو اھو مطلب نہ آھي تہ ڪو ٻين کي نفرت سان ڏسي يا بد چوي. مطلب تہ جيئن طرح مرده غسل واري جي ھٿ ۾ رھي ٿو، اھيطرح مريد کي بہ گھرجي تہ پنھنجي مرشد اڳيان رھي. پير جي ارشاد کي حڪم ناطق سمجھڻ گھرجي؛ بلڪ ماتا پتا جي حڪم کان بہ گروءَ جي آگيا کي افضل سمجھڻ گھرجي. ڇاڪاڻ تہ پيءُ ۽ ماءُ رڳو ظاھري يعني ھن صفاتي سرير جو سبب آھن ۽ مرشد روحانيت جو. مرشد حيات جاودواني (ھميشه واري حياتي) حاصل ڪرڻ جو وسيلو آھي ۽ پيءُ ماءُ حيات فاني جو. مولانا رومي ٿو فرمائي :-



”چون گذيدي پير پس تسليم شو
ھمچو موسيٰ زير حڪم خضر رو“

جڏھن مرشد ورتو اٿئي تہ انجو فرمانبردار ٿي رھہ، جھڙيطرح حضرت موسيٰ پيغمبر، حضرت خضر پيغمبر (جند پير) جي حڪم ۾ رھيو.

سچل ساءٌ ٿو ديوان آشڪارا ۾ پنھنجن طالبن ۽ معتقدن کي مرشد جي اطاعت طرف اشارو ڏيندي چوي، تہ ھڪڙي ڏينہ حضرت محمد مصطفيٰ (صعلم) جي ڪچھري ۾ ويس. مونکي فرمايائون تہ پنھنجي مرشد پير عبدالحق جي اجازت ريءَ اسان جي ڪچھري ۾ نہ ايندو ڪر. ھن مان معلوم ٿو ٿئي تہ سرمست صاحب گرچ پيغمبر صاحب جي ڪچھري تائين پھچي سگھيو ٿي، مگر تڏھن بہ مرشد جي اجازت جو ضرور ھيس. مطلب تہ مرشد جي اطاعت جون سڀ ڳالھيون سھڻي سچل ۾ موجود ھيون. پنھنجي مرشد جي محبت ۽ اطاعت تہ چڙيو پر شيخ عطار جھن سان ھن اويسي مرد جي روحاني رھاڻ رھي آھي، تھن جي بہ محبت ۽ اطاعت ڪا پنھنجي مرشد

پير عبدالحق صاحب کان گهڻ ڪانه ڏيکاري اٿس. شيخ عطار بنسبت ديوان آشڪارا ۾ ٿو چوي:-

"اي دلا خشبو زشه عطار در جانم رسيد"

اي دل شاه عطار کان منهنجي جان ۾ عشق جي خوشبو (فيض جي بوءِ) پهتي.

نه رڳو ايترو پر کيس خدا ڪري ڪوٺڻ کان ڪين رهيو آهي.

چي :- "عطار نه بود آنکه خدا بود خدا بود"

عطار نه هيو - اهو خدا هيو، خدا هيو.

چاڪجي ٿو ته شيخ عطار جي باطني فيض جي جذبي، ايترو ته سرمست صاحب جي وجود ۾ واسو ورتو آهي، جو مولانا رومي ۽ جامي جهڙن سالڪن کي به عطار مرد جو ثاني ڪونه سڏيو ڪيو اٿس. جن جو حوالو ديوان آشڪارا مان ورتل اڳي آيل آهي. انهيءَ جو مطلب گلا يا غيبت ڪين آهي، پر پهنجي کيان ۽ فيض ڏيندڙ کي، فقير صاحب انهي سبب ترجيح ٿو ڏئي، جو هن



جو رستو رندي هيو. صوفي طريقي موجب سالڪي ۽ رندي راه جي وچ ۾ زمين آسمان جو فرق آهي. جهڙي طرح منصور ۽ مولانا شبلي جو مثال، آهي. منصور هڪ رند هيو ۽ مولانا شبلي سالڪ هيو. شبلي صاحب ٿو چوي ته منصور هڪ وڻ آهي ۽ آءٌ ان جو هڪ ڏار آهيان. پر هنڪ ٿو ظاهر ڪري ته منصور ۽ آءٌ هڪ وڻ جو ميوو هواسون. پر منصور پنهنجي راس ٿي وڻ کان جدا ٿيو ۽ آءٌ ڪچو ئي ڇنو ويس. سچل سرمست به اهوئي فرق هڪ رند ۽ سالڪ جي وچ ۾ ڏيکاري، شيخ عطار ۽ مولانا رومي جو مثال پيش ڪيو آهي.

صوفي دنيا سچن مريدن ۽ طالبن کي ٻن قسمن ۾ ورهايو آهي.

(١) ڪشفي ۽ علمي
(٢) وجدي ۽ جبلي

جن طالبن جو نمونو ڪشفي آهي، انهن کي ظاهر يا باطن پهنجي مرشد جي صورت نوراني نظر اچي ٿي ۽ مرشد جي نور کان پڻ اهڙي طالب جو اندر منور رهي ٿو ۽ کيس سڀ ڪجهه نظر اچي ٿو. جن طالبن جو نمونو وجدي

۽ ڄاڻي ٿي ته ۽ ڪشف نٿو ٿئين، اهڙن
طالبن تي پيرن علامتون ظاهر ٿين ٿيون.
جهڙي طرح مرشد جي صورت پياري نظر اچين
ٿي. هو مرشد جي رفتار ۽ گفتار تي ٻلهار ٻلهار
پيا وڃن. مرشد ۾ فنا ٿي ويندا رهن ٿا.
پر سچل جي چوڻي، "خود گم ره است ڪه را
رهبري ڪند" وارن پيرن جي ٻڌ پوڻ ڪان بچو.
اهوئي سبب آهي جو، بر باز پيرن ۽ پنڌتن
جي ٽرڪ تالي جي طريقي کي سچل سرمست
سخت ننديو آهي. نه رڳو ايترو پر سندن ڪشفن
۽ ڪرامتن کي به هيچ ثابت ڪيو اٿس. هنجو
چوڻ آهي ته ڪرامتون ڪتي ۽ فقيري ڪتي.
اهو رڳو مريد ڦاسائڻ ۽ چيلن چاٽن جي گڏ
ڪرڻ جو طريقو آهي.

آشڪار

نه من آن مرد ميدانم ڪه در ڪشف و ڪرامات ست
نيارم در ميان اورا ڪه در سير سماوات ست
نباشد آگهي اورا ڪه يارم در ڪنار ما
نگردد قرب آنڪس را ڪه طالب دور درجات ست



وظائف ورد مي خوانند مشائخ خويش را دانند
دلا بگريز زان مجلس ڪه او اندر دو آفات ست

نه مان اهو مرد ميدان جو آهيان جو ڪشف ۽
ڪرامتن ۾ قائل آهي. نه مان انهيءَ کي وچ آڻيان
ٿو جو آسمانن جي سير ۾ مشغول رهي ٿو. ڇاڪاڻ ته انهيءَ
بي خبر کي اها به سڌ ڪانهي ته ڪو يار مون جي هنج ۾ آهي.
اهڙي شخص کي يار جو قرب حاصل ٿي نٿو سگهي جو
درجي جي درجن جو طالب آهي. هو ماڻهن کي گهڻي
وظيفا ۽ ورد (جپ تپ) ته ڪري ۽ پاڻ کي شيخي
۽ بزرگي جو فخر ٿو بخشي. اي دل انهيءَ مجلس کان
ڀڄي وڃ جو اهڙو ماڻهو ٻن آفتن جي وچ ۾ آهي.

فقير صاحب انهيءَ کان اڳتي هلي، ته حق
جي حقيقت ظاهر ڪري ته جيڪڏهن اهي ڳالهيون
اصولي ڪين آهن ۽ اصلوڪي مقصد کي نٿيون
پهچائين ته اُها ڪهڙي وات آهي جا اوڏانهن
وٺي وڃي ٿي؟

ڇي:— خواندي جو علم دعوت
چه ڪشف چه ڪرامت
جز دردني سلامت
هيءَ هيءَ چه شد چه شد

---

خواندي جو (ست ١٧ فارسي بيت)

جيڪڏهن روحن جي حاضرات جو علم ڪٿي پڙهيءَ يا ڳجهه جون ڳالهيون ٻڌايءِ يا ڪرامات ڏيکاريءِ ته ٻه چار ٺهو، ياد رکه ته اهي سڀ سلامتي جا رستا ڪين آهن. جيڪڏهن سلامتي جو رستو آهي ته عشق ۽ درد آهي.

حق تي هلڻ وارن لاءِ چيو جائي اٿس. اڄ ڪالهه جي سائنس جي ڪرامتن بنسبت گويا فقير صاحب ١١٠ ورهيه اڳ اڳڪٿي ڪٿي ويو آهي. جائي پائي سائنس، جون ڪرامتون به ڪرامتون آهن. هڪ ريڊيو (Radio) ۾ ڪيڏي نه ڪرامت رکيل آهي. رکيو ڏٺ آهي ته وايون ولايت جون ٿو سڻائي. سئنيما ۽ سئنيما، پر تاڪيز جي ٽيڪن ٺهڪن ته وجائي ڇڏيو آهي. ڪرامت چئو يا معجزو، جيڪي چئو سو جائز آهي. سچ پچ جيڪڏهن سائنس جو لفظ عام نه هجي ۽ انهن عجائبات جا ايجاد ڪندڙ پڙدي ويهي رهن ته پيو نه ته سڀ کان اول اسان جي پير پرست ساديءَ سنڌڙي سندن مريدي ۽ خادمي ۾ داخل ٿي وڃي ۽ انهيءَ ساڻ گڏ سندن درتي هوند خوب ميلا ملاکڙا لڳندا رهن.



سچل سرمست جي هن هلندڙ وقت بنسبت سچ پچ اها هڪ پيش گوئي چئجي، جو اڳوات پهنجن واٽين ۾ فقيري کي انهن ڪشفن ۽ ڪرامتن جي ذڪر کان فارغ ڪري ويو آهي. هي اهو مثال آهي ته:-

فر بهي چيزي ديگر است
اما سي چيزي ديگر است

لوابهه ٻي چيز آهي ۽ سوچ ٻي چيز آهي.
يعني فقيري ٻي چيز آهي ۽ ڪاني ڪرامات ٻي چيز آهي.

موج مستي واري حالت ۾ ته هن سچ ٻوليندڙ صاف صاف پيو چيو آهي ته پيري مريدي سچ پچ هڪ پابندي واري وات آهي. انهيءَ کان پڇي بيزار ٿي. متان مشائخ ٻڌجي ماڻهن جون پٺيون ٿپيندي نه رهجي وڃين. چاڪاڻ ته اهو طريقو توکي اتي جو اتي روڪي رکندو ۽ مٿيون منزلون ماڻط ڪين ڇڏيندو.

انهيءَ مان صاف ظاهر آهي ته فقير صاحب رندي ۽ مستي واري منزل انهيءَ پيري مريدي جي منزل کان مٿي پي ثابت ڪئي آهي.

چي- پير مريد نه ٿي تون هرگز، ماڻهن موج مستاني
مخدومي ۽ شيخي پيري، خام ڇڏي ڏي خاني
پڙهه دعا ڀارائي واري، ناهي راهه رباني
هرڪو پنهنجو پنڌ رکي، سچل ڪم آساني

انهيءَ ڪان سواءِ اڄ ڪلهه جي پيرن پٽين، پيرن جي افعالن جي به ڪا سچي ڪي سچي سڌ هئي، جنهن ڪري بار بار دانهون ڪندو ويو آهي.

"چي" بزرگ شيخ مشائخ يارو، نا مخدوم ٿيا سي
نڪي قاضي، نڪي ملان، معلم پير بڻيا سي
نڪي ناهه نگيءَ جا ناهي، رنگ رساءَ رکيا سي
سچا باجهون عشق الله جي، ڪوئي هنر نه سکيا سي

حقيقت ۾ ايئن ڪونه ڇٽو، ته فقير صاحب کي اها مرشدي ۽ مريديءَ واري وات ڪين لنگهيو آهي. سندس ڪلام شاهد آهي ته برابر هو اهي لانگها لنگهي چڪو آهي. شروع ۾ برابر هن پاڻ مرشد جي ونڊ جي ضرورت ڏيکاري آهي ۽ بلڪ پاڻ به پنهنجي مرشد پير عبدالحق ۽ شيخ عطار جو سچو مريد ۽ طالب ٿي رهيو آهي. مگر هن منزل تي سندس حالت "همه اوست"



(سڀ اُهو آهي) واري تي نظر اچي، جتي پير ۽ مريد، طالب ۽ مطلوب سڀئي ساڳي صورت آهن. تهن ڪري اسان کي گهرجي ته انهيءَ ڳالهه ۾ اڙيا نه رهون ۽ بلڪ فقيرن جي وقت، وقت ۽ منزل، منزل جي ڪلامن جي تميز انهيءَ طريقي ۾ رکون، جنهن ۾ اُهي پورا ٺور جي اچن. ڇاڪاڻ ته انهيءَ اڪت ميدان جون انيڪ منزلون آهن، جي هو منڍ کان آخر تائين ماڻيندا وڃن ٿا ۽ جهن جهن منزل تي جيئن جيئن جو وسرام ڪندا وڃن ٿا، تيئن تيئن سڀ به انهيءَ سلسلي جو سليندا رهن ٿا. تهن ڪري اي طالب جيڪڏهن توکي سچ پچ يار جي وصال جو سوداءُ سر ۾ آهي، ته مٿين مثال موجب سچن عاشقن جي آستان جو پٿر ٿي رهه، ته پل هو توکي پيا لتاڙين ۽ انهن جي لتڙ توکي سچ پچ صاف ۽ اجلو ڪري ڇڏيندي. اها خاڪساري ۽ انڪساري آخر توکي اوج تي آڻيندي. ظاهر بين ۽ خشڪ دماغ ماڻهن جي اعتراض ڏانهن نه ڏس. پنهنجي پير جي محبت ۾ غرق رهه. گروءَ جي شيوا ۽ مرشد جي محبت، رباني رحمت آهي.

انهيءَ کان سواءِ توکي فنائي جي وات هرگز
هٿ اچي نه سگهندي. پر سچل جي چواڻي
اتي ڏاڪ ڏي ٻيهي ٻه نه رهه، وقت ٻوقت اڳتي
قدم وڌاءِ. جيڪڏهن تنهنجو ستگر سچو آهي ۽
ڏِساڻ محبت اٿس ۽ محبت جي بنا تي ڪاخ
نيلگون ۾ غلغلو وڌائين، ته تنهنجي آڌيءَ رات
جون آهون، رحمت جا ٻادل ٿي ضرور برسنديون.
تنهنجي دل جو اجڙيل ۽ ويران پٽ انهيءَ
هدايت جي پاڻي سان ضرور سيراب ٿيندو.

اي عالم پاڪ جا بلند پرواز پکي تون
ڪهڙي طرح دلبر جي درشن سان پاڻ کي
پرشن ڪندين، جڏهن تنهنجا پر دنيا جي پليد
پاڻي ۾ پسيل آهن. تنهنجو اندر بدبوءِ سان
ڀريل ۽ اونداهي جي ٻاڦن سان ڀرپور آهي.
تنهنجي نڙي محبت جي چاشني کان ٻي خبر
آهي. اهوئي سبب آهي جو تو ۾ پياري وارو
مادو پيدا ٿي ويو آهي. اهوئي سبب آهي جو
سچي مرشد جي صحبت ۾ رهڻ جي بدران
فاني چيزن تي فدا ٿيو، پرواني وانگر چلولو ٿي،
پيو چڪر ڪٽين. پرديسي پوريلا پکيڙا، تون پنهنجي



آبرو نه ڪوهه. مرشد جي مدد سان ٻره جي باغ
۾ پهچڻ جي ڪوشش ڪر. اتي تنهنجي لاءِ
نيه جي نوراني پوشاڪ موجود آهي. جهن وقت
آفتاب جي روشني آتشي شيشي تي پوي ٿي،
تهن وقت اهوئي ڪم ڏئي ٿي، جو سورج کان
سرزد ٿئي ٿو. لوهه جي ٽڪري کي جو باهه جي
ٻٺيءَ ۾ تپائي سرخ ڪجي ٿو، ته ان جو به باهه
جهڙو رنگ ۽ تاثير ٿئي ٿو. جيڪڏهن تنهنجو عقل
هن ڳجهه جي ڳليءَ ۾ قدم رکڻ کان عاجز آهي،
ته مان توکي ٻڌايان ٿو ته آتشي شيشو
(مرشد ڪامل) وڏي واڪ چوي ٿو ته مهنجي
معرفت کانسواءِ آفتاب جي روشني ڪاغذ
کي هرگز جلائي نه سگهندي. تهن ڪري اي
طالب ڳول. مگر آتشي شيشو (سچو ستگر)
ڳول. اين ته صاف ۽ شفاف (صاحب صفائي)
جا شيشا انيڪ اٿي.

"سب ڪهر سچا ڳهي، نانگن ڳرايو ڪاءِ
تني کي واجهاءِ، مٺو جن مٿن ۾" (شاهه)

پڻ هن جي همعصر فقير شادي خان سان جو پوءِ شهيد ٿيو ۽ شادي شهيد جي نالي سان رياست خيرپور ۾ مشهور آهي، سچل فقير صحبت جي گهڻي گهر رکندو هيو.

هڪ لڳا سچل سرمست مير رستم خان والي رياست وٽان جاگير جا پروانا نوان ڪرائڻ لاءِ ويو. مير صاحب ڪچهري ۾ ٻي پنهنجون بندوقون ڏٺيون ۽ پنهنجن خاصخيلن جي واتان ويٺي انهن جي ساراهه سٽي. مير صاحب هڪڙي بندوق، جنهن جو نالو شيرمار هيو، ڪڍي فقير صاحب کي ڏيکاري. فقير صاحب کلي چيو ته، "ابا" شينهن کي بندوق ڪينءَ ماريندي. ڪهن جهنگ ٻلي کي ماريو هوندائين. تهن تي مير صاحب ۽ سندس خاص خيلي کلڻ لڳا. فقير صاحب کي جو اچي جذبو ۽ جوش، سو ساعت ۾ صورت بدلائي شينهن بڻجي بيٺو. فقير جو شينهن جي صورت وٺڻ ۽ ماڻهن جو پيرن تي ڏيڻ. ايتري ۾ ٻاهران فقير شادي خان اوچتي اچي لانگهاءُ ٿيو، جنهڪي مير رستم خان سڏي سموري حقيقت مان ڪيو. فقير شادي خان کلي چيو ته مير صاحب،

واقف ڪٺو (سن ٢٠ آخري)

## سرمست ۽ اسلامي رهبر

سرمست جي ديوان آشڪار ۽ تحريرن مان معلوم ٿو ٿئي ته اسلام جي پيغمبر حضرت محمد مصطفيٰ (صلعم)، منصور، شمس تبريزي، شيخ هيڪل، شيخ عطار ۽ شادي شهيد وغيره بزرگن جي تعريف ڪرڻ ۾ سچ پچ سچو ساءُ ڪين ڏاپيو آهي. نه رڳو تعريف پر انهن جي فيض جي چشمي کان مستفيض ٿيڻ جو پڻ هرجا اقراري رهيو آهي. شمس الحق تبريزي جي ديوان مان فيضور ٿي، ٿو ٻين کي نصيحت ڪري ته:-

گر کسي ديوان شمس الحق بخواند با اليقين
از خودي آزاد گرده از من و مائي بدر (سرمست)

جيڪڏهن ڪو ديوان شمس الحق يقين سان پڙهندو ته هو خودي ۽ "مان تون" جي جهڳڙي کان آزاد رهندو.

سچل ته سچ تي ڇيو. شينهن تــ فقير ئي آهي. فقير ڪي هي بندوقڙي ڇا ماريندي. اِنهِءَ ڇتي شادي خان لنگهي ويو سچل وٽ. ڇا ڏسي ته فقير صاحب ويٺوا ڪين مان لڙڪ ڳاڙي ۽ چوي:-

"ڪوئي وات وندر جي ڏسي
ڪوئي وات رندر جي ڏسي"

شادي خان پاڻ به خيال وارو فقير هيو ۽ سرمست جو هم صحبتي پڻ هيو، سو سمــورو سر سمجهي ويو، ته هيءَ ڪرامت ڏيکارڻ جي عيوضي ۾ فقير صاحب کي روحانيت جو صدمو رسيو آهي؛ پڻ پرواني جي لالچ هي لوڙهايو اٿس، جنهنڪري نيڻن مان نير جاري اٿس ۽ اهڙا الفاظ ويٺو واتان ڪڍي. هيءَ حالت ڏسي، تو شادي خان جواب ڏئي خيال ڏڪاڻي آڻيس:—

جي، "لبج وجاهيءَ لوڙهي جي، وبيءِ رمز رسڪم ڪسي پروانن جي پريت ۾، ڪانيون هنئي ڪسي وڃ مير مبارڪ ڏي، ته ڏوڪي وات وندر جي ڏسي"





سچل کي سٽڻ سپ ڪجهه ڪڪي ويو، سو هرنه ڪيائــين ته پروانا ڪڍي پرزا پرزا ڪري، مير صاحب اڳيان اڇلائي اهو جو رمندو رهيو.

سچل سرمست بنسبت حضرت محمد مصطفيٰ (صلعم) جي ڪچهري جي قرب جي ثابتي اسان اڳي مٿي ڄاڻائي آيــا آهيون. جهن بنسبت فقير صاحب پهنجي ديوان آشڪار ۾ پاڻ چيو آهي.

"يڪــــ روز بودم بخدمت مصطفيٰ
سرور ڪونــين آن خــيرالــورا" (سرمست)

هڪ ڏينهن آءُ ٻنهي جهانن جي سردار حضرت محمد مصطفيٰ (صلعم) جي خدمت ۾ ويس.

هيءَ ڪا معمولي ڳالهه ڪين آهي. خاص ملن کي فقير صاحب جي پهچ جو پورو پورو ثبوت ڏنل آهي ته سرمست سچڻ جناب پيغمبر صاحب جي دربار جو هڪ معزز درباري هيو.

سچل سرمست سچ پچ جيڪا تن جي تار شمع عطار سان ڳنڍي آهي ۽ جا تار انجي طلب

۽ ڪنواري اٿس ۽ جهڙي روح رهاڻ ۽ اور
ان سان اوري اٿس، اهڙي ڪنهن ٻي فقير
يا بزرگ سان ڪا ورلي اوري هوندائين.
اسان جو حافظ درازي سان رڳو حضرت عطار
جي اهم خيالي جو قائل هيو يا سندس فقيري جو
معتقد هيو، پر ديوان آشڪار جي پني پني مان
اها پروڙ ٿي پوي، ته اسان جي محب جن
زبردست هستي کان پورو پورو فيض حاصل
ڪيو آهي؛ پوءِ اهو ظاهري ڪتب بيني جي
وسيلي يا آتمڪ ٻل (روحاني طاقت) دواران.
اهو هرڪو پڙهڻ وارو پڙهي پاڻ پروڙي سگهي
ٿو. پر سندس ڪلام مان ته اهڙو پيو معلوم ٿئي
ته اهو ابتدائي فيض فقير صاحب عطار جي ڪتب بيني
۽ روحاني رهاڻ ٻنهي جي ذريعي حاصل ڪيو آهي.

مثلاً - مست و شيدا از حڪايات عجائب آشڪار
صد رموز و صد بيانش پردهائي مادريد
(سرمست)

ان جي عجيب ڳالهين کان آشڪار مست ۽ شيدا
ٿيو. ان جي سون رمزن ۽ سون بيانن مهنجي دوئي جا
پردا ڦاڙي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيا.



شاهه عطار جي پريم جو پوڄاري ۽ اهڙو پوڄاري
ٿي رهيو آهي جو سندس شهر نيشاپور جي ڳلين
کي سجده گاهه سڏيندي ويرم ڪانه ڪئي اٿس.
انهيءَ مان صاف معلوم آهي ته شيخ عطار کي
پنهنجي مرشد کان ڪو گهٽ ڪونه گهريو اٿس.

" در ڪوئي نيشاپور ڪه آن شهر عطار ست
ڪرديم سجده آنڪه خدا بود خدا بود "

نيشاپور جي ڳليءَ ۾، جو عطار جو شهر آهي، اسان
سجدو ڪيو. ڇاڪاڻ ته هو خدا هيو، خدا هيو.

حافظ درازي جي اهڙن ڪلامن مان صاف
ظاهر آهي ته انهيءَ لعل جي لنءُ بيشڪ ڪيس لڳل
هئي. ڇاڪاڻ ته ديوان آشڪار جو اهو ڪلام
نه آهي، جنهن ۾ شاهه عطار جي عطائن جو احسان
ڪين مڃيو اٿس. پر شاهه عطار ۽ شاهه درازي
جي محبت جي مام جو مطلب اهو نه آهي ته
ڪو اسان جو سرمست دائم انهيءَ در جو دربان
ٿي رهيو آهي يا پڇاڙيءَ تائين مقلد ٿي رهيو آهي.

فقير صاحب جو فارسي ديوان ۽ سنڌس سنڌي ۽ سرائڪي ڪلام اسان جي اڳيان موجود آهن. جن جي مطالع مان معلوم ٿو ٿئي ته اها عاشق جي عشق جي ابتدا هئي ۽ نه انتها. سچ پڇو ته سچل سرمست جو انتهائي عشق منصور جي مت آهي.

ميزنم نعره انا الحق آشڪار
اندرين آخر زمان منصور وار
نوبت آن بادشاهي مي زنم
شهر يارم شهر يارم شهر يار

مان خدا آهيان. اهو نعرو هن ڪلجگ ۾ منصور وانگر وڃنو ظاهر ظهور هڻان. اهو بادشاهي وارو وڄنو وڄايان. آءُ شهنشاه آهيان. شهنشاه آهيان شهنشاهِ آهيان.

هيٺين سٽ ۾ ته آتي باقي ٻاڻ کي الله ثابت ڪري جڳ کان جدا ٿي ويو آهي. پوءِ چئو ته اهڙي منزل تي هو ڪهن جو ڪيڏ لڳ ٿي سگهيٿو.



چي- "اديون آدم ناهيان"، فلڪ نه آ فلڪن
ڇهالون اچي اوچي، خلل وڏم خلقن
ناهي مسر ملڪن- اها امانت عشق جي"(سرمست)

نرجا اهي نروار نعرا ثابت ٿا ڪرن، ته هو عشق جي آخرين منزل ۾ شاه عطار کان گهٽ ڪين هو. نه رڳو ايترو پر حقيقت ۾ ثاني منصور هو. کهنجي ٻه ڪيڏ نه لڳڻ جي ثابتي سنڌس هيٺين بيت مان عين ٿي ملي.

چي- "پڌيءَ جيج نه چل، مدجهه تماشي نه ٻوين
گهوٽ ٿي تون ٻاڻ کي، ڪر هڏگامو هل
پيول نه ٻي کهن پيل- وٺج حال حلاج جو"

هي عشق جي اها منزل آهي، جهن جي جاڻ جن جاتي، تني پروڙ پاتي. ٿهنڪري انهن سيني رهبرن سان جيڪا ٻه هن رهاڻ ڪئي آهي يا ڪاؤن جيڪو به فيض حاصل ڪيو اٿس، سو سنڌس عشق جو آغاز ٿو ڏيکاري ۽ نه انتها. نڪي وري کهن بندش ڪيس اٿهي هڪڙيءَ

منزل يا ساڳي مڪان تي کو بيهاري ڇڏيو آهي. هنجو ڪلام ڏو چوي ته هو ڪامل ڪينهي پر اڪمل آهي. هو فاضل ناهي پر افضل آهي. عاشق ڪينهي پر خود عشق آهي. مطلب ته انتها ۾ عاشق، معشوق ۽ عشق يا مان، تون ۽ هو، ٽئي هڪ ٿا نظر اچن. تهن ڪري فقير سڀ کي ساڳي صورت ٿا سمجهن. انهيءَ منزل تي سندن جهيڙو پهنجي جيءَ سان جو ٿيل ڏو رهي. هو ڪٿ هن آهن، ڪٿ هن ناهن. جي آهن به ڪٿي ته ناهن جهڙا.

"اسين ساڳي خود آهيون
عام چوي اين ناهي
زوران زوري پون اوقاتون
ڏاڍيون ٻڌ جون باهيون
سچل آهي ڪٿ هين ناهي"

اهڙي صورت ۾ رهبر ۽ راهه، واقفيت ۽ واهه سڀ ٿم ٿيو وڃن. مرشد ۽ مريد جو ته فرق ئي اف تف ٿيو وڃي.



مثلاً- مرڻ کنان اڳي مئا مان کي ڪين مڃين
دشمن دوست هڪ ڪيو گودڙيا ڳڏجن
وحدت جي واديءَ ۾ دانه دم پرن
تون ۽ مان وڃان وڃائي پهنجو پاڻ پسن
هادي مريد هڪ ٿيو، تفاوت ته ڪين
ناڪين ڏس نمڻن، صورت مورت هڪ ٿي
(سرمست)

مٿين ذڪر مان معلوم ٿو ٿئي ته سچل سرمست جي پهنجي روحاني رهبر شاهه عطار سان جا سچي سڪڙي هوئي، سا سندس منزلن جو منڍ هوئي. پر ايترو چئبو ته انهيءَ سڪ جي سودي ۾ سرمست کي عطار کان جو عطر عطا ٿيو، انهيءَ واهه جو سندس وجود کي واسي ڇڏيو. ڀلا هڙن سڪ وارن سڏڙن جو عطار جهڙو مرد عيوض ڪينءَ نه ڏي.

جي- "اي صبا با ما حقيقت شهر نيشاپور بگن
ميکنم قربان بر آن خاڪ زمين اين جان وتن" (سرمست)

اي صبا (صبح جي هير) مونسان شهر نيشاپور جي حقيقت ڪر مان انهيءَ زمين جي خاڪ تان هي جان ۽ تن قربان پيو ڪريان.

هڪ طرف جيڪڏهن سچل سرمست پنهنجي پياري شاه عطار ۽ سنڌ ۾ نيه واري ٻڪري نيشاپور لاءِ نير وهايا آهن، ته ٻي طرف وري پنهنجي دلبر ديس دراز کي وساريو ڪونه ٿو. نيشاپور شهر کي ته تعريف جو شرف سهڻي سچي کان مليو، پر واه قسمت دراز کي ڪر جي (جنهن جو ذڪر اڳي آيل آهي) جنهن جو نالو اسان جي جانب جي جنم ڀومي ٿي پيو ۽ وري انهيءَ شهر جي تعريف ڪهڙي نه عجيب طريقي ۾ تو عاشق آلاپي :-

"اگر بگوئي ميشوم واقف ازان اسرار راز
پس تو بکن با صدق دل روي بسو شهر دراز
هست آنجا پير عبدالحق عارف اوليا
مي کند آگه ز سر وحدتش مسکين نواز" (سرمست)

جيڪڏهن تون چوين ته مان انهيءَ ڳجهه کان واقف ٿيان ته تون دل جي سچائي سان درازن جي شهر طرف رخ رک. جتي پير عبدالحق صاحب جهڙو ڄاڻو وارو خدا جو دوست هيڪڙائي جي حال کان توکي واقف ڪري.



حقيقت ۾ هن ڪلام ۾ فقير صاحب درازن جي شهر کي هڪ صفاتي ٻوٽي جو شرف ڏئي، پنهنجي سچي ستگر عبدالحق صاحب کي انهيءَ جو روح روان ثابت ڪيو آهي. سچ پڇو ته سرمست جو اهو ڪلام دراز جي معنيٰ کي ئي ڦيرائي در-راز (ڳُجهه جو در) ثابت ڪري. جنهن مان اهو مطلب ٿو نڪري ته هي اهو راز (ڳجهه) جو دروازو آهي، جنهن مان معرفت ۽ برهه وديا جا گهرا راز نڪري نروار ٿيندا رهيا آهن ۽ پيا ٿين.

---

## سرمست ۽ هندي رهبر

جيڪڏهن سچل سرمست جو پاڪ روح عرب جو هيو، ته هن جو خاڪي پتلو (بدن) هند جي سرزمين جي خاڪ مان تيار ٿيل هيو.

"آءُ روح مهنجو عرب جو ۽ خاڪ هند جي
احمد مليو هتي ته هتي شام مليو آهه"

سچ پچ جيڪڏهن سچل جو ٻج اسلام جي گلشن جي سرزمين مان آيل هيو، ته انهيءَ نشو نما هند جي گلزار ۾ پاتي هوئي. تهن ڪري نه رڳو اسلامي رهنمائن سان سندس روح رهاڻ رچي آهي ۽ انهن جي فيض جي خوشبوءِ سان سندس وجود واسيل رهيو آهي، پر هندي رهبرن جي راحت، جا هن جي روح کي رسي آهي، ان جي شاهدي ٻه سندس قرب ڀريو ڪلام قدم قدم تي ڏئي رهيو آهي.



مور مکٽ موهن مرلي جي مالڪ جي پريم ۾ ته ڏسو ته هو ڇا ٿو چوي ۽ ڪيئن نه ٿو مشڪ ملي، ڪان ڪنهن ڪي رمزن سان ريجهائي.

"مرلي مست آواز موهن جي
روح ڙو مون ريجهايو
عطر عنبير ڪنهن ڪاتر
مون تان مشڪ ملايو" (سرمست)

غيبي آواز جي ذريعي، ٻنسري ٻرج جي ٻنسي جا سهڻا ۽ سندر سر سڻي، سچل سائين ايترو ته مگن ۽ مست ٿي ويو ٿو ڏسجي، جو ظاهر نه، ته ٻه باطن خيال جي محويت سان ٻندرابن جي بن ۾ پاڻ کي ٻي راڳي ٻڌائي ٻرج جي ڪي ٻي پتڪيو آهي.

"ٻنسي ٻرج ٻجا ڪي گيا
مهن ٻروگن بن وچ ٿيا" (سرمست)

هن مان صاف معلوم ٿو ٿئي ته سهڻي شام سندر سان ٻه هن عاشق صادق روحاني رهاڻيون ڪيون آهن. انهيءَ دلبر جي درشن سان پاڻ

پرشن ڪيو اٿس. هن محب جي منڙي ۽ منٺار مرلي جا مزا ماڻيا اٿس. ڪان ڪنڌي جي قرب ڪيس سچ پچ کهن وقت بيراڳي بڻايو آهي، جو بار بار بندرابن کي ياد ڪندي ٿو ڪهي.

"بندرابن ۾ بينڪ ميري
رمز سچل دي الٿ اڙي
گنگا جمنا وچ شنان
نانڪ ليڇمڻ ميرا نام" (سرمست)

سچ پچ مٿيون ڪلام "هر رنگ دي وچ وسندا هڪنون لامڪان ڏسندا" وارو متو ٿو ياد ڏياري. ڪڏهن بندرابن جو سئر اٿس، ته ڪڏهن گنگا ۾ ڪر آهي، ته ڪڏهن وري جمنا جو جل ٿو پيئي. مطلب ته شڪ گمان جا پرزا شاهه دارازي پاڙئون پٽي پرزا پرزا ڪري ڇڏيا هوا. جي قرآن شريف جي ڪيس عزت هوئي ته پاڪ پوٿيءَ سان به ڪو پريم گهٽ ڪونه هيس. جي هڪ طرف مٺي مختيار احمد عربي جي اندر ۾ اور هيس، ته ٻي طرف ڪان ڪرشن جي وائي وري وات هيس.





جي:- سچو سدا هڪڙو، ناهي شڪ گمان
ڪاٿي پڙهي پوٿيون، ڪاٿي پڙهي قران
ڪڏهن ڪرشن ڪان- ڪڏهن احمد عرب ۾
(سرمست)

جيڪو به يڪائي فقير هوندو سو هندي فقيرن جي ٻيڪن مان ٿورو گهڻو ضرور واقف هوندو ۽ ساڻن ضرور روح رهاڻ ڪئي هوندائين. شاهه صاحب به انهيءَ رهاڻ کان ڪين رهيو آهي. ڪڏهن جوڳين کي جيءَ ۾ جايون ڏنيون اٿس، ته ڪڏهن آڏوڻن جي ارمان ۾ رهيو آهي، ته ڪڏهن وري ڪاپڙين جا قرب پي ظاهر ڪيا اٿس. مگر سچل سرمست ڏن رين اهڙن سمورن سامين جي صحبت ۾ ڪو اهڙو ته سر رهيو آهي، جو جوڳ جي سر جي بيت بيت ۾ انهن هندي فقيرن جي هرهڪ بيک جي بنياد مان واقف ڪندو ويو آهي. سندس ڪلام مان صاف معلوم ٿو ٿئي ته هن کي انهن گودڙين جي گيان جي پوري پر پروڙ هوئي. نه رڳو ايترو پر هنن سان روح رچيندڙ رهاڻيون ڪي رچ ٿي ڪيون اٿس.

چي:- ”ڏوڻي مڇجهه ڏيان، آهي آڏوڻن جو
گم ٿي گرگم گود ڙيا، ڪن گروڙي گهان
اصل ڪان اشنان- گنگا جمنا تن جو“ (سرمست)

لاهوت جي لعلن بہ ڪو اهڙو تہ لطف ڏنو اٿس، جو جوڳين جو جارئي فقير صاحب ۾ نظر نٿو اچي. انهيءَ سان گڏ پهنجي هيٺين بيت ۾ ٻنهي طرفن جي گيان ڌيان جي طريقن جا ڏس بہ ڏاهو ڏسيندو ويو آهي.

چي- ”جوڳي آهن جال، پر لاهوتي الڳهي ويا
هي مڙ مڙ ڪن مٺين سين، هو ڪڙا مٿي خيال
سي لانگوٽيا لعل- پيهر پاڳه ڙن ٻون“
(سرمست)

هي تہ ٿي انهن آڏوڻن ۽ ڪاپڙين جي پنڌ جي پروڙ، جا هرهڪ بيکہ جي پهنجي پهنجي آهي، پر انهن جي ملڻ لاءِ تہ ڏسو تہ ڪهڙو نہ هي محبتي متير منتظر رهيو آهي.

”جوڳي جال ڏنام، پر ڪو ڪو ليي ڪاپڙي
هي ويهي وستن ۾ ويا، هو نہ لوڪ لڙيام
تني ڪاڻ ٿيام- هيءَ هي هڙا حالڙا“ (سرمست)



ساڌن سڪ صحبت ۽ وره ونڊڻ بعد انهن واتهڙن جي وري وڇوڙي ۽ ويراڳ ۾ ڪهڙا نہ ورلاپ هن ويرجي واتان پي نڪتا آهن. اهي سچ پچ سندس ساڃي سڪ جي پوري پوري ثابتي ڏئي رهيا آهن.

چي:- ”ڪوڙين قرباني، آءٌ تان ڪاپڙين تان
ڏئي ويا جي ڏيل کي، هيءَ هيءَ حيراني
ماريون مهماني- آءٌ سر ڪندس صدقي“ (سرمست)

انهن کي اتي ڇڏي ڪڏهن ڪڏهن تہ وري هي نانڪي اوتار، نانڪي صورت ۾ سمائي ڀاڻ کي نانڪ ثابت ڪري ويو آهي. هن سمي بہ درازن جي گاديسرن جي ظاهري ٿوري باطني رهت مان اين ۽ پيو معلوم ٿئي تہ اهو نانڪي نظارو، سچل سرمست سندن سيني ۾ منڍ کان مڙهي ويو آهي. پهنجي چيلي يوسف فقير کي امرتسر وڃي، گرو صاحبن جي گردواري مان فيض وٺڻ لاءِ ڀاڻ مهٽي سچل ئي ارشاد ڪيو آهي. هي هڪ محقق خبر آهي، تہ يوسف فقير ڪهن سمي امرتسر ويو آهي، جتي نانڪي نالو ڀاڻ تي نروار

ڪري، اتان جي سکن جي آزمائش ۽ ارشاد تي تيل جي ٽهڪندڙ ڪڙهائي ۾ ٽپو ڏئي، اچي دراز ۾ ماڻ نڪتو آهي. انهيءَ عجيب ڪرشمي بعد ساري سنڌ يوسف فقير کي نانڪ يوسف جي نالي سان سڏيندي رهي ٿي. چون ٿا ته ان وقت فقير نانڪ يوسف انهيءَ تتل تيل جي ڪڙهائي جي تري ۾ هڪ ڪول چرندي پرندي ڏٺي ۽ جنهن تي خيال خبر ڪيس ته اي يوسف ڇا لڳي هي تتل تيل ۽ ڇا لڳي هي ڪول. هي سڀ ستگر جي نيڪ وارو نظارو تنهنجي نظر اڳيان موجود آهي. اتي منصوري موج ۽ لاهوتي لهر اٿڻ ته لڳو ڏنس، جو مستي ۽ موج وچان هيٺيون ڪلام چئي، الاهي توهار ڪري، انهي ڪڙهائي ۾ ڪاٿ ڪڏي پيو.

## ڪلام

ڏوڙي ۾ ڏيو - عشق جي آزاد ۾ ڏنو ناد نيگر ٽپو
(وغيره)

مٿين مثالن مان معلوم ٿو ٿئي ته سچل سرمست نانڪ متي خانو جو متخوار ضرور هيو. انهيءَ ڪانسواءِ سنڌس زندگي جي رهڻي ڪهڻي ڪهڻو ڪري گرو صاحب جن سان ملي جهلي اچي



ٿي. سنڌس ڪنيرتائي، نهٺائي گويا گرو صاحب جن جو گيان پيو نظر اچي. ديوان آشڪار ۽ سنڌس سنڌي ڪلامن مان جيڪي مٿا معلوم ڪجن ٿا، تن مان گهڻا گرو صاحب جن جي متن سان پيا ملن. جي گرو صاحب جن غريبي کي اتم ڪري اچاريو آهي ته سرمست سچل به ڪو ان کي تيڪي ڏيڻ ۾ دير ڪانه ڪئي آهي. پر وڏيڪ مزو ته اهو آهي، جو گهڻو ڪري ساڳين سليس لفظن ۽ ساڳي پيرائي ۾.

چي:- غريبي بيڪسي شد مايئه ما
ڪر بالا تر بود اين پايئه ما (سرمست)

مطلب - غريبي ۽ بي ڪسي اسان جو مول آهي ڇاڪاڻ ته انهيءَ جو پايو تمام مٿي آهي.

هيڪڙائي حق ٻولڻ فقيريءَ جو پهريون اصول آهي. ٻڙ گرو صاحب ۽ سرمست سچل جهڙن پيرائي ۾ اهي ايڪتائي وارا ٻول ٻوليا آهن، سي اهڙا پيا پائنجن ته گويا هڪڙي زبان جا واڪ آهن ۽ ساڳي خيال جا خابرو آهن. ذات پات جي پيد

ڪي پيڇڙ ۽ هندو مسلمان کي گڏڻ لاءِ نانڪ نرنڪاري
جي ڪوشش جيڪا هن سنڌس وقت ۾ يا سنڌس
پوين جي وقت ۾ ثابت نه پئي، ته اين ته ڇٽو چؤ
ته خدا جي طرفان ڪوڙي موڪليل هستي جا خيال
ڪوڙ هوا. هرگز نه. اهڙي ڪري، اهڙي هادي
جا خيال خارج ٿي نٿا سگهن. اهي خيال هن
هند جي پوتر ڪونجدار هوا ۾ موجود رهيا آهن،
جي پنهنجي پوري وقت تي نشو نما وٺي، هن
سمي سچي سرمست حقيقي رهبر ۽ عشق جي
اوتار منجهان ظاهر ٿيندا رهن ٿا ۽ ايڪتائي
۽ پريم جي پوڄارين کي حق جي طرف ڪوٺي
رهيا آهن.

"جان جان تون گمراهه نه ٿيندين، تان تان راهه نه لهندين
ڪاهه حرام ۽ پيئه پليدي، پاڪ ساڻ نه وهندين
سچا سچ پلئه نه پوندو، جان جان مان ۾ رهندين"

هن وقت سوڍو دراز جي گاديسرن جو
نياز ۽ نوڙت، هندو مومن سان هڪ ٿي هلڻ
وارو طريقو، محبت جا اڻ ميا ماڻ ۽ خاص
طرح دوبار جون صبح ۽ شام واريون چوڪيون





۽ چؤياريون، جي ڪٽي جا ڇيون ۽ خيال مان
ڪڍيون، ته اين ته پيو پائنبو ته جائي پائي هي
به هڪ نانڪي دربار آهي. پيڪڙ جي پاڙين سان
جيڪو فقير صاحب کي پرير هيو ۽ انهنجي برڪت
۾ جيڪو سنڌس لسچو هيو، ان جي ثابتي لاءِ
سارنگ جي سر ۾ آيل سنڌس هي هڪ بيت
ڪافي وافي آهي.

"هريمان ڪٽي جو پڙهي، گرمکه جي پاٽي
وساڻي وس ڪري، پلر جو پاٽي
بوند ون وسن بره جون، ڇم ڇم دان چاٽي
سچل ٿيو ساٽي ـ صاحب سارنگ آٽي" (سرمست)

مطلب ته سچي جو اصول بيشڪ سچو آهي.
هن جي نظر ۾ هندو مومن هڪ هيو. هو سيني کي
پنهنجي سر جو ساهه سمجهندو هو. سيني ڪيس
پنهنجو پيار ۽ محب ڪري ڄاتو ٿي. هنڪي
هندو مسلمان ٻنهي جي مها تمائن ۽ فائقن مان
فيض ۽ گيان مليو ٿي. اهوئي سبب آهي جو
سنڌس فيض ۽ گيان ٻـ ساڳي طرح هندو ۽
مسلمان لاءِ جاري ۽ منزل مقصود تي پهچائيندڙ

آهي. مسلمان رهبرن وارو فيض مسلمانن کي بخشيندو رهي ٿو. هندو رهبرن وارو گيان هندن ۾ ونڊيندو رهي ٿو، باقي پنهنجي مستي وارو راز سو پنهنجي مستن جي ٽولي لاءِ رزرو رکيل اٿس. ڇاڪاڻ ته اها ڇاهن جڏهن کو ڇريو ٿئي تڏهن چکي.

"ڇري ڇري ڪهن چئو، ڇريو آهي لوڪ
جو ڇريءَ لڌو ٿوڪ- سو سچل آهي نه سڀ ڪهن"

---

## سرمست جي سرمستي

اينءَ ته سچل سرمست جي ڪلام جي گهڻي ڀاڱي مان سندس موج ۽ مستي جي خوشبوءِ پئي اچي، پر سچي پچي سرمستي جيڪڏهن هن مولا جي مست جي ڏسڻي اٿو ته ديوان آشڪار جي "نون" واري رديف کي نظر مان ڪڍو، جهن جي مطلع مان اوهان کي هيٺيان مستي جا نيشان ضرور نظر ايندا. هڪڙو ته نه لهه پورو رديف نه قافيه. پر جيڪو رديف يا قافيه آهي به ڪٿي، ته اهو ڪل جهڙو آهي. پيو ته ڇاجي تقطيع ڇاجو وزن، ڇاجو واحد ڇاجو جمع. گويا ان وقت ته سرمست سچ ۾ مستيءَ وچان ڪيو آهي جهنگ منڊ. نه ڏٺي اٿس ڪنڊي نه ڪرڙي، نه لٽي نه لاٽي. هو مان ئي بست ويو آهي.

مستي به اها مستي، جو طبعي عادت کي به ذرو ظاهر ٿيڻ نه ڏنو اٿس. آهي شعر پارسي ۾،

پر نہ ڏٺي اٿس پارسي نہ سنڌي، نہ هندي نہ سرائڪي. الغرض تہ انهن ڪلامن ۾ مستي جا ڪي اڻ ميا ماڻ ميا اٿس. چون ٿا تہ اهڙن وقتن تي ڪلام چوندي فقير صاحب جي سر ۽ سرير جا وار بہ ڪانڊارجي اُڀا ٿي ويندا هوا. مير صاحبن کان روايت آهي تہ جڏهن فقير صاحب مستي ۾ ايندو هيو، تڏهن اهي ڪلام سر ۽ تار سان پيو بي خودي ۾ آلاپيندو هو ۽ ڪڏهن ڪڏهن جذبي ۽ جوش وچان رقص بہ ڪندو هيو. رقص جي ثابتي تہ سندس ديوان مان ئي ملي ٿي سگهي.

" همي رقصم همي رقصم همي رقصم برسوائي
همہ مردم هميگويند بوداين شخص سودائي "
(سرمست)

رسوائي جي حالت ۾ اچو هيئن پيو نچان، هيئن پيو نچان، هيئن پيو نچان. گرچ مونکي ساري خلق ٿي چوي تہ هي شخص سودائي آهي.

اهي سمورا ڪلام مير علي مراد خان ٽالپر جا مقرر ڪيل ڪاتب ويندا هوا لکندا. جڏهن فقير صاحب



هوش ۾ ايندو هيو، تڏهن اُهي منشي، جيڪڏهن ڪيڪي رهجي ويل لفظڪٽي کائونس پڇندا هوا تہ فقير صاحب ڪلام جي ڇوڙ جو صفا انڪاري ٿي ويندو هو. انهيءَ ڪري ڪيترين زير بالاين فقير صاحب جي فارسي توڙي سنڌي شعر ۾ رهجي ويون ٿيون ڏسجن. جيڪي منشي ممدوح مير صاحب خاص انهيءَ ڊيوٽي تي فقير صاحب جي خدمت ۾ ڇڏيا هوا، تنهنجا اهڙا نوٽ مرحوم مير محمد مراد خان ٽالپر مير علي مراد خان والي رياست جي پوٽي جي ڪاغذن ۾ موجود آهن. جي جڏهن اسان رياست خيرپور جي شاهزادن جا اتاليق (Tutor) مقرر ٿي ڪوٽ ڏيجي وچي رهيا هواسون، تڏهن اسان جي نظر مان نڪتا هوا. اهڙا موج مستي وارا ڪي عجائب غرائب شعر هن هيٺ پڙهندڙن جي پڙهڻ لاءِ درج ڪجن ٿا جي سچ پچ کلائيندڙ، حيرت ۾ وجهندڙ پڻ دلچسپي جهڙا آهن.

## اشعار

بوده خود هير او عشق بخود داشته
رانجهو شده آمده درجهنگ سياليان
باشد محمود او باز اياز اوشود
ايک بيان مي کند عشق ديا گاليان (ڳالهيون)
گاه گدامي شود گاه شود بادشاه
چند شمارم ما تهن ديان سوين چاليان
گاه بهانگ و صلوات گاه بود واعظي
گاه به طنبور خوش تار زند سارنگيان
گاه به مسجد حرام دور شود از حرام
گاه به ٽيا ٽيا کهه به ڏکڙ ڍولکيان
گاه شود شيعه صاف گاه بود او سني
گاه بنو شد شراب گهه شود از ڀنگيان
قاضي و مفتي کجا هر طرف خود خدا
کارهم او کند تهمت بر مليان
آپ سوري سريان خود بشمارد سبحه
خود که بخواند قران آپ پڙهي پوٿيان (وغيره)

---

اشعار (هن ڪلام جي ڇونيءَ وارو لفظ)



بي سمجهه خلق شايد اين ۽ سمجهندي ته هي طريقو ۽ هي ڪلام، خدا جي خلق کي گمراه ڪندڙ آهن. مگر انهن ماڻهن کي سچل سرمست جرئت سان يقين ٿو ڏئي، ته فقيرن ۽ رندن جون راهون گرچ ٻاهر لاءِ جهنگ مان نڪتل آهن، مگر حقيقت ۾ جهان جي رهنمائي هو پوري طرح ڪري رهيا آهن.

چي:- "بشاهي ميزنم نعره گدائي
گدائي نيست ليکن خود خدائي
بگمراهي نيفتاده‌يم هرگز
جهان را ميکنيم اين رهنمائي" (سرمست)

شاهي ساڻ مان گدائي نعرو ٿو هڻان
حقيقت ۾ گدائي ناهي مگر خود خدائي آهي
اسان گمراهي ۾ ڪڏهن ڪين آهيون
بلڪ اسان جهان جي رهنمائي ٿا ڪريون.

---

# سرمست جي سنڌي ۽ صرف نحو

عقل هن ڳالهه جو قائل آهي ته ٻولين جي ساڃهه کان اڳ، انسانن ۾ به هڪ ٻئي کي سمجهائڻ جو تدبير طريقو اهوئي هوندو، جهڙو اسين هنئر حيوانن ۾ پيا ڏسون.

هڪ ننڍي ٻار جي واتان بي معنيٰ عجيب غريب آواز نڪرڻ ۽ سندس ماتا جو اُهي سمجهي تعميل ڪرڻ، پڻ اسان جي اڳيان ابتدائي ٻولي جي بناوت جو هڪ عجيب مثال دليل سان پيش آهي.

اهي اشارا ۽ اوچتا آواز ڪثرت سان ڪم اچڻ بعد، معنيٰ جي محاوري ۾ داخل ٿيڻ لڳا. مگر جدا جدا ملڪن جون ٻوليون ثابت ٿيون ڪرين ته جدا جدا جوين، جاين ۽ ديسن جي انسانن جا اهي اوچتا آواز، جدا جدا لفظن جا روپ ڏاري، مختلف معنائن ۾ مروج ٿيندا



ويا آهن. انهيءَ مان صاف ظاهر آهي ته ڪا به اهڙي ٻولي نه آهي جنهن کي اڄ ڇٽي سگهجي. انهيءَ ڪانسواءِ جيئن جيئن وقت ويو آهي گذرندو، تيئن تيئن ٻولين جا تلفظ، معنائون ۽ محاورا وغيره انيڪ اسبابن سبب ويا آهن تبديل ٿيندا. هڪ ٻي ۾ گهرا گهرندا. انهيءَ جو خاص سبب اهو آهي، جو زماني جي رفتار سان گڏ زماني جي گفتار به، پنهنجا روپ ۽ رنگ ڦيرائيندي رهي ٿي.

اسان جي سنڌي ٻولي به مٿين قدرت جي قانون کان ٻاهر ڪين آهي. يعني جڏهن ڏيئي مان ڏيئي ٻرڻ واري نموني سان دنيا جون ابتدائي يا هلندڙ ٻوليون هڪ ٻي مان نڪتيون آهن ۽ پيون نڪرن، تڏهن اسان جي سنڌي ٻولي به ڪا مٿان ڪانه لٿي آهي. مٿاڇري معلومات مان معلوم ٿو ٿئي ته اسان جي سنڌي ٻولي گهڻو ڪري سنسڪرت، پراڪرت، عربي ۽ فارسي گلن جو هڪ گلدستو آهي. جهوني سنڌي ۾ عربي ۽ فارسي کان سنسڪرت ۽ پراڪرت جا پرڪار جهجها پيا معلوم ٿين. انهيءَ جي ثابتي

۽ هڪ ٻي ۾ (سٽ ٦)

لاءِ اسان وٽ هڪ متبرڪ ۽ معتبر ڪتاب
"شاهه جو رسالو" موجود آهي. اهوئي سبب
آهي جو شاهه جي رسالي جي سنڌي البت
هلندڙ وقت جي واقفيت کان وئي آهي ڪوهين
دور پوندي. جهڙڪري پڙهندڙ کي مطلب معلوم
ڪرڻ البت اوکو پيو نظر اچي. اهڙي حالت ۾
سنڌ ۾ شوق جو شعاع اجهاميو وڃي.

قدرت کي جا چيز روشن رکڻي آهي، ان
جا اسباب هوءَ معدو ڪين ٿي ڪري. تهڪري
اهو معرفت جو راز اوترو يا زماني جي مت ست
سبب ان کان به سير سرس، قدرت وري نئي
نموني ۾ سچل سرمست جي واتان ظاهر ڪرايو.
شاهه صاحب اجا اهي راز تي البت ڍڪي رکيا
آهن؛ مگر هن رندن جي رهبر سرمست ته تاني
مڇ جدا ڪري ڏيکاريا آهن. ٻوليءَ جي سلاست
سبب هلندڙ زماني جي رفتار به سرمست جي انهيءَ
گفتار مان نهايت سهنجائي سان پٽي سمجهه ۾
اچي. برهم ودّيا جي ڄاڻڻ وارن کي، يا شعر جي
شعور وارن کي، يا قدرت جي ثنا خوانن
کي، هن وقت ۾ جيترو سچل سرمست



جو ڪلام مزو ڏيندو يا ڪين سندس مضمون ۾
ميناج نظر ايندو، اوترو گذريل زماني جي
فقيرن ۽ شاعرن جي ڪلامن مان ڪين ايندن.
انهيءَ جو اهو سبب آهي جو هڪ ته سرمست جي
سنڌي هلندڙ وقت جي رواجي سنڌي آهي. ٻيو
ته سندس ڪلام سڀني جو سمجهه ۽ دليلن جو درياءُ
آهي؛ جنهن کي اڄوڪو دليل ۽ سبب جو زمانو
قبول ڪرڻ لاءِ تيار آهي.

سچل سرمست جي سنڌي ۾ جيڪڏهن عربي
۽ فارسي لفظ ڪثرت سان آهن به ڪٿي؛ ته به
اُهي آهن جيڪي عام طرح استعمال ۾ پيا اچن
۽ جنهن جي معنائن جي سمجهڻ ۾ ڪا به اٽڪ ڪانه
ٿي ٿئي. سرمست جي ڪلام جي سنڌي رڳو سرحرفي
سبب سهڻي نه آهي پر اصطلاحي ۽ روزمره واري
رواجي سنڌي آهي، تهنڪري مضمون جي
سمجهڻ ۾ سچ پچ مزو پيو اچي. ائين نه آهي ته
شاهه ڀٽائي جي زماني ۾ سنڌي ٻولي پراڪرت
ٻوليءَ سان ڀر هئي، تهنڪري شاهه صاحب ئي
سنسڪرت ۽ پراڪرت جو ٻار ڪو هيو. شاهه صاحب
کي ضرور انهيءَ مروج ديسي ٻوليءَ ۾ ڪلام چوڻو

هو. مگر مزو ته هي آهي جو سچل سرمست جي
وقت ۾ انهن ٻولين جو ڏؤر به ڏور ٿيندو ٿي
ويو، تڏهن به هن عاشق جهڙي سنسڪرت لفظ
پنهنجن بيتن ۾ ڪم آندا آهن، سي اهڙا عالمانه
لفظ آهن، جو مان نٿو ڀانيان ته ڪو اڳين شاعرن
مان ڪنهن به اسلامي شاعر، ايترا ۽ اهڙا نج
سنسڪرت لفظ پنهنجن ڪلامن ۾ ڪمايا آهن.

سچل سرمست جي سنڌي صرف نحو بنسبت
اسان هت بحث ڪرڻ نٿا گهرون ڇاڪاڻ ته
جيڪو صرف نحو اسان کي اهڙن ٻي خود شاعرن
جي شعر ۾ نظر اچي ٿو، سو سندن ظاهري علمي
لياقت جو نتيجو ڪين آهي، نه ڪي انهن کو
ڪي پاڻ سان اهي پورايون چاڙهي واڙهي پي
ڪيون آهن. مان نٿو ڀانيان ته ڪين خود ڪا
اها ٻيت هوندي ته هن نه هن قسم جو صرف نحو
اسان جي هن ڪلام ۾ موجود آهي، جو اسان
جي واڏن وهيو آهي. تهن ڪري اهڙن قدرتي
شاعرن جي ڪلام مان صرف نحو چونڊي پبلڪ
جي اڳيان پيش ڪرڻ، رڳو مصنف کي پنهنجي
معلومات ۽ علمي لياقت ڏيکارڻي آهي. انهيءَ



ڪانسواءِ ٻولي گرامر ڏانهن ڪانه ورتل آهي پر
گرامر ٻوليءَ تان ورتل آهي. تهن ڪري گرامر
عام خـاص ڪچي پڪي انسان جي ڪلام ۾
موجود آهي. تهن ڪري، رڳو پنهنجي لياقت ڏيکارڻ
واسطي اهڙي تحرير لاءِ اسان جي منقار قلم
معذور آهي.

---

## ديدار سرمست

سرمست سائينءَ جي سيرت جو ته سندس ڪلام ئي شاهد آهي. باقي رهي سندس صورت، ان لاءِ ڪيترا اهڙا ماڻهو ملي سگهن ٿا، جنهجا بيان هن بره جي باز بنسبت رڳو هڪڙي پيڙهي وچان گذرڻ سبب، بلڪل صحيح سالم ۽ سچا آهن. مرحوم سخي سلطان قبول محمد صاحب گادي نشين درازشريف جو چوڻ هيو ته سچل سائينءَ جا هٿ ۽ پير اهڙا هوا جهڙا اسان جا. سخي صاحب جا هٿ ۽ پير تمام ننڍڙا ۽ نفيس ۽ نرم هوا. سرمست سائينءَ جي ڏاڙهي سونهاري سفيد ۽ ڀريل ڀراءَ سان هوئي. ڏاڙهي مبارڪ جا وار نهايت نرم ۽ لهري دار هوا. مٿي مبارڪ جا وار البت وڏيرا هوا، جنهجو هو مٿي جي وچ تي چوٽو ٻڌي ڇڏيندو هو. پهنجي سيرب گهڻو ڪري فقير صاحب پاڻ وٺندو هو. سندس گهرو خانگي نوڪر بصر شيدي ذالي، جو درازن ۾ اٽڪل ١٠٠ ورهه



جو ٿي مئو آهي، ان مان سچل سرمست ۽ سندس سچڙي طالب (چيلي) نانڪ يوسف جي شبيه مبارڪ ۽ رهڻي ڪهڻي اسان کي ڏيکين ريت معلوم ٿي آهي.

ڇي :- سچل سائينءَ شام رنگ هيو. پير ۽ هٿ بلڪل نازڪ ۽ ننڍڙا هيس. قد جو درميانو مگر موڪرو مڙس هو. اکيون مرڪ يعني مرڻ جهڙيون هيس (اها ڏاتي ته اڄ ڏائين ۾ سندس خاندان جي ننڍي وڏي جي اک ڏئي رهي آهي) تصوير مبارڪ هميشه اداس ۽ نماڻي، جڻڪ هميشه ڪنهن ڳالهه جي ڳولا ۾ محو آهي. گهڻو ڪري ڏٿ تي گذاريندو هيو. دال ۽ ڏڏ سان کهٽي پلي هيس. پهنجي هٿ سان يا حڪم سان ڪڏهن به ڪو جانور يا پکي نه ڪهائين، نه کارايائين.

جيڪڏهن تيار تيل تيوڻ ڪٽي اڳيانس آڻبو هيو ته ڪڏهن ڪڏهن گره ٻوڙيندو هيو. مٿي تي گهڻو ڪري سبز رنگ جي فقيراڻي ڏاج جا ڪلاهه وانگر اُڀي ٽيندي آهي، رکندو هيو. جڏهن گادي ڏڻي جي حڪم سان ٻاهر ميرن يا پيرن ڏانهن برادري ٻڙي جو پير ڏيڻ ويندو هو

تڏهن انهيءَ تاج جي چوڌاري موڳي رنگ واري خلافت جي دستار جا پنهنجي مرشد کان مليل هيس، ٻڌي ويندو هو. فقير صاحب جي پوشاڪ بلڪل سادي ٿا چون. هيٺ تي سفيد نيري سٿڻ هوندي هيس. ڪڏهن موڳي ڪڏهن سفيد ڍڳهو چولو بت تي هوندو هيو. سياري جو مٿان ٿر جو ڪارو ڪوسو (ڏوڙو) اوڙيندو هو. جتي اڳين وقت جي سنڌي نمونو ڇهنب دار اُچي ڪڙي سان پائيندو هو. سمهندو سدائي ڪاٺ جي صندل تي هيو. سندس وڄائڻ جو پيارو ساز يڪ سرندو هيو جو هميشه ساڻ هوندو هيس. ڪڏهن سان گڏ گهڻو ڪين کائيندو هو. ڪشتي (ڪشڪول) ۾ کائڻ پيئڻ گهڻو پسند ڪندو هيو. بلڪ پنهنجي جاگير جي پيٽي ۾ ٽوپين ۽ ٻڪين جي بدران ڪشتين ۽ ڪشڪولن سان ڪندو هيو. انهيءَ تي هيڪر سندس طالب مير علي مراد والي رياست کيس روبرو عرض ڪيو ته "قبله" انگريز سرڪار هو ملڪ لاڙڪاڻي کان جاگير سان دنگيءَ آهي. تهن ڪري اتان جا ڪامورا ڪڙاهي ڪشتين ۽ ڪشڪولن جي



بتيءَ جو طريقو ڏسي ڇا چوندا. مير صاحب جو ايترو چوڻ ۽ فقير صاحب جو جذبي ۾ اچڻ.

بيت

چي:- شوخي ڪا ڇهرا مت دکا خلق خدا ملڪ خدا
سودا خوشي تيري رضا خلق خدا ملڪ خدا

مرحوم مير محمد مراد خان ٽالپر (ڪوٽ ڏيجي) کان روايت آهي ته فقير صاحب گهڻو ڪري گنبير ڏاڻي ۾ گذاريندو هو. ساري حياتي ۾ ٻه ٽي دفعه مس ٽهڪ ڏئي کهن کلندو ڏٺو هوندس. فقير سائين جي اک سدا آلي هوندي هئي. گويا سورن جو سمنڊ سدائي سيني سمايل هيس. "بي درد نامرد" سندس مشهور مقولو هو. پنهنجي فارسي ديوان ۾ به درد جهڙي نعمت، درد جهڙي امانت، ٻي ڪانه اڃاري اٿس. سندس ننڊ جو وقت منجهند جو گهڙي ساعت هيو، باقي رات جو سو ٿيو پلو. فقير صاحب جي ڪلام جي سٽ سٽ مان پڙهندڙن کي معلوم ٿيندو ته فقير صاحب وٽ هندو مسلمانڪي هئي ڪانه. ٻهڪيڻ اڳيان ٻئي ساڳي صورت هوا. مشهور ڳالهه آهي ته هڪ لڳا کن شخص اچي

فقير صاحب کي مبارڪ ڏني. فقير صاحب خير مبارڪ ڇني، ڪانئن پڇيو، ته "ابا" ڇا جي مبارڪ ٿا ڏيو. انهن مان ڪنهن عرض ڪيو ته "سائين" ڪهڙن جي شهر ۾ اڄ هڪ واڻيو مسلمان ٿيو آهي. فقير صاحب مشڪي چيو ته ابا خوشي جي ڳالهه تڏهن ٿئي ها، جڏهن ڪو ملان مسلمان ٿئي ها. واڻيو ويچارو مسلمان ٿيو ته ڪهڙي وڏي ڳالهه ٿي.

فقير صاحب جي روزاني اٿ ويهه گهڻو ڪري پنهنجن فقيرن سان هوندي هئي. ڏينهن جو گهڻو حصو آواز ڪلام جي پڙهڻ ۾ گذريندو هيس. پنهنجي مرشد پير عبدالحق جي خدمت ۾ گهڻو ڪري پهره جو گهڙي ٻه گهڙيون وڃي گهاريندو هيو ۽ صحبت ڪندو هيو. جڏهن ستگر جي دربار ۾ ايندو هيو ته پريان هٿ ٻڌي اکيون هيٺ ڪيو بيٺو هوندو هيو. جڏهن پير صاحب حڪم ڪندو هيس ته گلم تي ادب سان ويهي رهندو هيو. دربار ۾ ويهڻ جو طريقو نماز وانگر گوڏا کوڙي ويهڻ جو هوندو هيس. باقي پنهنجي آستان تي سو گهڻو ڪري گوڏا اڀا



ڪري مونن ۾ مونڍ وجهيو ويٺو هوندو هو. فقير صاحب جي عادت هوندي هئي، جو اڱين اڱين ڏينهن يعني هر جمع تي پنهنجن عزيزن قريبن جي درن تي وڃي، ڪانئن خير عافيت پڇندو هو ۽ دعا ڪري ايندو هو. نذر نياز يعني ارداس وغيره ڪان وٺڻ وڃندو هو. انهيءَ ڳالهه تي نهايت ناراض ٿيندو هو. پاڻ مسافري تي ڪڏهن ڪين نڪرندو هيو، جيستائين ڪو اچي دعوت نه ڏيندو هيس. تهن هوندي به ڏينهن جا ڏينهن رڳو "نا نا" پئي واتان نڪرندي هئي، باقي هلڻ جي هام ڪين واريندو هو. جڏهن ڪو ويهي ڪجهه وقت محبت جون مرليون وڄائي، تڏهن هي دادلو دولهه دعوت قبولي پاهر نڪري. هي جنسي ڪوڙ، بهتان بلڪ افترا آهي ته سچل سرمست جي محفل ۾ هر جا شراب جو جام جاري رهندو هو. انهيءَ باري ۾ اسان سندس فارسي ديوان جي تصديق سان مٿي قطعي فيصلو ڄاڻائي آيا آهيون. شراب ته ڇڏيو پر فقير صاحب کي ڪنهن به نشي جي عادت ڪا نه هئي. بصر شيدي ڪان روايت

آهي ته نانڪ يوسف چوندو هو ته اسان مرشد هادي جي اڳيان ڪڏهن به حقو ڪونه ڇڪيو. سچل سائين جو سفر سنڌ کان ٻاهر گهٽو ڪري ثابت نٿو ٿئي. سچل سرمست جا گادي نشين شريعت جا پورا پورا پابند هوا. پر جهن صورت ۾ سچل سرمست کي گادي جي پابندي ڪانه هوئي يعني هو گادي ڏٺي نه هيو، انهيءَ صورت ۾ ڪيس شريعت بلڪ دين مذهب جي ڪهن منزل تي پابندي ڪانه رهي آهي. سچل سرمست اگرچ هيو مورائي صاحب جي وڏي فرزند صلاح الدين صاحب جو فرزند، پر پڳ آيل هوئي ننڍي پٽ پير عبدالحق صاحب تي، جا حقيقت اڳي آيل آهي. تهن ڪري سچل سائين پهنجي چاچي پير عبدالحق صاحب کان فيضياب ٿي گادي جو خليفو ٿي رهيو آهي. انهيءَ ڪري ڪيس خليفو سچل ڪري ڪوٺيندا هوا. جيڪڏهن سچل سائين گادي ڏٺي تي پوي ها ته شايد:-

"درزير بار منت دستار کرده مارا"

(اسان کي پڳ، اي محتاجي جي بار هيٺ آندو)



وارو قاعدو هن سان به ضرور لاڳو ٿئي ها. پوءِ سچ پچ سچل اهو آزاد سچل هوند ڪين سڏجي ها. پر حافظ شيرازي جي چواڻي:-

"در کوئي نيڪ نامي مارا گذر نه دادند
گرتو نمي پسندي تغير کن قضا را"

نيڪ نامي واري گليءَ مان اسان کي لنگهڻ ڪونه ڏناؤن. جيڪڏهن توکي اها ڳالهه نٿي وڻي ته مهنجي قضا کي ڦيراءِ.

انهيءَ جو فيصلو به سچل سرمست پهنجي ڪلام ۾ اڳئي ڪري ويو آهي.

جي:- "ڪم نه عاشق سو ڪرين جهنهر تهنجي تعريف تي
ڪن ملامت سر متي مرڌيه تو طعنا ڏئي"

مطلب ته سرمست جي رهڻي ڪهڻي زماني کان بلڪل الڳ ۽ نرالي هئي. گهٽي گوڙ سان ته پٽي ڪانه هيس.

جي:- "جهي ماڻهون مڙ - آءُ نه نه ناهيان
مي سڏيا يان - پڻيءَ شاهه حلاج جي"

---

سسي (ست ١٧ آخران)

پر پهنجن فقيرن جي ڪچهري ۾ سو ويهندي
ٻار ٻار پيو ڏيندو هيو. هيٺيان فقير سندس
همصحبتي ۽ سندس درٻار جا ڏر ۽ لاثاني لعل هوا.

١. فقير نانڪ يوسف ڳوٺ اڳڙا (رياست خيرپور)
٢. فقير محمد يعقوب (جهن تي فقير صاحب جو ڪجهه وقت نظار رهيو آهي)
٣. فقير قادر بخش (بيدل) (روهڙي)
٤. فقير مير علي مراد ٽالپر (والي رياست خيرپور)
٥. فقير محمد صالح (لاڙڪاڻو)
٦. فقير غلام حيدر شر (رياست خيرپور)
٧. فقير شادي خان { جو هيلڙ شادي شهيد جي نالي سان رياست ۾ مشهور آهي
٨. فقير چنيهه (ڪهڙا) وغيره

انهن فقيرن جون درگاهون مٿين ڏيکاريل
جاين تي اجا تائين جاري آهن. انهن جو فيض
گويا سچل سرمست جو فيض آهي. گويا سرمست
ساءِ هڪ فيض جو درياءَ هيو، جنهن مان اهي
واهڙ ۽ واهه ويڪي نڪتا آهن. انهن درگاهن
جي مريدن جو سچل سرمست پير مغان آهي.
ڪهڙن جي مشهور مخدوم مرحوم الله بخش صاحب



جي همشيره صاحبه کان روايت آهي ته جڏهن
چنيهه فقير وارا اچڻ درازن جي محبت ۾
مست ڏيندا ويا، تڏهن ڪهڙن جي مخدومن کي
(جي شريعت جا صاحب هوا) البت انهيءَ ڳالهه
تي منيان لڳي ۽ ڪن جي عليا سچل فقير کي
تعذير ۽ تنبيهه ڏيڻ لاءِ. درازن ۾ ايندي ئي
فقير صاحب کي حڪم ڏنائون ته يڪدم پهنجا
اهي ڳائڻ وڄائڻ وارا ساز سروده ڪٺي ڪٽي پورا ئي
ڇڏ. فقير صاحب يڪدم حڪم جي تعميل ڪئي.
انڪاري حالت نه ڏسي وڃي وٺڻ لاءِ وري
حڪم ڪيائون ته مسجد جي منبر تي چڙهي
بانگ ڏيو، جو نماز جو وقت آهي. فقير صاحب
يڪدم حڪم جي تعميل لاءِ منبر تي چڙهي، بانگ
ڏيڻ شروع ڪئي. فقير صاحب جي واتان
"الله اڪبر" جو آواز نڪرڻ ۽ ڪٺ
مان سازن ۽ سرودن جو سرائڻ. فقير
صاحب رڙ ڪري چيو ته مخدوم صاحب انهن
ڪمبخت سازن کي ته بس ڪرايو، جو مهنجي
بانگ کي خراب ڪرن. فقير صاحب منبر تي
ئي رهيو ته مخدومن ويچارن هيءَ حالت ڏسي
اتان ئي پيرن تي ڏني.

مهنجو مطلب اهڙن اشارن ڏيڻ جو اهو نه آهي ته ڪو سچل سرمست جهڙي مرد جي حياتي تي رڳو اهي ڪرشما روشني وجهن ٿا. مگر انهن جي ڏيکارڻ جو مطلب رڳو اهو آهي، ته هن عاشق وقت ناوقت ڪيئن اهڙن اڻ ڏٺن ڪان پي پنهنجي جان آجي ڪرائي آهي؛ جن هن محبتي مئير مرد جي طرز معاشرت طرف ڪڏهن ڌيان نه ٿي ڏنو. پر جڏهن انهيءَ نموني سان پي ڪا ڪپات جي لڳن، تڏهن پي هوش جاءِ آين. فقير صاحب کان جڏهن به ڪو سندس عمر بابت پڇا ڪندو هيو، تڏهن پاڻ چوندو هيو ته اسان جي عمر ١٠٥ ورهه آهي پر ١٥ سال اڳوات سرڪار جي سلامتي ويندا سون. ٿيو به ائين. چاڪاڻ ته سندس وصال ٩٠ سال ۾ ٿيو. سندس فوتي جو سال ١٨٢٩ع آهي. پنهنجن ڪلامن ۾ وقت بوقت پنهنجي عمر به ڏيکاريندو ويو آهي. جيئن ته ديوان آشڪار ۾ ٿو چوي:-

> گذشته عمر ما هفتاد و يکسال
> ولي از غمزهٔ عشقش نوجوانم (سرمست)

مهنجي عمر ٧١ سال گذري چڪي آهي تڏهن به محبوب جي عشق جي غمزي سبب مان نوجوان آهيان.



* رمضان جي مهيني جي ١٠ تاريخ فقير صاحب او چتو پنهنجي ڪوٺڙي کان ٻاهر اچڻ وڃڻ بند ڪيو ۽ ظاهر ڪيائون ته اسان ڪي سرڪار جي جي سلامتي وڃڻ جي تياري ڪرڻي آهي. رڳو محمد يعقوب فقير ۽ فقير يوسف کي پنهنجي خدمت جو حڪم ڏنائون. مگر فقيرن جون چوڪيون ڏم ڏام سان جاءِ جي ٻاهران جاري رهيون. نانڪ يوسف کان روايت آهي ته انهيءَ وچ فقير صاحب جي ڪوٺڙي مان سرندي جو آواز به ٻڌندا هواسون ۽ ڪڏهن ڪڏهن رقص يعني ناچ جو آواز به ايندو هيو. آخر ١٣ تاريخ رمضان جي شام جو يعني ١٤ جي تاريخ رات جو فقير صاحب هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪيو. لاڏاڻي ڪرڻ کان ڪلاڪ اڳ ۾ فقير صاحب محمد يعقوب فقير کي ياد ڪيو پر محمد يعقوب ان وقت شهر ڏانهن ڪنهن ڪم سان ويو هيو. يوسف فقير جو در تي حاضر هيو تنهن عرض ڪيو ته قربان وڃان يعقوب ته ڪونهي،

---

* رمضان جو اهو مهينو آهي جنهن ۾ مسلمان روزا رکندا آهن.

سندس پٽ يوسف حاضر آهي. انهيءَ جو اهو مطلب نه هو ته ڪو يوسف فقير، يعقوب فقير جو سچ پچ پٽ هيو. مگر يوسف فقير مرشد اڳيان هڪ نياز جو طريقو اختيار ڪري، حضرت يعقوب پيغمبر ۽ *حضرت يوسف پٽس جو دانائي سان مثال پيش ڪيو. سچل فقير، يوسف جا اهي لفظ ٻڌي هيڪر ماٺ ۾ اچي ويو. ويرم نه گذري ته وري ساڳيو سڏ ڪيائين. تهن تي يوسف فقير وري ساڳيا مٿيان لفظ ڪم آندا. ٽين دفع بعد سرمست سچل جي واتان اوچتا اهي لفظ نڪري ويا ته سچل کهڙائي يعقوب کي ڏي، ڀر جي خدا ٻه يعقوب کي ڏيا ري. "اي يوسف" يوسف ته اڳيئي آهين، اچ ته ڪنعاني ڪري ڇڏيان ۽. يوسف ٻوڙي ڪوٺي ۾ وڃي هٿ ٻڌي بيٺو. جا مهرباني مٿس ٿيڻي هوئي سا ٿي

* حضرت يوسف پيغمبر، حضرت يعقوب پيغمبر جو فرزند هو جنهن کي بي بي زليخا مصر ۾ خريد ڪري ساڻس نڪاح ڪيو هو. يوسف زليخا جو قصو مشهور آهي. سنڌي فارسي ۽ سرائڪي ٻولين ۾ لکيل آهي. هي يوسف ڪنعاني نالي سان به ڪوٺيو ويندو آهي.



چڪي. گويا سچل سرمست پنهنجي امانت (خيالي طاقت) يوسف فقير کي سونپي ويو، جو پنهنجي سڪر سچل بعد درازن جي ٽڪري ۾ هڪ نهايت نالي وارو فقير ٿي گذريو آهي.

## سچل سرمست جي تصنيفات

ديوان آشڪار – هي فارسي شعر جو هڪ عجيب خزانو آهي.

رسالو سچل سرمست – هن ۾ سنڌي ۽ سرائڪي جون ڪافيون ۽ سرحرفيون آهن.

رسالو سچل سرمست (ٻيو ڀاڱو) هن ۾ سنڌي بيت ۽ سرحرفيون آهن.

راز نامو – هيءَ فارسي شعر جي صورت ۾ آهي، جنهن ۾ معرفت جون عجيب ڀيرو ليون پيوند آهن.

رهبر نامو – هيءَ به فارسي شعر ۾ آهي. هن ۾ مريدن ۽ چيلن لاءِ تلقين يعني گيان ڏنل آهي.

قتل نامو ۽ گداز نامو – هنن ۾ عشق ۽ درد جا خاص احوال درج آهن.

تار نامو – هن ۾ لوه جي تار جي اصليت کي فقير صاحب شعر ۾ ڪٿي ڪنيو آهي، جا ڀاڻ ڀالهائيندي

تي چڙهي، ته مان ڪيئن زمين ۾ پوريل هيس، اتان ڪيئن کوٽي ويس، وري ڪيئن لوهر جي هٿ چڙهيس ۽ باھ ۾ سڙي ڪٽجي سٽجي تڪليفون سهي، تار جي صورت ۾ آيس ۽ وري ڪيئن ساز تي چڙهي "حق حق هو" وارا ٻول پئي ٻوليان. مطلب ته انهيءَ ڪتاب ۾ فقير صاحب هڪ عجيب پيرائي ۾ معرفت جي مام هڪ تار جي تعريف جي ذريعي تنواري آهي.

انهيءَ ڪانسواءِ فارسي ۾ ڪيتريون رباعيون وغيره فقير صاحب جون جدا چيل آهن. مير صاحبن وٽ، جيڪو سنڌي ۽ سرائڪي بيتن جو ذخيرو موجود آهي سو هزارن جي تعداد ۾ آهي. جن مان ڪيترا بيت اسان صاف ڪري هن ڪتاب "سچل سرمست" ۾ درج ڪيا آهن.



# ( باب ٽيون )
# راڳ

## تفصيل



## راڳ

عشق جي قانون موجب عاشق غريب کي ڪڏهن وصال نصيب آهي ته ڪڏهن وڇوڙو. وصال واري وقت ۾ ته عاشق پنهنجي پريت ۽ پريم جا پيغام، پنهنجي پريتم اڳيان پاڻ ئي پيش ڪري ٿو سگهي. ۾ وڇوڙي جي ويل، جو هو ماهي بي آب وانگر پيو ٿو لڇي ۽ ڦٿڪي، ان وقت هنجو هيڏو حال، هنجي درد جون دانهون ۽ دل جا جذبا، جانب جي جوءِ تائين يا قريب جي ڪن ڪير وجي وجهي.

"وڃي ڪو يار مهنجي کي مهنجو هي حال پهچائي
آهي اهڙي ڪا ساهيڙي پرين مهنجو ڏي پرچائي"
(ڪوجهي درازي)

سدا سدورو ڪا ڪل، قربدار ڪبوتر ۽ طرز باز طوطل ته گهٽوني دلگير عاشق کي دلڙيرون پيا آڻي ڏين ۽ سندس سور پنهنجي

ٻاتيءَ ٻولي ۽ وچي سندس سهڻل کي پيا سلين،
پر حيواني ۽ انساني پيغام رسائيءَ ۾ زمين آسمان
جيڏو فرق آهي. تنهنڪري پنهنجي نونهال، نازڪ
خيال محبوب کي راضي ڪرڻ لاءِ ويچارو
عاشق، جو پنهنجي اندر جا امنگ، نظم جي نفاست
۽ نزاڪت واري سهڻي سٽ ۾ ٿو رات ڏينهن
پيوند پيوند ڪري، تنهن جي من جو مطلب اهو
آهي ته اهي عاجزي واريون عريضيون ۽ سورن
جا سنيها، ڪنهن سمجهدار قاصد هٿ ٿو ڏانهن
موڪليان، ته هو مهنجون اهي لطيف لطف
ڀريون ٽيون ۽ نازڪ نياپا اهڙيءَ طرح وڃي
پرير کي پهچائي، جو سهڻي سچڻ جي ساه کي
سيبائين ۽ سندس پٿر دل کي پاڻي ڪري ڇڏين.

اهڙي نظمي نياپي کي باقاعده برسائڻ مان
شعر جي صورت ٺهجيو پوي. هاڻي اهڙي ٻر جو
پيغام، جو هڪ شاعر عاشق جي جگر جو خون
چٽجي ٻه ٿهي، يا سندس جليل دماغ جو دونهون
چٽجي ٻه ناجائز ناهي، جيڪڏهن ڪٽي ڪهن اناڙي
انسان جي حوالي ڪجي، ته ڇٿو ته انهيءَ پيغام
جو هو ڪهڙو حشر ڪندو. سچ پڇو ته رڻن ڪي



پرچائڻ ٻڌران، اهڙو احمق ۽ ڪم فهم قاصد،
ٻر تل پرين ٻه هوند رسائي ڇڏي. اهڙي نازڪ
نياپي جو پهچائيندڙ ٻه ته ڪو هاڻڪ، حريف ۽
ڪامل قاصد هوڻ کهرجي. ڪهن جي چواڻي ته
”نياپو ته لهي لکه - پر پهچائيندڙ جو آهي قير“.

اهڙي پيغام ٻر ۾ جيڪڏهن راڳ جون جملي
خوبيون موجود آهن، ته نه رڳو اهڙي شاعر ۽
عاشق جو مجاز محبوب ۽ مخلوق اڳيان
قبوليت هيٺ ٿو اچي، پر اهڙن ترانن کي
راڳ جي ترازو ۾ توري تڪي تنوارڻ ڪري،
انهن جو تيز تاثير خود قدرت کي جنبش ۾ آڻي،
اهڙي شاعر ۽ عاشق تي حقيقت جا حال ۽ معرفت
جا راز کوليو وجهي.

جيڪڏهن نظم جي نفاست ۽ شعر جي شعاعن
۾ ايترو تاثير ڪين هجي ها، ته حق جي طرفان
جيڪي ٻه آسماني ڪتاب لٿا آهن، يا رشين
منين جيڪي ٻه پنهنجا پيغام هن دنيا جي پردي
تي ڇڏيا آهن، سي نظم يا شعر ۾ ڇو هجن ها.
ڪهن ٻه ڳالهه جو قدرت کان وڏيڪ ڪو چاڙو

ڪونہ آهي. حضرت محمد مصطفيٰ (صلعم) جو قول آهي تہ:-

"لِلّٰہِ کُنُوزٌ تَحتَ الْعَرشِ مَفَاتِیحُھَا اَلسِنَۃُ الشُّعَرَاء"

خدا کي عرش هيٺ خزانا آهن، جن جون ڪنجيون شاعرن جون زبانون آهن.

مٿين حديث شريف ۾ عرش جو لفظ انسان جي دماغ لاءِ آيل آهي. جنهن ۾ جيڪو الاهي علم جو خزانو موجود آهي، ان جي ظاهر ڪرڻ جو اوزار زبان آهي؛ جنهن کي مٿين حديث ۾ ڪنجي جي تشبيهہ ڏني وئي آهي. انسان جي دماغ ۾ جو علمي خزانو آهي، اهو واقع زبان جي ذريعي ئي ظاهر پيو ٿئي. اهو اشارو جو خاص شاعرن جي زبان طرف ڏنو ويو آهي، ان جو مطلب آهي، تہ اهو عام علم نہ آهي پر اهو، اهو اونهو علم آهي، جنهن جي پروڙ شاعرن کان سواءِ عام ماڻهن کي پئجي نٿي سگهي.

هاڻي جڏهن نظم ۽ شعر جي عام قبوليت ثابت ٿي چڪي، تڏهن ان جي دورائڻ واسطي



۾ اهڙي برڪت پري، سهڻي سريلي، ۽ دلڪش زبان جي ضرورت آهي. اها آهي راڳ وديا جي جادو ڀري؛ جا اهي پاڪ ۽ پريمي پيغام عاشقن جا معشوقن کي، معشوقن جا عاشقن کي، خالق جا خلق کي ۽ خلق جا خالق کي نهايت نفيس نموني ۾ پهچائي سگهي ٿي. راڳ ۾ اهو تاثير ڇو آهي ۽ ان جي پيدائش ۽ اصليت ڪهڙي آهي، ان بنسبت اسان اهڙو ذڪر هن ڪتاب ۾ اڳي آڻي چڪا آهيون، تہ مطلق جمال جنهن کي برهم (حق) چئجي، ان ۾ ٽي چيزون ازلي ابدي موجود هيون، آهن ۽ رهنديون.

١- جمال ٢- آواز ٣- تاثير (ڏسو صفحو ٢٨)

"حسن ۽ جمال" جو تہ اها مطلق هستي مطلق مرڪز آهي. "آواز" سندس خيال جي جنبش جو نتيجو آهي ۽ انهيءَ مطلق هستيءَ ۾ جو "تاثير" آهي، ان کي چئجي ٿو ڪشش ازلي يعني "عشق". مطلق هستي جي انهن ٽنهي مٿين ڄاڻايل خصوصتن کي هٿ حسن، راڳ ۽ عشق جي نالي سان ياد ڪيو وڃي ٿو. حسن، راڳ ۽ عشق جي پاڻ ۾ اهڙي تہ ازلي ابدي ڏڪ وجودي آهي، جو هٿ

۾ هو پاڻ ۾ جدا ٿي نٿا سگهن. هو گويا هڪ ٻئي منجهان آهن، هڪ ٻه آهن، بلڪ هڪ آهن. جتي حسن آهي، اتي عشق جو هئڻ لازمي آهي؛ پر راڳ، جا انهن جي ريجهه ۽ رهاڻ آهي، ان ري ڇو ته ٿي سوڻهن سهي ٿا؟

حقيقت ۾ انهن ٽنهي چيزن جي جڙجي جي چرچ تي سنسار جو سارو چڪر چالو آهي.

هت اسان جو مطلب خاص انهيءَ ازلي ابدلي آواز سان آهي، جو انهيءَ مطلق هستيءَ جي جنبش مان نڪتو آهي ۽ هتي جدا جدا روپ ڌاري، راڳ جي مختلف نمونن ۾ نروار ٿيندو رهيو آهي. هن ٻولا اندر انسانن، حيوانن، پکين يا ونسپتن وغيره مان جيڪي به قسمين قسمين آلاپ ۽ آواز پيدا ٿين ٿا، سي سڀ حقيقت ۾ راڳ جي جدا جدا روپن ۾ داخل آهن. اهوئي سبب آهي جو، ڇا انسان، ڇا حيوان، ڇا پکي پکڻ ۽ ونسپتي، سڀئي راڳ تي اڪن ڇڪن آهن.

عجب ته هي آهي، جو اهو راڳ آهي، جو ذي روح يا غير ذي روح چيزن جي طبعي عادت ۾ بدلايو ڇڏي. جهڙي طرح ناڳ جي



هي جيڪڏهن پابندي ڪئي وڃي ته انهي سهڻن سرن جي سرائط لاءِ اسلام ۾ ڪا خاص طرح بندش ڪانه ڪئي آهي. سنهي سمجهه سان ڏسجي پيو ته اهي شرط بيشڪ حقي واجبي آهن. مثلا - راڳ جا لفظ شهواني (ڪامي) نموني جا نه هجن، جن جي ٻڌڻ سان نفسانيت جي وڌڻ ۽ آتمڪ ٻل جي گهٽجڻ جو امڪان هجي. پر جيڪڏهن اهڙا نه ٻڌڻ هجي، ڏڏهن به ڪهڙي به راڳ ٻڌڻ وقت راڳيندڙ جي سهڻي صورت ڏسي يا هنجو موهيندڙ آواز ٻڌي، ٻڌڻ واري جي دل ۾ نفساني يا شهواني خيال اچڻ نه گهرجن؛ نه ته هو پڻ جي بدران پاپ ۾ داخل آهي. چاڪاڻ ته راڳ جي چوڻ ۽ ٻڌڻ جو مقصد اهو آهي ته انسان جي دل سنسار جي سڀني سنسن کان بند رهي، رب جي طرف رجوع ٿي. اهڙي صورت ۾ اسلام راڳ کي هرگز حرام يا ناجائز نٿو ڪري ۽ نڪي اهڙو ٻڌندڙ يا چوندڙ ڪو گنهگار ٿئي ٿو. اسلام اهو راڳ حرام ڪري ٿو، جهن ۾ خدا جي پيارن ۽ نيڪ انسانن جي گلا ۽ غيبت هجي. حضرت محمد مصطفيٰ (صلعم)

جي زماني ۾ ڪافر (خدا جا منڪر) شعر ۾ حضرت جن جي توهين (ڪلا) تيار ڪري، راڳ جي ذريع ظاهر ڪندا وتندا هوا. انهيءَ تي قرآن شريف ۾ "الشعرا" جي صورت نازل ٿي. جنهن جو مطلب ٻڌائي آهي ته شعر، جو راڳ جو بنياد آهي، ان کي بدئي جي لفظن سان ياد ڪيو ڪريو. نيڪ خيالن واري شعر جي ڪٿي به منع ڪانهي. تڏهن پوءِ اهڙن شعرن کي راڳ جي صورت ۾ آڻڻ جي منع وري ڪيئن هوندي.

اسلام وارن جي ڪتا آهي ته، هي روح خود فرشتن جي راڳ ڳائڻ سان هن انساني ديهي ۾ داخل ٿيو آهي. انهيءَ ڪانسواءِ اسلام جيڪڏهن راڳ حرام يا ناجائز ڪري ها ته قرائت سان، جنهن جي معنيٰ آهي خوش الحاني يا سر، نماز يا قرآن شريف پڙهڻ جو جائز ڪي ها. مسلمانن کي هي خاص حڪم آهي ته نماز ۽ قرآن شريف جيترو مٺي سر ۽ وڻندڙ آلاپ سان پڙهيا ويندا اوترو پڙهندڙ کي ثواب ملندو.

ڪري دفع شيخ سعدي صاحب ڪهن مسلمان



کي اڻ وڻندڙ آواز سان قرآن شريف پڙهندي ڏٺو. تهن تي ٿو ويچهو وجي چويس.

"اگر قرآن بدين نمت خواني
ببري رونق مسلماني"

جيڪڏهن انهيءَ نموني تو قرآن شريف پڙهيو ته گويا مسلماني جي رونق جو خاتمو ڪئي.

قرآن شريف خود سارو نظم آهي. نظم ۽ شعر جو سر ڪانسواءِ پڙهڻ بي سود آهي.

جيڪڏهن راڳ اسلام ۾ قطع حرام يا ناجائز هجي ها ته چشتي طريقو، جنهن ۾ رڳو راڳ کي ئي محبوب سان ملڻ جو ذريع ثابت ڪيو اٿن، اسلام جو جز ڪيئن ڪوٺائي ها ۽ اسلام ان کي پهنجي دائري اندر ڪيئن داخل ڪري ها. ڪهن به اسلام جي نيڪ عالم کي چشتي طريقي جي حقيقي رهبرن جي شڪايت ڪندي ڪين ڏٺم. هندستان ۾ انهيءَ سلسلي جو پير طريقت (طريقي جو وڏو) خواجه **معين الدين** چشتي آهي، جنهن جي مزار شريف اجمير ۾ آهي.

راڳ جي لفظ جي جا اصل معنيٰ آهي "جذبهء دل،"
انجو اثر جيڪڏهن ڏسڻو هجي ته انهيءَ اجمير
واري چشتي دربار ۾ ڏسجي، جتي ڪيئي
عالم، ڪيئي مولوي، ڪيئي پنڊت راڳ جي
رڳو پڙلاءُ پسڻ سان حال کان بي حال ٿيو وڃن.
اهو انسان نه هوندو جنهن جي اکين مان آب
جاري نه هوندو. مطلب ته جهڙي راڳ جي معنيٰ
"دل جو جذبو آهي" اهڙوئي منجهس تاثير آهي.

صوفي طريقي ۾ راڳ جي رچنا پڻ چشتي
طريقي جي دوارا ٿي آهي. سچل سرمست
۾ به اهو صوفيانو رنگ چشتي طريقي جي ذريعي
ظاهر ٿيو آهي. نه ته سنڌ ۾ وڏا ظاهر باطن
متشرع ۽ قادري طريقي جا پابند ٿي گذريا آهن.

صوفيانه راڳ جو جسم بلڪل سادي ۽ سادي
لباس ۾ ملبوس آهي. جنهن مان حقيقت جي
حال محرمن کي ته ڇڏيو پر عام خلق به ڪام
جو مزو يا نفسانيت جو حظ حاصل ڪري نٿي
سگهي. انهيءَ صوفيانه سادي راڳ ۾ اهڙو ته ڪو
اثر آهي، جو انجي ٻڌڻ سان انسان جو خيال
ئي ٿهر پنهنجي اصليت طرف ڇڪجو وڃي ٿو



عادت آهي ڏنگڻ. مگر مرلي جو آواز هنجي
طبع تي اهڙو ته اثر پيدا ڪري ٿو وجهي، جو
انهيءَ انڌ ۾ هو پنهنجي طبعي عادت وساري،
مرلي اڳيان ڦڻ ڪڍيو پيو ڦوڪون ڏئي. هرهر
ايئن پيو ڪر کڻي ڪڏي ۽ لچي، ڄڻ ته جهولي
۾ پيو ٿو جهولي. انسان سان جو ازلي وير وڙ
اٿس سو صفا ڀلجو وڃيس ۽ بلڪ انهيءَ انسان
اڳيان ڪنڌ نايو پيو نياز ڪري. هرڻ جهڙي
ڏاهڙ جانور جي ڪن تي جڏهن راڳ جا رسيلا سر
رسن ٿا، تڏهن سندس اها ڏاهر واري عادت
ايئن ٿي رفوچڪر ٿي وڃي، جيئن ڳڻن مٿيان
ڏند. هي ازلي آواز کيس اهڙو ٿو مگهن
مست بڻائي ڇڏي، جو هو ايئن پيو ڀانئي ته مان
محبت جي ميدان ۾ بيٺو آهيان. مهنجو ڪالو
کڻي ڪير. سچ پچ اهو راڳ ئي آهي، جو ڳائڻ
۽ ٻڌڻ سان، ڇا حيوان، ڇا انسان جي قلب
تان اهو ڪلفت جو ڪٽر ڪاٽيو ڇڏي. ۽ رڳو
سامهون وارن تي بلڪ ٻي جاندار جنسن تي به راڳ
جو عجيب اثر پوي ٿو.

هڪ لڳا تان حسين هڪ پهاڙ تي نهايت

ڪومل آواز سان ويٺي ڳاتو. ڳائڻ وقت اتي ڪوبہ ساز موجود ڪونہ هيس. تهن ڪري ڪيس پٿر سان تار ونڌي پئي. تار ونڌي ونڌي انهيءَ پٿر تي سر، تار ۽ سندس آلاپ جو اهڙو تہ تاثير ٿيو، جو اهو پٿر پگهري پاڻي ٿي پيو. مطلب تہ راڳ جو اثر ڪائنات جي ڪڻ ڪڻ تي آهي. انهيءَ آواز کان هي پولار هڪ پل بہ خالي ڪينهي.

دل کي، جو هر مذهب ۽ ڌرم ۾ خدا جو گهر ڪري مڃين ٿا، ان تي جيڪو هن راڳ جو اثر پوي ٿو، ان جي شاهدي هرڪو انسان، جو صاحب دل آهي، ڏئي سگهي ٿو. انهيءَ مان صاف ثابت آهي تہ هرڪ انسان ۽ انجو مذهب قدرت جي خيالي مگر مان هن نڪتل چيز جا منڪر ڪين آهن، بلڪ ضرور قائل آهن.

عام فهم آهي تہ راڳ جي رستي ۾ جيڪا هن ڪهن مذهب جي ڪا رڪاوٽ آهي تہ اُهو آهي اسلام. پر مونکي جو ڪجهہ آزاد خيال اسلام جي عالمن کان معلوم ٿيو آهي، سو هي آهي تہ اها بندش قطعي ڪين آهي بلڪ شرطي آهي. انهيءَ جو اهو مطلب آهي تہ ڪي شرط آهن، جن



طبيعت ۾ گويا بجاي جا ٻڙڪا پيا اٿن. اندر ۾ اهڙا تہ امنگ پيا جاڳن جو ماڻهو مست ۽ مدهوش ٿيو نانگہ وانگر نانگو ٿيو بيٺو نچي. اهڙن سادن، پر من موهيندڙن قدرتي آلاپن، حضرت موسيٰ پيغمبر کي بہ هيڪر حيرت ۾ وڌو آهي. جن آلاپن جي آلاپڻ سان موسيٰ منجهان "موسيقي" موسوقي نالو انهيءَ علم تي پيو آهي. (ڏسو صفحہ)

مطلب تہ دنيا جا رشي ۽ مني، پيغمبر ۽ اوتار گهڻو يا ٿورو، وقت جي لحاظ تي هن الاهي آواز جا قائل ٿي رهيا آهن. خاص طرح هندن جي ڌرمي پاڪ ڪتابن تہ پرماتما، يا ان جي ديوتائن جي پرستش ۽ پوڄا جو حڪم راڳ جي دوارا ڏنو آهي. "سام ويد" تہ راڳ ودِيا جو هڪ مکيہ مرڪز آهي. انهيءَ مان ثابت آهي تہ راڳ هندو ڌرم جو هڪ مکيہ جز آهي. اهوئي سبب آهي، جو راڳ جو بنياد عاليٰ پيماني ۽ پڪي پائي تي هندو ڌرم کان وڌيڪ ڪهن بہ ٻئي مذهب ۾ نظر نٿو اچي. راڳ جي اصليت، راڳ جي شناس ۽ راڳ جي قدرداني، ٻئي ڪهن بہ هندن کان بهتر صورت ۾ ملي نہ ٿي سگهي.

---

ڏسو صفحہ ٣٤ (ست ٧)

مٿي اسان راڳ جو ذاتي ظهور و مطلق
هستيءَ جي انهيءَ ازلي آواز مان ثابت ڪيو
آهي. پر هندن جي ڌرمي پستڪن ۾ آيل آهي
ته راڳ جي صفاتي ظهوري جي ساڄه شومهراج
جي ڊگڊگيءَ جي آواز مان حاصل ٿي آهي.

چيو وڃي ٿو ته انهيءَ ڊگڊگيءَ جي وڄائڻ
مان ڇهن قسمن جا آواز نڪرڻ ۾ آيا، جن کي
ديوتائن جون صورتون ڏئي مٿن ڇهه مختلف
نالا ڏنا ويا. انهن راڳن کي وري ڇهن وقتن
۾ ورهايو ويو. اينءَ ته ڏينهن ۽ رات اٺن
پهرن ۾ ورهايل آهي ۽ هرهڪ پهر ٽن ٽن ساعتن
جو آهي. پر راڳ ودياجي وديارٿن ڏينهن رات
کي ڇهن ڀاڱن ۾ ورهائي، هرهڪ راڳ کي چئن
چئن ڪلاڪن جو وقفو ڏنو آهي. انهيءَ جو هيءُ
به مطلب لڳي ٿو ته هرهڪ راڳ جو ديوتا، پنهنجو
آواز پنهنجي مقرر ڪيل وقت تي ٻڌڻ لاءِ
منتظر رهي ٿو. تنهن ڪري ڳائڻ واري تي به،
انهيءَ راڳ جي ديوتا جو ڌيان توجهه پوندو ۽ ڪيس
آسيسون ملنديون، جڏهن اهو ديوتا ان وقت
حاضر هوندو.



گرو نانڪ صاحب به راڳ جي پوري وقت
۽ شد ڪري ڳائڻ تي روشني وڌي آهي. سندن
فرمائڻ هو ته، راڳن يا راڳڻين جي ميلاوٽ،
راڳ يا راڳڻين جي اصلوڪي شڪل ڪاري
ٿي ڇڏي. ڪتابي ڪٿا آهي ته هيڪر گرو صاحب
جن پنهنجي آتمڪ بل ۽ ڪشف دواران راڳن
کي نهايت بدرنگي، ڏڪي ڇڇي ۽ قبيح صورت
۾ ڏٺو. گرو صاحب جن جي پڇڻ تي هنن فرياد
ڪئي ته مختلف راڳن جي ملائي ڳائڻ جو هي
نتيجو آهي ۽ جو ڏڄ هڪڙي جو ٻاڏسو ته مٿانس
ٻئي جي سلاڙهيل آهي. هڪڙي جو نڪ ٻئي
۾ ٽنبيل آهي ته ٽنگون وري ٽين جون آهن.
اهڙي طرح اسان جو هي برو حال ٿيو آهي.
تنهن ڪري گرو صاحب جن هرهڪ راڳ کي وقت سر
شد ڪري ڳائڻ جو سخت حڪم ڏنو آهي.
بي شناس جو راڳ ڳائڻ به ساڳيءَ طرح ٻچ جي
بدران پاپ ۾ داخل آهي. ڇاڪاڻ ته هو به
گويا راڳ يا راڳڻيءَ جو منهن ڇڻو ٿو ڏهي، ته ڪمر
ڪپي، مٿ روندا ٿو رکيس، ته نڪ لپت ڇٽ.
پوءِ چئو ته جيڪو ديوتائن جون تصويرون اينءَ

پيو ڇتيندو ته آسيسون ٻه انهن کان اوترئون لهائين.

انهن راڳن مان ڪن جا وقت سندن تاثير موجب ٻه مقرر ڪيل آهن، جهڙيءَ طرح ميگهه راڳ جو وقت ڏاڪ منجهند جو آهي. انهيءَ جو اهو مطلب آهي ته منجهند جي وقت گرمي جو اثر گهڻو ٿئي ٿو. تهن ڪري انهيءَ وقت ٿڌاڻ ۽ پاڻيءَ جي ضرورت ٿئي ٿي. اهي مٿيون سڀ ڳالهيون ميگهه راڳ جي طبيعت ۾ موجود آهن، جن کي ياد ڪرڻ سان هر طرف کان بادل وسڻ جا ويس ڪيو، برتر ٻهاريو ڇڏين. پاڻاريون پلر سان پر ڪري ديس، پرديس ڍڪي ڏاريو ڇڏين. انهيءَ کان سواءِ انهن راڳن جا تاثير هڪ ٻئي جي اختلاف ۾ پڻ آهن. جهڙيءَ طرح ديپڪ ۾ تاثير آهي باه جو، ته انجي ابتڙ ميگهه ۾ تاثير آهي پاڻيءَ جي برسائڻ جو.

اڪثر وارا لکي ويا آهن ته هڪ لڳا ٻرجو باوري بادشاه جي حڪم موجب لاچار ٿي ديپڪ راڳ ڳاتو. ڳائڻ وارو ته واقع هيو ڳائڻ وديا جو ڪنيءَ سو ڳائڻ جي ويرم هوئي، جو سندس سرير ۾ اچي



آتش جا اُلا اڀريا. ويچارو ٻرجو باورو شش‌در ٿي پيو. اڳيان هڪ هيڏي ڳائڻ وديا جي امت عورت گڏيس. سا سهي ڪري ٿي پڇيس ته، "اناڙي" ميگهه راڳ ڪونه اچئي؟ ٻرجو جواب ڏنو ته نه. تهن تي انهيءَ هيڏيءَ کيس اتي ئي ميگهه راڳ ڳائڻ شروع ڪيو، خبر تڏهن پئي جو سارنگ سنگاسن تي نظر آيو. ويرم ۾ وسڻ جو وسڪارو ٿي ويو، جنهن ٻرجو باوري جي وجود ۾ ديپڪ ديوتا جو تاثير ٺري ڪري ڇڏيو ۽ کيس نئون اُپ ڏاري ڇڏيائين.

مٿين ذڪر موجب اهي ڇهئي راڳ نه رڳو ڏينهن رات جي وقتن ۾ ورهايل آهن، پر سال جي موسمن ۾ پڻ تقسيم ڪيل آهن ۽ هر هڪ راڳ جي، سال ۾ ٻه ٻه مهينا حڪومت قائم رکي وئي آهي.

## ڇهه مکيه راڳ ۽ انهن جا وقت

۱- ڀيروَ راڳ ۴ بجي صبح کان ۸ بجي صبح تائين
۲- هنڊول " ۸ " " " ۱۲ " منجهند "
۳- ميگهه " ۱۲ " منجهند " ۴ " شام "
۴- سري " ۴ " شام " ۸ " " "
۵- ديپڪ " ۸ " " " ۱۲ " رات "
۶- مالڪوس " ۱۲ " رات " ۴ " صبح "

## راڳ ڏيان

### ۱- ڀيروَ راڳ

ڀيروَ راڳ جي شڪل شنڪر ڀڳوان وانگر سفيد آهي. ڳلي ۾ کوپرن جي مالها پيل اٿس. ڳچيءَ جي چوڌاري نانگ ويڙهيل اٿس، جو سدائي ٻيو جهولي. ڀيروَ راڳ کي گنگا جي پرڪهت ڏيڻ وقت شنڪر ڀڳوان ڀيريون آلاپيو آهي. ڀيروَ جي ڳائڻ جو وقت ۴ بجي صبح کان ۸ بجي تائين آهي. ڀيروَ کي پنج استريون آهن، جن کي راڳڙيون ڪري لکن ٿا ۽ اٺ پٽ اٿس.

#### ڀيروَ جون ۵ استريون

۱. ڀيروي ۲. ٻيراري ۳. مڌماڌوي ۴. سنڌوي ۵. بنگالي.



#### ڀيروَ جا اٺ پٽ

۱. هرکه ۲. تلڪ (تلنگ) ۳. پورياڌناسري ۴. ماڌو ۵. سوهو ۶. بال ايه ۷. مڌو ۸. للت پنچم.

#### ڀيروَ جي پٽن جون ۸ استريون

۱. بنگالي بلاولي ۲. سورٺ ۳. ڪنياري ۴. سوها ۵. اڏائي ۶. بل ڳجري ۷. پٽ مجري ۸. توڙي

### ۲- هنڊول راڳ

هنڊول جي مٿي تي مٽين جو مڪٽ آهي. وستر ميٽائي رنگ جا اٿس. هنکي سوني جهڙي ڪرانتي آهي. سندس شڪل ڪامديو جهڙي آهي. هنڊول جي چوگرد هميشه سکيون ويٺيون آهن، جي هردم سندس هنڊورو پيون لوڏين. هن راڳ جي ڳائڻ جو وقت ۸ بجي کان ۱۲ بجي منجهند تائين آهي.

#### هنڊول جون ۵ استريون (راڳڙيون)

۱. رامڪلي ۲. ديوساکه ۳. للت ۴. بلاول ۵. تانسيني پٽ مجري.

#### هنڊول جا ۸ پٽ

۱. چندر بنب ۲. منگل ۳. شوڀا ۴. آنند ۵. ونود (بنود)

## هندول جي پٽن جون ۸ استريون

۱. ليلاوتي ۲. ڪئيروي (ڪروي) ۳. ڄيٺي ۴. پوربي ۵. پراوتي (پاروتي) ۶. ٽروپٽي ۷. ديوڪري ۸. سرسوتي.

## ۳- ميگهه راڳ

ميگهه راڳ جي مٿي تي سندر تاج زيبور آهي. هو پنهنجي آستان پون ۾ تمام وڏي پيڪي ۽ ڏٺ سان ويٺو آهي. سندس بدن شام رنگ آهي. هٿ ۾ تلوار اٿس. هر وقت ٻارن سان ريجهو ويٺو آهي. گلن ڦلن ۽ گلزارن جي وچ ۾ هميشه ويٺو مزا ماڻي. سندس ڪلهي هٿ ڪان سندس استريون ڪيس شويا ڏئي رهيون آهن ۽ جي دم دم ويٺيون ناد وڄائين. ميگهه جو روزانو ڳائڻ جو وقت ڏاڪ منجهند سخت تپت ۾ آهي. ساوڻ جي موسم يا مينهن جي مند ۾ ته هن راڳ جي ڳائڻ جي بلڪل ضرورت ٿي ٿئي.

## ميگهه راڳ جون ۵ استريون (راڳڻيون)

۱. ٽنڪ ۲. ملهار ۳. گجري ۴. ڀوپالي ۵. ديس ڪار

## ميگهه جا اٺ پٽ

۱. سارنگ ۲. جلڌر ۳. نٽ نارائڻ ۴. شنڪر پرڻ



۵. ڪلياڻ ۶. گجڌر ۷. گنڌاهار ۸. شهانو ڪانرو.

## ميگهه جي پٽن جون ۸ استريون

۱. نٽ ڪانرا ۲. گواڏي (ڪاوڏي) ۳ ڪدمناٿ ۴. ڀهاري ۵. مالڃه ۶. پرج ۷. نٽ مجري ۸. شڌ ناٿ.

## ۴- سري راڳ

سري راڳ ڪامديو جي شڪل هڪ نئون جوان آهي. سندس پوشاڪ ڳاڙهي ۽ اڇي رنگ جي آهي. مٿي تي جواهردار مٽڪ ۽ ڳچي ۾ مٽين جو هار اٿس. سندس هٿ ۾ ڪنول گل جي ڏانڊي آهي. سندس هڪ ڏيهي استري ساڻس گڏ سنگاسن تي ويٺل آهي. هن جي ڀر پاسي هميشه راڳيندڙ ويٺا راڳ ڳائن. سري راڳ جي ڳائڻ جو وقت ۴ بجي پيشين کان ۸ بجي شام تائين آهي.

## سري راڳ جون ۵ استريون

۱- مالسري ۲- آشاوري ۳- ڌناسري ۴- بسنت ۵- مارو.

## سري راڳ جا پٽ

۱. سنڌو ۲. مالوا ۳. گور (گواور) ۴. گڙساگر

٥. ڪونين (ڪڪمبا) ٦. ڪنبير ٧. شنڪرا (شنڪرو) ٨. ڀاڪرا

**سري راڳ جي پٽن جون ٨ استريون**

١. وجيتا ٢. دياولتي ٣. ڪبنيا ٤. سنهي ٥. سروا ٦. ڪيما ٧. ششي ريکا (ششورڪا) ٨. سداستي.

**٥- ديپڪ راڳ**

ديپڪ جي اصلي معنيٰ آهي ڏيو، ديپڪ جي شڪل اهڙي آهي جهڙي چنڊ جي. ديپڪ جون استريون هميشه سندس پويان ويٺل آهن. سندس مڙئي استريون لعل رنگ جون آهن. ديپڪ جي پوشاڪ ڳاڙهي آهي. وار تمام ننڍا اٿس. ڳلي ۾ موتين جي سندر مالها پيل اٿس. جيئن ڀنور گلن جو واس وٺي مست ٿيندو آهي، تيئن هي به پنهنجين زالن جو حسن ڏسي مکهن ۾ مست رهندو آهي. راڳ وديا جي وديارٿين جي وارتا آهي ته ديپڪ هڪ پکيءَ جو نالو آهي، جو جڏهن اهي ديپڪ راڳ جا آلاپ آلاپيندو آهي، تڏهن سندس آکيري کي اچي باهه لڳندي آهي، جنهن جي تاءَ سبب جيڪي انهيءَ آکيري ۾ آنا هوندا آهن، سي ڦٽي پوندا آهن ۽ ديپڪ جا ٻچا انان ئي پنهنجو پرواز



آسمان طرف ڪندا آهن. هن راڳ جو اهڙو ته تاثير آهي جو شڪ ڳائڻ سان، ڳائڻ واري جي بدن کي اچي باهه ٿي لڳي. جنهن جو ذڪر مٿي صفحه ٣١٨ ۾ آيل آهي.

والله عالم بصواب

(سچ جي خبر خدا کي)

**ديپڪ راڳ جون ٥ استريون (راڳڻيون)**

١. ديسي ٢. سانوت ڪامودي ٣. شد نٽ (نٽ مهروا) ٤. ڪيداري (ڪيدارو) ٥. ڪانرو.

**ديپڪ جا ٨ پٽ**

١. ڪونتل (ڪونتلا) ٢. ڪمل ٣. ڪالنگرو ٤. چمپڪ ٥. ڪسوم (ڪسومب) ٦. رام ٧. رهيل (لهيل) ٨. همبال (همال).

**ديپڪ جي پٽن جون ٨ استريون**

١. منگل گجري (بنگال گجري) ٢. جڄاولتي ٣. مال گجري ٤. ڀوپالي ٥. منوهاري ٦. اهري ٧. ايمني ٨. همبيرو.

**٦- مالڪوس راڳ**

مالڪوس جي شڪل تمام پيارڪ آهي. سندس رنگ ڳوڙهو ڳاڙهو رت جهڙو آهي. مالڪوس قوي هيڪل (طاقتوار) مرد آهي. سندس

لباس ڪارو آهي. هو وطن هيتان پهنجي معشوق
پيروي جي عشق ۾ بيٺو ڳائي.

**مالڪوس جون ۵ استريون راڳڙيون**

۱- ٽوري ۲- گوري ۳- گل ڪلي ۴- ڪنيا وتي
(ڪماچ) ۵- ڪوڪوبا.

**مالڪوس جا ۸ پٽ**

۱- مارو ۲- ميوار ۳- ٻڙهنس (ٻڌنس) ۴- پرٻل
۵- چندرڪ ۶- نند ۷- پورن ور ۸- ڪوڪر.

**مالڪوس جي پٽن جون ۸ استريون**

۱. شڌ ڌناسري ۲- جيٽت مالسري ۳- جيٽت سري
۴- سوگري ۵- درڪا ۶- ديوگنداري ۷- پيم پلاسي
۸- ڪمودي.

